# عورت، مرد ۽ فطرت

رفيه ملاح

ڪبير پبليڪيشن
ڄامشورو - 2005

حق ۽ واسطا ليکڪ وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: عورت، مرد ۽ فطرت
ليکڪ: رفيہ ملاح
ڇاپو: پهريون
سال: مارچ 2005
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: هوت ميگهواڙ
ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، 9-ربي چئمبر، حيدرچوڪ،
حيدرآباد، سنڌ. فون: 721172
ٽائيٽل ڊزائننگ: جاويد چانڊيو
ڇپائيندڙ: ڪبير پبليڪيشن، ڄامشورو
قيمت: 200 روپيا

**AURAT, MARAD AEEN FITRAT**

***By: Rafia Mallah***

Edition: First
Year: March 2005
Quantity: 1000
Composing: Hot Meghwar
Intel Communications, Hyd. Tel: 721172
Title Design: Javed Chandio
Published by: Kabir Publication, Jamshoro.
Price: Rs. 200

# انتساب

مان هي ڪتاب پنهنجي مڙس

## جاويد چانڊيو

کي منسوب ڪريان ٿي، جنهن جي پيار، همت ۽ حوصلا افزائي
منهنجي من اندر سمايل ذات کي هڪ نئون جنم ڏنو

# فهرست

# پنهنجي پاران

افلاطون ۽ ارسطو کان بعد سونهن جي ساڪائتي هيلن، سيفو ۽ بلائيٽس جي ڌرتيءَ (يونان) ۾ پيدا ٿيل ڏاهي ماڻهو "پيلو ٽارچ"، جيو هو تہ توهان کي زندگي جي سفر ۾ جيڪا بہ عبرت ڪده ڳالهہ نظر اچي ان ڳالهہ کي پنهنجي قلم واري سگهاري حافظي جي خزاني ۾ محفوظ ڪري ڇڏيندو تہ ان کان وڏيڪ ٻي ڪابہ قومي خدمت ڪانہ هوندي. ان چواڻي کي مدِنظر رکندي جڏهن مون پنهنجي آسپاس نظر ڦيرائي تہ فطرت سان عورت ۽ مرد جون هزارين نہ بلڪ لکين ويساهہ گهاتيون پنهنجون پنهنجون ڇيون مرڪائي داستانِ عبرت بيان ڪري رهيون هيون. انهن جو اهڙو حال ڏسي هيءَ ڪتاب "عورت، مرد ۽ فطرت" لکي ويٺيس.

ساڃهي وقت پڙهندڙن کان اها اميد ٿي ڪريان تہ هو منهنجي هن ڪاوش کي ڪنهن تنگ نظر جي نظر سان نہ بلڪ ڪبير جي هن شعر جي عڪس ۾ پروڙيندا.

ساچي جگ نہ راچي،
جهوٽ نہ ماني رام،
ڪهو ڪبيرا، ڪس در جاوي،
دوُهين ياري ڪام،

(سچ سماج کي نٿو وڻي، ڪوڙ مالڪ (ذاتي) قبول نٿو ڪري هاڻي ٻڌايو تہ ڪبير ڪاڏي وڃي؟ ان ڪري تہ ٻئي درڳورا نظر اچن ٿا "ڪبير")

آخر ۾ آئون منظور ميراڻي ۽ راجا محمد الياس جي بيحد ٿورائتي آهيان، جن ڪتاب جي تياري ۾ وقت بوقت پنهنجي قيمتي مشورن سان نہ صرف مددي مواد پر ڇپائيءَ ۾ بہ منهنجو ساٿ ڏنو.

رفيہ ملاح

# مهاڳ

بنا ڪنهن شڪ جي هيءَ ڪتاب "عورت، مرد ۽ فطرت" اسان جي ملڪ جي حالتن جي حوالي سان هڪ غير معمولي ڪتاب جي حيثيت رکي ٿو. مون انهيءَ کي نهايت ئي غور ۽ دلچسپيءَ سان پڙهيو آهي. هيءُ ڪتاب پڙهندي مون کي خوشي به ٿي آهي ته حيرت به. ڇاڪاڻ جو هن ڪتاب ۾ اهڙن موضوعن کي به ڇهيو ويو آهي، جيڪي عام طور تي اسان جي سماج ۾ نظرانداز ڪيا ويندا رهيا آهن. ڪنهن به سماج ۾ نظرانداز ڪيل موضوعن تي قلم کڻڻ منهنجي نظر ۾ جرئت جو ڪم آهي، ان ڪري اهڙي جرئت ڪرڻ تي مان سنڌ جي هن دانشور عورت رفيه ملاح کي مبارڪباد پيش ڪرڻ چاهيندي آهيان.

"عورت، مرد ۽ فطرت" مجموعي طور تي قديم زماني کان وٺي اجوڪي دور تائين انسان ذات جي سوين عادتن ۽ طور طريقن جي تاريخ آهي. اها نهايت ئي حوصلا افزائيءَ واري ڳالهه ڇئبي جو هڪ

ذهين ۽ اعليٰ قابليت رکڻ واري عورت هڪ اهڙي موضوع تي حقيقتون
جمع ڪيون آهن، انهن کي ترتيب ڏنو آهي، ۽ انهن حقيقتن کي اطمينان
سان تحرير ڪيو اٿس، جنهن موضوع تي قلم کڻڻ جي تصور سان ئي
اديبن کان پگهر وهي نڪرندا آهن. مان سمجهان ٿي ته اصل ۾
شرمندگي، مونجهارو ۽ ڊپ لکڻ واري جي اندر ۾ هجي ٿو، جيڪڏهن
لکڻ واري جو پنهنجو ذهن صاف هجي، هن جي نفسيات ڏوهه جي
احساس کان آجي هجي ته پوءِ هو رفيه ملاح وانگر انهيءَ موضوع تي
هڪ انهيءَ نوعيت جي اعليٰ تحرير پيش ڪري سگهي ٿو، جيڪو
تاريخ ۽ بشرياتي (Anthropoligical) معلومات جو املهه خزانو هجي.

هيءُ ڪتاب اسان کي تاريخ، بلڪ تاريخ کان اڳ وارن ڪيترن
ئي دورن جون دلچسپ ۽ معلوماتي جهلڪيون ڏيکاري ٿو. هن ڌرتيءَ
تي حياتي مختلف روپن ۾ ڪروڙين ورهين کان موجود آهي، ۽ هاڻي اها
ڳالهه به مڃي وئي آهي ته، انسان پنهنجو هاڻوڪي شڪل ۾ ارتقا جي
طويل ترين سفر کان پوءِ پهتو آهي. انسان سڀ کان پهرين پنهنجي پاڻ
کان جمادات، نباتات ۽ حيوانن درميان دريافت ڪيو. انهن مان ئي هن
خوراڪ حاصل ڪئي، ۽ رهڻ جا طور طريقا سکيا، جنهن کان پوءِ
انسانن زندگيءَ جا ڪجهه اصول جوڙيا. بشرياتي تحقيق اهو ٻڌائي ٿي
ته انسان سدائين ڪونه ڪو مذهب اختيار ڪندو رهيو آهي. جيڪڏهن
پاڻ ان سلسلي تي ڳالهائينداسين ته پوءِ اها حقيقت به مڃڻي پوندي ته
قديم مذهبن ۾ سيڪس کي مرڪزي حيثيت حاصل رهي آهي. ان جو
هڪ شڪل خود اسان جي ڪنڊ يعني برصغير اندر هندو مت جي هڪ
شاخ "تنترڪ" ۾ ڏسي سگهجي ٿي. انگريزن جي طويل ترين دور ۾
هندو مت جي اها شاخ ڪافي حد تائين ختم ٿي وئي، پر ان جو فسلفو
۽ اصول ڪتابن مان معلوم ڪري سگهجن ٿا. نه رڳو ايترو، پر سوين
سال پراڻي مصوري ۽ سنگتراشيءَ جا نمونا انهيءَ شاخ جي باري ۾
گهڻو ڪجهه ٻڌائين ٿا.

ميسوپوٽاميا ۽ هندستان ۾ دنيا جي قديم ترين تهذيبن جو
اڀياس ڪرڻ سان اسان کي اها ڄاڻ ملي ٿي ته، قديم ترين مذهبن جا

اصول وقت سان گڏوگڏ وڌيڪ صاف ۽ واضح ٿيندا رهيا آهن. پوءِ ٽن مذهبن يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام معاشرتي اصولن کي وڌيڪ صاف سٿري ۽ واضح صورت ۾ پيش ڪيو.

هن ڪتاب جو مطالعو اسان انهيءَ بنياد تي ئي ڪريون ٿا ته سماج ۽ مذهبن سيڪس بابت جيڪي اصول جوڙيا آهن، سي انساني ڀلائي ۽ بهتريءَ ۾ ئي آهن. ڪجهه نوجوان بغاوت جي لهر ۾ جڏهن انهن اصولن کي بيڪار ڄاڻائين ٿا، سان انهن جي ناتجربيڪاري ۽ گهٽ علميءَ جو ثبوت آهي. اهي اهو اندازو نٿا هني سگهن ته اهي اصول انسانن تي مٿان کان ناهن مڙهيا ويا، بلڪ خود انساني معاشرن انهن اصولن کي تخليق ڪيو آهي، ۽ انهن اصولن جي وقت بوقت سنوت پئي ڪئي آهي. اها ڳالهه به وسارڻ نه گهرجي ته اهي اصول انساني معاشري جي اهم ترين گهرجن جي تڪميل به ڪن ٿا.

پر تاريخي ۽ بشرياتي علم اسان کي اهو به ٻڌائي ٿو ته هر دور جا اصول انهن خاص اخلاقي قدرن تحت جڙيا آهن، جيڪي ان وقت جي سماج (قبائلي، زرعي يا آدين واسي) جي علم، سمجهه ۽ ضرورتن مطابق هجن ٿا.

ان کان سواءِ هڪ اهم ترين ڳالهه اها به آهي، جو ڪنهن به خطي جي سموري آبادي، انهن اصولن تي گڏيل طور عمل ناهي ڪندي. انهيءَ طرح اسان کي هڪ جاگرافيائي خطي مثال طور مصر جي شهرن يا ڳوٺن جي آباديءَ ۾ سيڪس بابت هڪ اهڙو عمل نظر ايندو، جيڪو مذهبي، معاشرتي اصولن جي ماتحت هوندو، جڏهن ته پري پري جي قابئلي علائقن ۾ اهو عمل ٻئي طريقي جو ٿي سگهي ٿو. انهيءَ طرح اها ڪا گهڻي حيرت جي ڳالهه ناهي ته پالتو جانورن سان گڏ ڏينهن رات رهڻ وارن ماڻهن جانورن سان سيڪس به ڪيو آهي. اڄ به دنيا جي ڪيترن ئي علائقن ۽ پري پري جي خطن ۾ ان قسم جا مثال نظر اچي سگهن ٿا. غور جي قابل هڪ ٻيو نڪتو اهو آهي، جو تهذيب ۾ شعور جي لهر، جيڪا نئين هجي ٿي، سا پراڻين روايتين کي ناهموار طريقن سان متاثر ڪري ٿي. انهيءَ ڪري هڪ ئي سماج ۾ اسان کي نوان،

پراڻا يا تمام گهڻا پراڻا، يا وري آدي طريقي واري عمل جا تهہ ايئن ملي سگهن ٿا، جيئن پٿر ۾ اسان کي مختلف مادن جا ڪيترائي تهہ نظر اچن ٿا.

"عورت، مرد ۽ فطرت" جهڙا ڪتاب اسان کي انسان ذات جي نيرنگيءَ جو شعور بخشين ٿا. انهيءَ جو سڀ کان وڏو فائدو تہ اهو آهي، جو انسان پنهنجي پاڻ کي سمجهي ٿو، ۽ ٿوري گهڻي انڪسار سان ٻين تي نظر وجهڻ بہ سکي ٿو وٺي. اسان جو سماج وڏي عرصي کان ايئن ٿي ويو آهي، جو ان جا سرواڻ هر وقت پنهنجي اعليٰ اخلاقياتي روايتن جي تعريف جا ڍڪ پريندي ملن ٿا، ۽ حقيقتن کان اکيون بند ڪري وينا ٿا رهن. هتي جهالت جي حوصلا افزائي ڪئي وڃي ٿي ۽ ڪنهن بہ قسم جي علم ۽ معلومات کي خطرناڪ سمجهيو ٿو وڃي. اهڙي قسم جي فڪري نابينائي الله تعاليٰ کي بہ پسند ناهي. قرآن پاڪ ۾ انسان کي بار بار تحرير ۽ فڪر جي دعوت ڏني وئي آهي. بلڪہ رسول ڪريم صلعم جن جي مشهور حديث آهي تہ: جيڪڏهن علم حاصل ڪرڻ لاءِ اوهان کي چين بہ وڃنو پئي تہ، اهو طويل ترين سفر ڪريو، سموريون تڪليفون برداشت ڪريو، ۽ علم حاصل ڪريو.

ماضي يا تاريخ جي معلومات ۽ علم اسان کي معاشري جي ڀلائي ۽ بهتريءَ طرف وٺي وڃي ٿو. انهيءَ پسمنظر ۾ اسان جديد دور جي شعور ۽ بهتر اخلاقي تصورن کي فراخدلي ۽ کليل دماغ سان قبول ڪري سگهون ٿا. سماج ۾ عورت جي حيثيت بہ تنگ نظريءَ جو شڪار رهي آهي. عورت جو ڪردار فقط ايترو سمجهيو ويندو آهي تہ، اها مرد جي جنسي خواهشن جو پورائو ڪري، ٻار پيدا ڪري، انهن جي پالنا ڪري، گهر ۾ ڪاڏو پچائيندي رهي، ڪپڙا ڌوئي، بسترو وڇائي تہ جيئن مرد ڪاڏو کائي، صاف سٿرا ڪپڙا پائي، ۽ آرام سان بستري تي سمهي رهي.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ جتي مظلوم قومون آزاد ٿيون آهن، مظلوم طبقن پنهنجي حقن جو آواز اٿاريو آهي، اتي سڄي دنيا ۾ عورتن بہ پنهنجي مڪمل انساني وجود کي مڃرائڻ لاءِ تحريڪ هلائي آهي.

جيڪو ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي، سو هڪ هنرمند عورت جي جرئت، تحقيقي چاهه ۽ قابليت جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهي. اهڙي جرئت تي ئي رفيہ ملاح کي سيني سان لڳائي مبارڪباد ڏيڻ چاهيان ٿي. جنهن سماج ۾ اهڙيون بهادر ۽ قابل ڌيئرون موجود آهن، ان سماج جي علمي، فڪري ۽ مادي ترقيءَ جا امڪان نهايت روشن آهن، بلڪ انهن کي تہ ڪير روڪي بہ نٿو سگهي.

جيئن تہ هن ڪتاب ۾ ڪيترائي مرڪزي موضوع روين جي بنياد تي آهن، ۽ عام پڙهندڙ جي نظر مان اهڙي قسم جي تحقيق اجا تائين ناهي گذري، انهيءَ لاءِ اهو خطرو پنهنجي جاءِ تي موجود آهي تہ انهيءَ تي تنگ نظريءَ جي ڪارڻ سبب الزامن جي بوڇاڙ شروع ٿي وڃي. پر باشعور پڙهندڙن مان اها اميد آهي تہ اهي "عورت، مرد ۽ عورت" کي انهيءَ اسپرٽ سان پڙهندا، جنهن اسپرٽ سان اهو ڪتاب لکيو ويو آهي. اُن سان گڏ انهيءَ جي ليکڪا کي اها عزت ۽ احترام ڏيندا، جيڪو آمريڪا يا يورپ جي ترقي يافتہ معاشرن ۾ ڪنهن مهان قلم ڪار کي ڏنو ويندو آهي.

**فهميده رياض**
ڪراچي
22 فيبروري 2005ع

# انت بحر دي ڪل نہ ڪائي....!

آئون ”سارتر“ جي اُن وقت واري ذهني ڪيفيت جو اندازو تہ لڳائي نٿي سگهان جڏهن هن چيو هو تہ مونکي سج جي روزانہ توانائي گهٽجڻ تي ڏپ ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ منهنجي لاءِ نئين ڪانہ هئي. ڇو جو آئون سارتر کان 15 صدي اڳ ڪيٿولڪ فرقي جي عالم ۽ ماهر نجوم ناسترو ڊيمس جي سوَ فيصد پيشنگويون پورين ٿيڻ جي باوجود متفڪر ڪونہ هيس جنهن سن 2000ع لاءِ چيو هو تہ دنيا ۾ مذڪوره سن جي شروع ٿيڻ سان ئي بيچيني ۽ افراتفري پنهنجي عروج کي پهچندي. سائنسي ترقي جو پيانڪ زوال شروع ٿيندو ۽ هن هيڏي ساري ترقي جي بربادي حضرت نوح واري طوفان يعني پاڻي وسيلي ٿيندي. منهنجو علم، منهنجو مطالعو ۽ ادراڪ بار بار مونکي سوچ ڏئي رهيا هئا تہ حضرت نوح جي طوفان جهڙا بلڪ ان کان وڌيڪ خوفائتا برفاني توڻي آبي طوفان هزارين دفعا هن ڌرتيءَ تي اچي ۽ گذري ويا آهن مگر انسان اهڙو نرجو جاندار آهي، جيڪو قدرتي آفات تہ پنهنجي جاءِ تي پر پنهنجو پاڻ ۾ وڙهندي وڙهندي لکين نہ بلڪ ڪروڙين زندگين کي موت جي مُنهن ۾ ڌڪيندو وري نئين سر تڳندو ترندو، وڌندو ۽ ويجهندو رهيو آهي. جو اڄ ڪلهہ ائين ٿو لڳي تہ موجوده ڌرتي انسان جي وڌندڙ آبادي جي بار ڪٽڻ کان جڻ تہ نابري واري بيٺي آهي. پر پوءِ بہ الائي ڇو مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳندو آهي تہ اهو تصور ڪرڻ اسان جي ذهن جي خام خيالي آهي. بقول ڊاڪٽر سڪندر مغل جنهن ماٿهوءَ تي تحقيق ڪندي سنڌي زبان ۾ پهريون ڪتاب ”انسان“ لکيو

هو، تنهن پنهنجي تحقيق ۾ واضح ڪيو هو ته انسان جي هيڏي ساري واڌ ويجهه ۽ ترقي جيڪا اسين ڏسي رهيا آهيون اُن ۾ ته انسانِي ذهن جو صرف 15 سيڪڙو استعمال ٿيو آهي اجا ته سندس ذهن جو 85 سيڪڙو محفوظ پيو آهي تنهن ڪري پوري يقين سان چئي سگهجي ٿو ته خدا تعاليٰ جنهن انسان کي ايڏو وسيع ذهن ۽ فڪر ڏئي هن ڌرتيءَ تي موڪليو آهي تنهن کي اسعتمال ڪرڻ جو پورو پورو موقعو ضرور فراهم ڪندو نه ته هيڏي ماندڻ مچائڻ جي خدا تعاليٰ کي ڪهڙي ضرورت هئي. آئون جڏهن ڌرتي، انسان ۽ ڌرتي مٿان انساني جياپن جي وسيلن، نظام شمسي ۽ ڪهڪشائن کان به اڳيرو بليڪ هول تي ويچاريندي آهيان ته مونکي اهڙن ذهنن جي سوچن تي ڪل اچي ويندي آهي ته هن هيڏي ساري مٽيريل جي مؤجد جو ارادو بي مقصد تي ڪونه سگهي ٿو.

مان اهو دل سان تسليم ڪريان ٿي ته سائنس جتي خام خيالي جا هيڏا سارا محل ڪيرايا آهن، اتي ان کان وڌيڪ تعيمر ڪيا آهن. تنهن ڪري ائين ئي چوڻو پوندو ته سائنس سراپا تعجب ۽ تجسس جو هڪ اڻ ميو ۽ اڻ ڪٽ سلسلو آهي جنهن ائٽم جي بناوٽ کان جينز (Genes) جي پراسرار دريافت تائين انساني عقل جي حد کي لاحد تائين وسيع ڪري ڇڏيو آهي. ايستائين جو انسان جنهن ڪائنات کي ڪجهه سو سال اڳ نظام شمسي تائين محدود سمجهندو رهيو. اُها ڪائنات 99 بلين نوري سالن جي فاصلي کان به وسيع آهي. پلا ڪير اها ڳالهه بڌائي سگهندو ته اُها ڪهڙي هستي آهي جنهن سج ۽ ڌرتي کي ان ڳالهه جو پانهن پڌو پيلي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته 21 جون ۽ 21 ڊسمبر تي 23.5 درجا سج طرف ڌرتيءَ کي جُهڪڻ گهرجي ته جيئن موسمن جو انعقاد ٿئي. گل ٻوٽا، فصل ڦاڙي وڻ ٽڻ چرند پرند ڪڙاڪي دار سردي ۽ گرمي کان نجات ماڻي سرءُ ۽ بهار جا به مزا ماڻي سگهن. پلا جي اُها ڪشش ثقل آهي ته انسان جي جسم جي هن نظر کي نظر ڇو نٿي اچي.

ڀلا ”برمودا ٽرينگل“ ڇا آهي؟ جنهن جي مار ۾ نہ صرف جهاز پر سگهاري قوتن وارا ميزائيل بہ گذرن تہ غرق ٿيو وڃن ۽ غرق بہ اهڙو جو نظر نہ ايندڙ ٻاڦ بڻجيو وڃن. پوءِ جڏهن ڪائنات جي انهن ڳجهارتن ڏانهن پنهنجو ذهن پرواز ڪندو آهي تہ آخر ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي پوڻ بعد پاڻ کي مافوق الفطرت (Metaphysics) جا لفظ چئي مطمئن ٿي پنهنجو پاڻ ۾ سڀ ڪجهہ ڳولڻ ۾ گم ٿي ويندي آهيان. دنيا جا جيترا بہ مصلح، هدايتڪار ۽ پيغامبر هن ڌرتيءَ تي آيا انهن سڀني اهو درس ڏنو تہ ”مون ۾ آهين تون....!“

ڇند وگيا اپنشد وارن چيو، برهماند معنيٰ پوري ڪائنات ”تت توم آسي“ ڪائنات ۾ جو ڪُجهہ آهي اهو سڀ ڪجهہ تو ۾ آهي. توريت ۾ موسيٰ چيو، آئون توکان ڪٿي لڪي سگهندس آسمان ۽ پاتال ۾ جٿي بہ ويندس اتي تون ئي تون آهين.

انجيل ۾ حضرت عيسيٰ چيو، جنهن مونکي ڏنو تنهن منهنجي پيءُ کي ڏٺو، مان هن ۾ آهيان، هو مون ۾ آهي، آئون ۽ هو هڪ آهيون.

گيتا چيو، جنهن بہ رستي سان ايندو، مون وٽ ئي ايندو.

قرآن شريف چيو، جنهن طرف بہ مُنهن ڪندو اهو الله جو مُنهن آهي. اجا بہ چيائين ”وَفي النفسڪم افلاتبصرون“ يعني هو توهان ۾ آهي توهان ان کي ڇو نٿا ڏسي سگهو.

يجرويد ۾ آهي تہ ”ڀڳوان جي ڪائي صورت نہ آهي، هو ڇاول نہ آهي.“

قرآن شريف چيو ”ليس ڪمثله شيئاً“ هن جهڙي ڪابہ شيءِ نہ آهي. ۽ ”لم يلد ولم يولد“ مطلب تہ نہ ڪنهن ڄڻيو آهي، نہ ڪنهن کي ڄڻيو. هند جي فيلسوفن مان شنڪر آچاريہ يورپ جي شاعرن ۾ وليم بليڪ، وردس ورٿ، شيلي، ڪولراج، سنڌ جو شاهہ لطيف، سچل، سامي، وارث شاهہ. ڀلا شاهہ سڀ جا سڀ متي ذڪر ڪيل خيالن جا آهن. يعني مون ۾ آهين تون.....! بجاءِ ان جي جو آءُ هر هڪ

فيلسوف جي فڪر تي ڳالهايان تہ وڏو ڪتاب ٺهي پوندو ان ايڏي ساري طوالت کان بچڻ لاءِ ايترو چئي انسان جي تاريخ ۽ ڌرتي طرف موٽان ٿي تہ پنهنجي ڌرتي ماءُ جيڪا پنهنجي نظام شمسي جي خاندان مان هڪ فرد آهي، يون وگياني عالمن اُن جي عمر چئن ڪان پنج ارب سال ٻڌائي آهي. جيڪا هڪ ٻرندڙ گئس جو گولو هئي آهستي آهستي اُن گيس مان تقريبن هڪ سوَ جي انداز ۾ نيون گيسون ٺهنديون رهيون جن ڌرتي مٿان گيسن جو هڪ گول دائرو ناهي ورتو جنهن کي سائنسدان اوزون جو تهہ چون ٿا. اوزون تهہ ٺهڻ بعد سج جا ڪرڻا ٽڏا ٿي زمين طرف ڪرڻ لڳا تہ ڌرتي پڻ ٺرڻ شروع ڪيو. ٺرندي ٺرندي ايترو تہ ٺري وئي جو پوري ڌرتيءَ مٿان برف جو هڪ وڏو تهہ چڙهي ويو، برف جي اُن تهہ مدتن کان بعد ڳرڻ شروع ڪيو جنهن ڪري ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي سمنڊن ۽ جبلن وجود وٺڻ شروع ڪيو. ٻہ ارب ٻمال اڳ ڌرتي پاڻيءَ مان آهستي آهستي پنهنجو وجود وٺڻ شروع ڪيو، حياتيات جي عالمن جو اندازو آهي تہ اڄ کان ستونجاهہ ڪروڙ سال اڳ ڌرتي مٿان جاندارن جي ننڍڙن ننڍڙن ذرڙن وجود ورتو ۽ آهستي آهستي ارتقائي عمل سان صورتون بدلائيندا نين صورتن کي جنم ڏيندا ۽ فنا ٿيندا رهيا. ٻہ ڪروڙ ويهہ لک سال ارتقائي عمل مان هڪ جاندار جنم ورتو، جنهن کي عالمن "راماپيٿڪس" نالو ڏنو آهي، اُهو شڪل ۾ باندرن جهڙو هيو پر اُن کي پڇ ڪونہ هيو. سائنسدانن اُن جاندار کي انساني نسل جو شروعاتي، ساهدار تسليم ڪري ورتو آهي. جنهن جون مختلف قسمن جون تصويرون اڪثر ميوزم هالن ۽ لائبررين ۾ عام جام ملن ٿيون.

راماپيٿڪ ساهدار جا پنڊ پاهڻ سنڌوءَ جي ڪناري پوٺوهار واريءَ ڌرتيءَ تان مليا آهن. پوٺوهار جي سرزمين اڄ ڪلهہ اسلام آباد واري خوبصورت شهر جي نالي سان پوري دنيا ۾ متعارف آهي،جيڪا ڌرتي سطح سمنڊ کان ساڍا ست هزار فوٽ اُتاهين آهي. ساڳئي ليول واري ڌرتي سنڌ جي ڪيرٿر جبل جي "ڏاڙهيارو" دشت جي ٻہ آهي.

جيڪو دشت سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحدي پٽي جو امين ضلع لاڙڪاڻي ۾ آهي. جنهن لاءِ سنڌي ڪاهوڙڪي ڪير جي عقلمندن ڪاڪو ڀيرو مل، مرزا قليچ بيگ، ڪليم لاشاري، بدر ابرو، تاج صحرائي ۽ خليفو عبدالحميد چانڊيو جو يڪراءِ چوڻ آهي ته جڏهن ٽيٿيا' سمنڊ ڪان اسلام آباد واري ڌرتي واندي ٿي هئي ته ڏاڙهيارو به ساموندي ڪڙي پاڻي ڪان پنهنجا پاند آجا ڪري ورتا هئا. مٿي ذڪر ڪيل عالمن جو چوڻ آهي ته پوٺوهار ۽ ڏاڙهيارو سنڌ ڌرتيءَ جا گڏ پيدا ٿيل جاڙا ڀار آهن جو ته ڏاڙهيارو جي پٽي به سطح سمنڊ ڪان ساڍا ست هزار فوٽ اُتاهين آهي. جتي انساني زندگي پنهنجي واڌ ويجهه ڪئي آهي اتان جا گبر بند ۽ ڪافرن جون قبرون پڪي پايہ جو ثبوت آهن. پنڊ پاهڻن ۾ هاٿي ۽ گينڊي جا نشان ڪير تر جبل مان هنڌان هنڌان مليا آهن. اگر ڳولا ڪئي وڃي ته پوٺوهار وانگر هتان به راماپيٿڪ جا پٿرايل ڍانچا ضرور ملي ويندا. جو ته سنڌ ماءُ اڄ ڪان ستونجاهه ڪروڙ سال اڳ اڄ وانگر سَڪل نوٽ ۽ اٿيي سينڌ واري سنڌ ڌرتي ڪانہ هئي. "باير" جي تحقيق موجب اڄ ڪان ٽيهه هزار سال اڳ تائين سنڌ جي الهندي جبلن تي سال جا نوَ مهينا بحر اوقيانوس جون هوائون برسات وارا ڪڪر آڻي مينهن وسائينديون هيون، ان ڪري هيءَ علائقو وڏو سرسبز ۽ شاداب علائقو هو، جتي آب هوا خط استوا کي ويجهو هجڻ سبب تمام خوش گوار هوندي هئي ۽ هر جاندار انسان سميت آساني سان وڏي ويجهي پنهنجو ارتقائي عمل جاري رکي سگهيو ٿي. جواهر لال نهرو هينئن چئي ڏنو ته پوري هندستاني تهذيب تي سنڌوءَ جي الهندي وارن جبلن جي رهاڪو ماڻهن جو وڏو اثر ۽ احسان آهي جنهن ۾ مهر ڳڙهه، پيرڪ ۽ موهن جو دڙو جي ماڻهن جي ترقي، هنرمندي ۽ دانشمندي کي ڪڏهن به وساري نٿا سگهون. انسان جي ابتدائي ڪڙيءَ جهڙا پٿراوان ڍانچا جنهن کي سائنسدانن راماپيٿڪ نسل جو نالو ڏنو آهي، اهي ايٿوپيا جي وارياسن بيابانن مان ويجهڙائيءَ ۾ مليا آهن جن تي جديد

سائنس، آرڪيالاجي ۽ بائلاجي وارن عالمن تقريبن چاليهن ملڪن جي ٽيم گڏجي پورا ڇهه مهينا متاڪت ڪري ثابت ڪيو آهي تہ اهي راماپيٿڪ پنڊ پاهڻ ٽيل هڏاون پڃرا اصل ۾ موجوده انسان جي ابن ڏاڏن جي نسل جي ڪڙيءَ جا ئي سچا ثبوت آهن جيڪي اڄ کان 22 کان 30 لک سال ٻين جانورن کان جدا پنهنجي سجاٽپ رکي ٻن پيرن تي هلڻ جي قابل ٿي چُڪا هئا ۽ هٿ ۾ پٿر کڻي زمين تي ريڙهيون پائيندڙ يا آهستي ڊوڙندڙ جاندارن کي نشانو چٽي انهن جو گوشت کائي پاڻ کي ۽ پنهنجي نسل کي اِڪتي جيئڻ جي جدوجهد ۾ شامل ڪري چُڪا هئا. سائنسدانن اهوبہ ثابت ڪيو آهي تہ ڪچو گوشت کائڻ سان ان راماپيٿڪ جانور جي جسم ۾ واڌ ۽ سگهہ جي ڪثرت ٿيڻ لڳي. جيڪو ئي ڪارڻ سندس دماغي اوسر جو وسيلو آهي جنهن جي زور تي اهو پنهنجا هٿ ۽ پير استعمالِ ڪندي اڄ واري منزل تي پهتو آهي. انساني نسل ڪچو گوشت 22 کان 30 لک سالن کان کائيندو رهيو ء اڄ جي جديد دور تائين کائيندو اچي. جنهن جي بندش جي ڪابہ حد مقرر نٿي ڪري سگهجي. ڇو تہ لکن سالن کان هر جاندار جو گوشت کائڻ جو عادي ڪتن، ٻلن، گدڙن، رڇن، ٻولڙن، نانگن، ڪوئن ڏيڏرن، گلوئن، تنبڙن، مڪڙن، ڪيڙن ماڪوڙن کي کائڻ واري جاندار لاءِ ڇا ٿو چئي سگهجي، يورپ وارا ماڻهو جيڪي اڄ ڪلهہ پاڻ کي انسانيت جا علمبردار ٻيا چوارائن انهن جا قديم ابا ۽ ڏاڏا برٽن، آئرلينڊ، جرمني ۽ هنگري جا ماڻهو تہ انساني گوشت جو واپار بہ ڪندا هئا. اُهو هن طرح تہ هو پنهنجن مُڙدن کي پورڻ يا باهہ ۾ ساڙڻ بجاءِ اُنهن کي وڍي ٽڪي ٽڪرا ڪري ٽانڊن تي پچائي کائيندا هئا. جيڪڏهن گوشت جا ڪي ٽڪرا بچي پوندا هئن تہ اوڙي پاڙي ۾ اُن وقت جي متاستا واري دستور مطابق وڪڻي ڇڏيندا هئا. اڄ جي دنيا ۾ مهذب چورائڻ وارو ملڪ برطانيہ ۾ تہ باقائده گوشت مارڪيٽ ۾ ماڻهوءَ جو گوشت

سجاڻپ سان وڪرو ٿيندو هو تہ هيءَ گوشت نوجوان جو آهي يا پوڙهي ماڻهوءَ جو آهي، عورت جو آهي يا مرد جو.

تاريخ سدائين سچ ڳالهائيندي آهي. اڄ جڏهن يورپ وارن جي تهذيب جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ مونکي هنگري جي شاهي محل جي هڪ خوبصورت نازنين جو واقعو ياد اچي ٿو جنهن کي 1530ع ۾ سونهن جي شهرت سبب هنگري جي گاديءَ واري شهر جا ماڻهو صرف ايلزبيت جي نالي سان سڃاڻيندا هئا. هوءَ جڏهن 15 سالن جي هُئي تہ سندس شادي شاهي دربار جي هڪ اعليٰ فوجي آفيسر سان ٿي جنهن وسيلي ايلزبيت جي رسائي شاهي محل تائين پهچي وئي. ايلزبيت جي سونهن عقل ۽ چالاڪي پوري محل جي ماڻهن تي ايترو تہ اثر ڪيو جو هنگري جي بادشاهہ "ميٿاس پيو" ملڪي قانون ۾ ترميم ڪري غيرشاهي جوڙو يعني ايلزبيت ۽ سندس مڙس کي شاهي فرد هئڻ جو اعزاز ڏئي ايلزبيت کي "ڪائونٽيس" جو خطاب بخش ڪري محل ۾ اندر رهڻ جو حقدار بڻائي ڇڏيو. ايلزبيت ڪائونٽيس جڏهن 43 سالن جي عمر جي ٿي تہ سندس مڙس وفات ڪري ويو تڏهن بہ ايلزبيت ڪائونٽس جا محل اندر ساڳيا اعزاز ۽ مراعتون بحال رهيون، ان ڪري هوءَ محل کان ٻاهر ڪا نہ نڪتي. سندس رعب ۽ دٻدٻو محل ۾ جيئن جو تيئن قائم رهيو. پر هن کي جيڪا گهٽي ڳڻتي هئي اُها هئي سندس ڍلندڙ عمر جو بي قابو ٿيڻ، ويڄن حڪيمن، ڊاڪٽرن ۽ نجومين سان هن ڪيترائي مشورا ڪيا مگر قانون فطرت پنهنجي جاءِ تي اٽل هيو. جواني کان بعد ڪراڙپ ضرور اچڻي آهي، جيڪا وقت گذرڻ سان سندس سونهن تي چنبا گرهڻ وانگر حاوي ٿيندي پئي وئي. هاڻي سندس هٿن پيرن ۽ چهري جا گهنج نمايان نظر اچڻ لڳا. هڪ ڏينهن ڪاوڙ منجهان پنهنجي خاص نوڪرياڻي "ويرنيڪا" کي منهن ۾ چنبو وهائي ڪڍيائين تہ ويرنيڪا جي نڪ مان رت جو ڦوهارو اچي سندس هٿ جي ڀُنيءَ تي پيو. هٿ صاف ڪرڻ تائين ايلزيبٿ کي بہ چار منٽ لڳي ويا تيستائين

ويرنيڪا جي نڪ مان نڪتل رت ايلزبيت جي هٿ جي ٻُنيءَ تي خشڪ ٿي چڪو هو. جڏهن ايلزبيت هٿ صاف ڪيو تہ سندس حيرت جي حد نہ رهي جو هٿ جي جنهن هنڌ تي انساني رت لڳي خشڪ ٿيو هو اُن هنڌ جي هٿ وارا ڪراڙپ جي آمد وارا گهنج بلڪل صاف ٿي ويا هئا ۽ هٿ جواني جي عمر وانگر گهنجن کان پاڪ سڊول بڻجي چڪو هو. اها ڳالهہ هن پنهنجي خاص رازدان معالج سان ڪئي جنهن کيس مشورو ڏنو تہ واقعي انساني رت ۾ اها خوبي سمايل آهي بشرطيڪ اُهو رت ڪنهن نوجوان ۽ نوخيز جو هجي. جنهن کان بعد هن پنهنجي رازدان نوڪرياڻي "ڊورا" ۽ ان جي مڙس جي معرفت سان نوجوان ڇوڪريون ٻهراڙي وارن ڳوٺن مان اغوا ڪرائي محل جي تهہ خاني ۾ ٻوٽ ٻڌي ابتو ٽنگي واري واري سان انهن جي جسم تي گهاءُ ڏئي انهن زخمن مان وهندڙ تازي رت کي پنهنجي جسم تي مليندي هئي ۽ لپون ڀري رت جون سرڪيون پيئندي رهندي هئي. اهڙي طرح پنجن سالن ۾ ڇهہ سو ڇوڪرين جي تازي رت سان ايلزبيت وهنجندي رهي مگر ڪراڙپ پوءِ بہ پنهنجا پيرا سندس جسم تي ظاهر ڪندي وئي. ايلزبيت پنجن سالن کان بعد وري پنهنجي جسم تي چمڙيءَ ۾ گهنج ڏسي پنهنجي معالج سان مشورو ڪيو جنهن کيس صلاح ڏني تہ ٻهراڙين جي ڇوڪرين ۾ خوراڪ جي ڪمي سبب صحيح رت ڪونہ آهي، ان ڪري هاڻي توهان خوشحال گهراڻن جي شهري ڇوڪرين جي رت سان وهنجو تہ توهانجو شباب ڀيهر موٽي ايندو جنهن ڪري ايلزبيت شهري ڇوڪرين جي حصول لاءِ شاهي محل ۾ هڪ اهڙو اسڪول کوليو جنهن جو ظاهري مطلب اميرن جي ڌيئرن کي شاهي آداب ۽ اطوار جي تربيت ڏيڻ هو. ان اسڪول ۾ ملڪي امير گهراڻن جي ڇوڪرين سان گڏ پاڙيسري ملڪ "بيلجم" کان بہ ڪيتريون ئي ڇوڪريون تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪَهي آيون. مگر ٻن سالن جي اندر جڏهن بيلجم جون 25 ڇوڪريون لاپتہ ٿي ويون تہ بيلجم جي بادشاهہ "وليم" ان ڳالهہ جو

سخت نوٽيس ونندي هنگري جي بادشاه کي لکيو ته اسان جون 25 ڇوڪريون توهانجي شاهي محل مان گم ٿي ويون آهن! انهن جو سراغ لڳائي سلامتي سان ڇوڪريون اسان کي پهچايو. ٻي صورت ۾ اسان بيلجم وارا پنهنجي فيصلي جا پاڻ مالڪ هونداسون. هنگري جي بادشاھ جو سراغ رسان ادارو چرپر ۾ اچي ويو جنهن بادشاھ کي ايلزبيت جي سمورن ڪارنامن سان گڏ هڪ هزار بيگناھ ڇوڪرين جي موت جا ثبوت به پيش ڪري ڏنا جنهن تي 1609ع ۾ ڪائونٽيس ايلزبيت کي گرفتار ڪري مٿس مقدمو هلائي انهيءَ ساڳئي تهه خاني ۾ عمرقيد ڏئي بند ڪيو ويو جتي چار سال عذاب جي زندگي گذاري خوبصورتي جي شوقين عورت 1614ع ۾ وفات ڪئي.

ان کان علاوه ماڻهوءَ جي تاريخ ۾ رت پيئڻ ۽ ڪچو گوشت کائڻ واري عادت تي تحقيقات ڪندي يورپ جو نالي وارو تاريخدان ولڊيورانٽ انڪشاف ڪري ٿو ته قديم انسان جيڪو ڪچو گوشت کائڻ جو وڏو شوقين رهيو آهي، اُن کي اگر ڪوئي مئل جانور به ملي ويندو هو ته اُن کي باھ ۾ بچائڻ واري تڪليف گواره نه ڪندي جيسناٿين سندس ڏند ۽ ڇاڙيون ساٿ ڏينديون هُئس تيستائين پيو ڪچي گوشت کي چباڙيندو هو. فجي ملڪ جي ماڻهن کي ته سمنڊ ڪناري ڪوئي ٽن چئن ڏينهن جي مُئل وهيل مڇي يا ڪوئي ايڏو وڏو ڪو ٻيو جانور پوءِ ڀلي اُهو ڪيترن ئي ڏينهن جو مئل هجي، جي هٿ اچي ويندو هو ته اُن ڏينهن انهن ماڻهن جي عيد ٿي ويندي هئي. ساڳئي ملڪ جي ماڻهن کي اگر ڪوئي شڪار هٿ نه ايندو هو ته ڪُمين جا آنا، گهونگها، سانڊا، گلويون، ماڪوڙا ويندي ماڻهن جي مٿي واريون جون کائي ويندا هئا. ماڻهن جي مٿي جون جوئون ته هن ملڪ جي ماڻهن جي محبوب غذا هئي ڇو ته اُهي جوئون خود انسان جو رت ست پي پلجي جوان ٿين ٿيون. فجي ۾ ماڻهوءَ جو ماڻهوءَ کي کائڻ وارو ريچڪ ته ماڻهوءَ جي جوئون کائڻ کان پيدا ٿيو، ڇو ته جوئون کائڻ ۾

ماڻهوءَ جي رت وارو ذائقو آهي جو خود جوئون ماڻهوءَ جي رت جي پيداوار آهن. سنڌ ۽ پنجاب واري سرزمين تي هڏواڙ قبيلو اڄ تائين مئل جانور جو گوشت خوشيءَ سان کائي وڃي ٿو. ڪانگو ۾ اغوا ٿيل مرد عورتن ۽ ٻارن کي ڪارائي پياري متارو ڪري انهن جو گوشت ڪاڏو ويندو آهي. ٿهيٽي جو سردار ته چوندو هوته جيترو مزو گوري ڪل واري ماڻهوءَ جي گوشت ۾ آهي ايترو مزو ڪاري ڪل واري ماڻهوءَ جي گوشت ۾ڪٽي آهي. سالومن ۽ نيو گني جا سردار ته مفتوح قبيلن جي ڏڻن جا ڏڻ رڍن ٻڪرين وانگر واڙن ۾ بند ڪري انهن جي گوشت کائڻ جا پيا مزا وٺندا هئا. برازيل جو سردار  چوندو هو، آئون جنهن دشمن کي ماريندو آهيان ته ان جو گوشت فضول نموني مٽيءَ ۾ ڪو نه پوريندو آهيان ۽ نه وري ٻاهه حوالي ڪندو آهيان. دشمن جي گوشت کي آئون ڪچو ئي ڪچو کائي مزو وٺندو آهيان پر جڏهن آئون به مري وڃان ته منهنجو لاش خوامخواهه برباد ڪري نه ڇڏجو پر اُن کي عزت سان پچائي کائي وڃجو. هيءَ ته هيون اُهي ڳالهيون جيڪي اڄ کان ٻه سوَ سال اڳ تائين ماڻهن ۾ ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان رائج هيون. باقي هيڏي ساري عرصي دوران يعني 22 لک سالن کان 30 لک سالن تائين انسان تي ڇا وهيو واپريو يا انسان پنهنجي هم جنس جاندار توڙي ٻين ساهه وارن سان سُهائيندڙ يا اڻ سُهائيندڙ جيڪي سلوڪ ڪيا ان لاءِ ته صرف ايترو ئي چوڻو پوندو ته:

انت بحر دي ڪَل نه ڪائي،
رنگي رنگ ٻڌايا......



## ٻہ پيري جا پيرا

اڄ کان سادا 22 لک سال اڳ جڏهن ٻہ پيرو جاندار جنهن جو اُن وقت ڪوئي نالو ذات ڪانہ هئي جنهن جو ڪوئي معبودڪونہ هيو. جنهن جو نہ رشتو هيو نہ قبيلو. جيڪڏهن ڪجهہ هيو تہ صرف پيٽ ٻک جي پورائي جو فڪر هيو جڏهن هٿ ۾ پٿر ڪٽي سامهون ڊوڙندڙ ڳوہ تي نشانو ڇٽي خوشي حاصل ڪئي تہ ان جرئت ڪيس ٻين ساهدارن سان وڙهڻ جو حوصلو بخشيو هوندو ڇو تہ هن جا ٻہ هٿ آزاد هئا. هن سان وڏي ڪان وڏو پٿر توڙي جو بند چوري سوري ڪٽي يا ڪنهن کي هٽي ٿي سگهيو. هن جا ٻہ هٿ آزاد ٿيڻ لاءِ ٻہ ڪيس ڪيئي نسل وڃائڻا پيا هوندا ڇو تہ شروع ۾ تہ هو آس پاس جي ماحول مطابق چمپانزيز، بن مانسن ۽ باندرن وانگر ڊوڙندو وڻن تي چڙهندو ڦل ڦول ٻيرن اکڙوٽن ۽ ٻين ميون جي مند جو انتظار ڪندوهوندو ۽ جڏهن ٻيلن ۾ خزان جو دور ايندو هو وڻ ڦر ڏيڻ کان قاصر ٿي ويندا هوندا تہ هن ساهدار، زمين تي پنهنجو رزق تلاش ڪرڻ جو سوچيو هوندو، زمين تي هن پيرن سان گڏ هٿن کان ٻہ ڪم ورتو هوندو ڇو تہ هٿن سان ڪم ڪرڻ ۽ هٿيار طور ڪنهن لٺ پٿر ڪي استعمال ڪرڻ بن مانس پولڙي ۽ چمپانز ڪي ٻہ ايندو هيو پر هن جي جنس رِڇ ۽ مم کان مختلف هئي ان ڪري هن جي هٿ سان اڇلايل هٿيار ۾ سگهہ هئي. جيئن تہ هن جو نشان پختو هيو ان ڪري هيءَ باقي ماحول جي هڪ جهڙن ساهدارن کان خاصيتن ۾ مختلف هيو. ڪيترن ئي نسلن ضايع ڪرڻ بعد هيءُ ايو ٿي هلڻ سکي ويو، جنهن ڪري سندس رفتار ۾ تيزيءَ ۽ جسم ۾ ڦڙتي

اچي وئي هئي. قانون فطرت موجب نسل جي واڌ ويجهہ لاءِ جيئن پين جانورن ۾ جوڙي جوڙي نر ماده ۾ هم آهنگي پيدا ٿي تہ هن ۾ بہ فطرتي طور اها شيءِ موجود هئي پر ٻار جي سنڀال هر جاندار وانگر ماءُ جو ڪم هيو مرد ٻارن ڪان بي نياز هيو. ان ڪري ٻارن جي سنڀال جو ڪم هن جي ماده تي ئي هيو ۽ خانہ بدوش جانورن وانگر هڪ هنڌ هر گز ڪونہ گذاريندو هو. تلاش روزي لاءِ جهنگلن، ڀهاڙن، دريائن، ڍنڍن ۽ واهڙن جا ڪيئي تڙ ڪيس تانگهيٽا پونداهئا. پر هن جي ماده جيڪا ٻار ڄڻ واري ڏينهن لاءِ ٻين پکين ۽ جاندارن وانگر وڻ جي تمام مٿاهين ڏارن مٿان ڪانين ۽ ڪانن جو تمام مضبوط مَنڍ يا ڀيهو ٺاهي ان ۾ ايستائين گذاريندي هئي جيستائين سندس ڇٽيل ٻار پيرين ٻرُ ٿي. گهمڻ ڦرڻ جهڙو ٿئي. انسان۾ لاشعوري طور ڪٿنبي رٿا تڏهن ذهن ۾ پيدا ٿي جڏهن هڪ ئي ماءُ جا ڇٽيل ٻار ماءُ جي ممتا واري ڇانوَ ۾ هڪ ٻئي سان پيار ڪرڻ ۽ اهنجي سهنجي مڙي مَچ ٿيڻ جي عادت سکيا هوندا ۽ وڏي ٿيڻ بعد هڪ ئي ماءُ جا ڇٽيل ٻار فطري جبلت جي اثر کان متاثر ٿي نسل جي واڌ ويجهہ وارو لاشعوري عمل يعني هڪ ٻئي سان جنسي لاڳاپا ڳنڍڻ۾ بہ دير ڪونہ ڪندا هئا ان وقت نہ رشتن جانالا هئا نہ انهن جي سڃاڻ هئي ۽ نہ وري ڪو ڏوهہ هيو نہ ثواب، ڇو تہ انهن ڏينهن ۾ نہ ڪوئي عابد هيو نہ معبود، نہ ڪوئي حادي هيو نہ رهبر، هڪ لا اُبالي زندگي هُئي جيڪا پکين ۽ جانورن وانگر کائو پيئو زنده رهو، جي سوچ تائين محدود هئي. ماءُ جي جهولي وٽان ڪٽنبي رٿا شروع ٿيل حضرت آدم ڪانپوءِ بہ لکين سال جاري و ساري رهي ڇو تہ ڪتاب پيدائش ۾ آيو آهي تہ حضرت آدم عليہ السلام بہ نسلي واڌ ويجهہ لاءِ پيڻ ڀائرن جون پاڻ ۾ شاديون ڪرائيندو هو. ٽي هزار ڪان پنج هزار ورهيہ ق.م يونان جا مشهور ديويون ۽ ديوتا، زيوس، اپالو، افروڊائيٽ، پوزيڊان ۽ ٻيا پنهنجي ڀيڻن، ڌيئرن ۽ پڦين سان اڪثر شاديون ڪندا هئا. سڪندر مقدوني 326 ق.م جي جرنيل ٽالمي جي

اولاد جن مان قلوپطره مصر جي راڻي جي حيثيت ۾ شهرت ماڻي اُن جي خاندان ۾ ڇهن پيڙهين تائين ڀيڻ ڀائر پاڻ ۾ شاديون ڪندا رهيا. اها ٿي اُن ماءَ جي ڏنل جبلت هئي جنهن جهنگلي جانورن جي خوف کان پنهنجي ڇٽيل ڪي بچائڻ لاءِ اتاهين کان اُتاهين وڻ تي پنهنجو مڏ ٺاهيو هيو پر فطرت جي ڏاڍاين برساتن، طوفانن، زلزلن، سردين گرمين ۽ برفاني طوفانن جون لکين سال اذيتناڪ سختيون برداشت ڪرڻ کان بعد حالات ۽ موسمن جو مقابلو ڪري نه سگهڻ ڪري وڻن تان لهي جبلن جي اونداهن غارن ۾ وڃي انسان پناهه گزين ٿيو. ڇو ته وڻن جي مڏن ۽ پيهن جي مقابلي ۾ جبلن جا غار انسان ذات لاءِ وڌيڪ محفوظ هئا پر وڻن تي رهائش واري زندگي کان غارن واري زندگي ۾ اچڻ انساني ذهن جي اها وڏي ۾ وڏي سوچ ۽ ارتقا هئي، جتي انسان جي گهٽن خوفن کائڻ کان ذهن واندو ٿيڻ لڳو هو. جڏهن ذهن گهٽن خوفن کان واندو ٿيو ته هن پنهنجي آس پاس گهمندڙ ڦرندڙ درنده صفت جانورن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ به سوچيو. هٿ ۾ پٿر ڪٺي اڇلائڻ يا وڻ جي ڪنهن ڏار کي هٿن ۾ جهلي ڪنهن جانور کي هٽڻ پنهنجو دفاع ڪرڻ انسان وٽ اها سوچ غارن ۾ رهڻ کان بعد پيدا ٿي. غارن ۾ رهي انسان مستقبل لاءِ کهڙيون کهڙيون ڪارگر منصوبه بنديون ڪيون، اهو سڀ ڪجهه ايندڙ بابن ۾ پڙهي سگهو ٿا پر في الحال انسان وڻن تان لهي غارن ۾ محفوظ ٿي رهڻ جو آئينده لاءِ زنده رهڻ جو وڏو معرڪو فتح ڪري چُڪو هيو. شروعاتي انسان جنهن پاڻ کي ٻين ساهدارن کان الڳ سمجهڻ ۽ انسان چورائڻ ۽ سمجهڻ لاءِ به لکين سال لڳي ويا. هن جاندار جي انسان ٿيڻ واي پڪي شاهدي تازو عالمن کي ايٿوپيا جي بيابان ۾ تحقيق ڪندي حاصل ٿي آهي جنهن جي عمر اڄ کان پنج لک سال پراڻي آهي، جنهن مان ثابت آهي ته اڄ کان پنج لک سال اڳ ايٿوپيائي صحرا اڄ جهڙو بيابان يا ويران دشت ڪونه هيو پر اهو صحرا وڏو سرسبز ۽ شاداب هيو جتي هر قسم جو جاندار سک ۽

آرام جي زندگي بسر ڪري ٿي سگهيو. ايٿوپيائي بيابان ۾ سائنسدانن جي تحقيق ڪندڙ ٽيم کي صحرا جي هيٺانهين تهن مان پٿر ۽ جانورن جي هڏن جا ٺهيل اهڙا اوزار مليا آهن جن سان انسان گڏجي سڏجي پين جانورن جو شڪار ڪري ان جي کل لاهي گوشت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ورهائي کائيندو هو ۽ هڏن مان مک ڪيڻ جا پڻ اوزار آرڪيالاجي ماهرن کي هٿ آيا آهن. ماهرن جو خيال آهي ته هن طرح ايترو شڪار ڪرڻ لاءِ انساني گروهن کي وڏي محنت ڪرڻي پوندي هوندي اول ته زمين ۾ اهڙا کڏا کوٽيندا هوندا جنهن ۾ پوڻ سان جانور ٻاهر نڪري نه سگهي پوءِ ان کي نرم نرم ڪکن ۽ ڪانن سان ڍڪيندا هوندا پوءِ هڪ طرف ڪنهن قسم جا آواز ڪندا هوندا ته جانور تاهم ڪائي ڪڏن طرف ڊوڙندا هوندا ۽ ڊوڙندي ڊوڙندي ڪڏن ۾ ڪري پوڻ سان وحشي انسان جي هٿن هٿان شڪار ٿي ويندا هوندا. شڪارڪرڻ جي اها پهرئين اٽڪل هئي. اهڙي ئي طرح سان جتي جتي ڪيس سازگار ماحول ملندو ويو اُتي اتي انساني واڌ ويجهه تيزي سان ترقي ڪرڻ لڳي.

سوير واري عنوان ۾ آئون راما پيٿڪ دور ۽ ان دور جي جاندارن جو مختصر احوال ڪري آئي آهيان، جنهنجو پيرڊ آءُ ساڍا 22 لک سال ٻڌائي آئي آهيان پر انهيءَ ڊگهي عرصي کان پوءِ پنج لک سال اڳ ٻن پيرنَ تي هلندڙ شڪار ڪندڙ وڏيون ڪيهون ۽ آواز ڪندڙ جاندار جو پتو ايٿوپيا جي صحرائن مان پوي ٿو. ان کان اڳ ۾ پاويهه لک سالن تائين وچ تي ڪوئي نئون پيرو ڪونه ٿو ملي جنهن مان سمجهجي ٿو ته ساڍا 22 لک سالن کان شروع ٿيل راما پيٿڪ دور 5 لک سال تي ختم ٿئي ٿو جتان هڪ نئين دور جي شروعات ٿئي ٿي جنهن کي ماهرن پيلوليٿڪ دور جو نالو ڏنو آهي جنهن جي عمر عالمن هڪ لک ويهه هزار سال ٻڌائي آهي. يعني اڄ کان هڪ لک ويهه هزار سال انسان ٻن پيرن تي اُٿي هلڻ ۽ هٿ ۾ پٿر ڏنڊو يا ڪنهن جانور جو تيز چهنب

هڏو هتيار طور ڪٺي غارن ۽ چُرن ۾ محفوظ زندگي گذارڻ ۾ مصروف رهيو هوندو.

ڪاهوڙين جي ڪيرين ڏرتيءَ جو ڳر ڳر اٿلائي انسان جي قديم رهائشي چرن ۽ غارن جو ڏس پتو لڌو آهي. اتان مليل نشانين ڪي نون اوزارن جي مدد سان پرکي پرجهي پوءِ فتوائون ڏنيون آهن تہ انسان اڄ جي اشرف المخلوق وارو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ لکن سالن جي جدوجهد کان بعد ايڏا وڏا جهيل جهيلي پوءِ مس اتي پهتو آهي. ان ڪاهوڙڪي ڪير (ولر) جي بدر ابڙو ڪي بہ سنڌي ماڻهو وساري نٿا سگهن جنهن "ماڻهو" نالي ڪتاب ۾ اُنهن چرن غارن ۽ روڻن جون تصويرون ۽ احوال ڏئي سنڌ ڌرتيءَ کي بہ دنيا جي باقي حصن ۾ ياڳي پائيوار ڪري ڇڏيو آهي، تہ انساني پيدائش ۾ سنڌ ڌرتيءَ جو بہ وڏو حصو آهي جتي لکين سال اول ماڻهو پرورش پائي جوان ٿيو جن ۾ گوربندي جبل ۾ آدم جو ڏر، ڪرچات جبل ۾ چمڙن وارو غار،ا روڙ ۾ ڪالڪان ديوي جو غار، گنجي تڪر ۾ ڪالي مندر جو غار، رني ڪوٽ جا مختلف غار، بلوچستان ۾ ملوي زوب لڳ جبلن اندر نهيل پتراوان اجها يا گهر، پير پٺي لک ساميءَ جو غار، ڪنجي وارو غار، ٽيڪسلا جا غار، سيوهڻ جو يڪٿنيي غار، مڪلي جي ٽڪري وارو غار جيڪو زمين اندر آهي. مڪلي وٽ ٻيو نمبر زمين دوز غار، اروڙ وٽ چچ جو غار، گوندراٺين وارن غارن جا بہ نمونا، راڪاس جو روٽو نمبر 1، 2، 3، نينهن ٽڪريءَ وارا ٿاڪرو اجها، گوادر لڳ ڪوهہ باطل وٽ بہ جاڙيون غارون، ڪارونجهر جا غار، مڪلي تي ڪالي مندر جو غار، ڪاٺي وارن غارن ۾ 1، 2، 3 نمبر گنجي تڪر ۾ غار نمبر 1، 2، 3 لڪي جبل ۾ آمري غار، لڪي جبل ۾ آمري ويجهو 80 ميٽر اونهو بزن جو غار، لڪي ۾ تهہ خانہ واري غار، ٽِڪسلا ۾ هارو ندي لڳ خانپور غار وغيره. مطلب تہ جن ماڻهن راتين جون ننڊون ڦتائي حالتن ۽ موسمن .جا ڏاڪيڙا سهي انسان ۽ انسانيت تي هيڏا سارا ڪشت ڪٽيا آهن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ جو

مان مٿاهون ڪيو آهي انهن ڪيرون تہ خوب لهڻيون باقي ٻيو سنڌي ماڻهن وٽ ڇا آهي جيڪو سنڌن نالي ڪري ڇڏين چو تہ اسان جڏهن بہ انگريزي ڪتابن ۾ انسان ۽ انسانيت بابت پڙهندا آهيون، انهن ۾ هر هڪ يورپي محقق جو حوالو ۽ انساني ارتقا ۾ روم، اٽلي، جرمني، شام، روس، چائنا ۽ جاپان، ٿائي، انڊونيشيا، سري لنڪا، نيو گني، ايٿوپيا ۽ ٻين افريڪي ملڪن جا ئي نالا مليا آهن تہ لکين سال اول انسان جي پيدائشي پرورش جا اهي ئي ملڪ ۽ ماڳ هئا. سنڌ جنهن لاءِ حضرت علي چيو هو تہ ان ملڪ مان علم جو سج اڀرندو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن چيو تہ سنڌ مان مونکي ٿڌڙي هير ٿي اچي تہ پوءِ جڏهن ڊاڪٽر سڪندر مغل، بدر ابڙو، ايم. ايڇ. پنهور، تاج صحرائي، ڊاڪٽر محبت برڙو، ڪليم لاشاري ۽ ٻين جاڪوڙي سنڌين کي پڙهندي آهيان تہ پڪ ٿي ويندي اٿم تہ سنڌ اڄا سنڌ ڪانہ ٿي آهي، ڪاهوڙڪي ڪير ۾ ڪمي ڪانہ آئي آهي. سنڌ جي خوشبوءِ اڄا بہ ڏيهون ڏور تائين پنهنجا هڳاءَ ٻئي وکيري. سنڌ جي مٿان سج جي اڀرڻ وارا ڪرڻا اڄا مڌم ڪونہ ٿيا آهن. سج ساڳيو ئي متر آهي، مهر آهي. اَهو رامازدا آهي ۽ سنڌ اَهائي ماتا ديوي آهي. جيڪا اڄ بہ ديويون ۽ ديوتا ڄڻڻ ڪان ڪين ٿڪي آهي سنڌ اڄا تائين اَشا آهي. سنڌيا آهي. انڊيا ۽ انڊيڪا آهي.



## فطرت جي اَکَ ٻوٽ

ساڍا چار کان پنج ارب سال جيڪو ڌرتيءَ تي وهيو واپريو اُهو اندازو تہ اجا انساني ذهن کان ڏاڍو مٿيرو آهي ان کي سمجهڻ لاءِ اِهو ضروري آهي تہ بقول ڊاڪٽر سڪندر مغل جي تہ جڏهن انسان پنهنجي دماغي صلاحيتن جي سَوَ فيصد قوتن کي استعمال ۾ آڻيندو تہ پوءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪيس ڏيو پئجي ويندو باقي في الحال تہ انسان پنهنجي ذهني صلاحيتن جو صرف 15 فيصدُ استعمال ڪري سگهيو آهي. اُن ڪري پنج يا ڇهہ ڪروڙ سال کان اڳتي انسان جي تحقيق واري ڊاڙ ديواني جي گار ئي ٿي سگهي ٿي. باقي ڇهہ ست ڪروڙ سالن کان جڏهن ڌرتي مڪمل طور نري تہ سندس مٿاڇري تي جبلن برفن ۾ سمونڊن پنهنجو وجود مڃائڻ شروع ڪيو تہ اُن اهڃاڻن جي آثار تي جيڪي اجا تائين موجود آهن انهن تي تحقيق مان ڪجهہ نہ ڪجهہ جو ٽُڪ ملائي انساني زندگي بابت ٿورو ڪي گهٽو چوڻ هرون پرون مبالغو نہ هوندو. جيئن آءُ هن کان اڳ وارن عنوانن ۾ مختصر طور انسان جي پن پيرن تي هلڻ جي ڳالهہ ڪري آئي آهيان تہ اهو دور اج کان سترهن يا ساڍا ارڙهن لک سالن جو دور آهي. جنهن جا ڪي پراٺا هڏا. هڏان وان پيجرا ۽ پنڊ پاهڻ ملي چُڪا آهن جن جي آثار تي آرڪيالاجي وارن جي محنتن کي ميٺو ۽ داد ڏيٺو پوي ٿو پر ڌرتي خود بہ هڪ خودمختيار گره ڪونہ آهي جيڪا پنهنجي مرضي سان سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿي. ڌرتي تہ ڪشش ثقل جي سگهاري قوت وسيلي سج جي غلام ۽ ٻڌي ٻانهي آهي. جيڪا سج جي هڪ ڪروڙ چاليهہ لک

ڊگري گرمي پد جي بي انتها قوت ڪشش ثقل جي ڪري 35 هزار ميل في منٽ جي رفتار سان 365 ڏينهن ۾ سج جي چوڌاري پنهنجو چڪر پورو ڪري موسمن جو اُتار چڙهاءُ حاصل ڪري ٿي پر جيڪڏهن سج ۾ ڪي وڏيون مقناطيسي تبديليون اچن ٿيون ته انهن تبديلين جو براه راست اثر ڌرتيءَ تي پوي ٿو جنهن ڪري ڌرتيءَ تي موسمن جي وڏي ڦيرڦار اچڻ شروع ٿئي ٿي جنهن ۾ گرمي يا سردي جو بي انتها وڌي وڃڻ واري عمل ڪي به رد ڪري ڪونه ٿو سگهجي جنهن ڪري گذشته سترهن، ارڙهن لک سالن ۾ ڌرتيءَ تي وڏا برفاني طوفان آيا آهن ۽ وري گرمي جا دور آيا آهن جنهن ڪري برفاني طوفان ڳري سمنڊن جي صورت وٺندا رهيا آهن. هن دور کي عالم پيلوليٽڪ يا پيلوسين دور چون ٿا ته پيري انسان جي يادگيرين ۾ محفوظ رهڻ وارو اهو پهريون برفاني دور هيو جيڪو اڄ کان پورا ارڙهن لک سال اول آيو. پر بدر ابڙو پنهنجي ڪتاب "ماڻهو" ۾ انهي برفاني طوفان جي شروعات اڄ کان 50 لک سال اڳ ٻڌائي آهي. طوفان جي شروعات اتر قطبن کان ٿي ۽ ڏکڻ طرف وڌڻ لڳو، جنهن ڪري پورو يورپ ۽ ايشيا جو گهڻو حصو طوفان جي لپيٽ ۾ اچي ويو باقي ڪي ايشيا جا ڏاکڻا ملڪ مثلاً سريلنڪا، سنڌ جو ڏاکڻيون پاسو بمبي وارو حصو، بنگلاديش، برمان، ويتنام ۽ جاپان جا به ڪجهه حصا ان طوفان کان بچيا هئا ان ڪري پوري ايشيا جا ماڻهو توڙي جانور پرڏيهي پکين وانگر انڌا ڌنڌ ڏکڻ ايشيا ۽ آفريڪا طرف نقل مڪاني ڪندا رهيا. پر ان نقل مڪاني جو اثر ڪوئي هڪ سال، پنج سال يا پنجاهه سال ته ڪونه هيو. هيءُ برفاني طوفان پورو هڪ لک سال مٿي ذڪر ڪيل ڌرتي مٿان پنهنجون ڦهري ڪاروايون وسائيندو رهيو ۽ ساهه وارو جيئڻ لاءِ جدوجهد ڪندي ڏکڻ وارن ملڪن ڏانهن ڊوڙندو رهيو. تڏهن ته جديد ماهرن جو خيال آهي ته انسان سڀ کان اول آفريڪا ۾ پيدا ٿيل محسوس ٿئي ٿو بر حقيقت ائين ڪونه آهي. حقيقت هيئن آهي ته انسان پوري ڌرتيءَ تي

جتي كيس سازگار ماحول مليو اتي وڌيو ويجهو پوءِ اهو يورپ هجي توڙي ايشيا، آسٽريليا هجي توڙي انڊونيشيا ۽ آفريڪا پر هن طوفان كيس زبردستي خطِ استوا جي ڏکڻ طرف ڊوڙڻ ۽ پناهه وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو. جو برفاني دور جي بي انتها ٿڌ ڪنهن ساهدار جي برداشت کان مٿي هئي. پڙهندڙ ماڻهو اندازو لڳائي سگهن ٿا ته طوفان واري هڪ لک سالن ۾ ڪيترا انساني نسل ۽ ٻيا جاندار جن اچي آفريڪا ۾ پناهه ورتي هوندي ان دوران هتي ڪيترا ماڻهو بچيا هوندا ۽ ڪيترا ماڻهو مري غرق ٿي ويا هوندا. هاڻي جڏهن جديد دور جي ماهرن ڌرتيءَ جي هنڌ هنڌ جون کوٽايون ڪيون آهن ۽ انهن کي ست اٺ لک سال جا پراڻا هڏا ۽ مٽي جون ڪوپريون ۽ ڏندن جون چاڙيون، سماترا ايٿوپيا مان مليون آهن ۽ سندن قدامت جو اندازو ڪاربان ٽيسٽ تي ڪيو اٿن ته اهو مفروضو قائم ڪري ڇڏيو اٿن ته اصل انسان جو پيڃو آفريڪا کان شروع ٿيو جيڪا بلڪل خام خيالي آهي. انسان جو پيدائشي جيوَ پوري ڌرتيءَ تي سازگار ماحول ملڻ سان هنڌين ماڳين پنهنجي پيدائشي حيثيت قائم رکي آهي. هن پهرئين طوفان جو اثر هڪ لک سالن تائين قائم رهيو جنهن کان بعد ڌرتي جي موسم معتدل ٿي وئي برف اتر قطبن ۽ ڏکڻ قطبن تي جبلن جي صورت ۾ جمع ٿي وئي ڏکڻ قطب ۾ ته اڄ به ايتري برف جمع ٿيل آهي جو اُن کي رجائي پاڻي ڪجي ته پوريءَ ڌرتيءَ جي مٿاهين کان مٿاهين هنڌ تي به 60 گز پاڻي جمع ٿي وڃي. انهيءَ طوفان کان بعد بچيل ڪچيل انساني نسل واري ساهدارن پنهنجي جيئڻ جا جتن ڪرڻ شروع ڪيا اڳي جو انسان جهڙي جاندار وٽ جيئڻ جو سهارو وڻن تي پاراٺا ۽ مڏ ٿاهي جيئڻ هيو تن برف ۽ آسماني مصيبتن کان محفوظ ٿيڻ لاءِ جبلن اندر قدرتي ۽ هٿراڏو غار ٺاهي وڏڻ ويجهڻ شروع ڪيو ته وري اڄ کان ڇهه لک سال اول ٻيو برفاني طوفان آيو جنهن جي شدت ذرا اڳئين طوفان کان گهٽ هئي ان ڪري هن طوفان ۾ انسان جي لڏ پلاڻ اڳي کان ڪافي قدر گهٽ ٿي ڇو جو

پهرئين طوفان جي ڪري انساني نسلن يورپ وارن سرد علائقن جي بجاءِ گرم علائقن ۾ رهڻ کي وڌيڪ اهميت ڏني. هيءُ طوفان به ٽيهه پنجتيهه هزار سال رهڻ کان پوءِ ختم ٿي ويو ۽ ڌرتيءَ تي نئين سر سمنڊن دريائن وهڻ شروع ڪيو. نوان سلا ڦٽيا. ساري ڌرتي ساوڪ سان ٽمٽار ٿي وئي ننڍا وڏا چرند پرند نئين سر وڌڻ ويجهڻ لڳا جنهن ۾ نسل انساني به پيش پيش هيو.

برف جو ٽيون طوفان پوڻا چار لک سال اول وري ڌرتيءَ تي آيو پر ان جي شدت پهرئين ۽ ٻئي طوفان جي نسبت گهٽ هئي اجا انهي طوفان کان ساهوارن ساهه مس پٽيو ته اج کان اڍائي لک سال اڳ وري برف جو چوٿون طوفان آيو. جنهن پوري يورپ کي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو. ايشيا جا به اتريان حصا، روس جا ڪجهه حصا چين جا به اتريان پاسا ترڪي، ايران جا اتريان پاڳا شام ۽ لبنان متاثر ٿيا پر ماڻهو غارن ۾ حفاظت جا عادي ٿي ويا هئا تنهن ڪري ڪين گهٽ تڪليف پهتي ان کي پٿر جو پيو ۽ ٽيو دور چيو وڃي ٿو. ان پٿر جي نئين دور تائين انسان شڪار ڪري انهن جانورن جي کلن کي جسم تي پائڻ ۽ غارن ۾ باهه ٻاري گرم ڪرڻ ۽ گوشت کي ٽاندن تي پچائي کائڻ سکي چڪو هو. پر ڪنهن به هٿيار ناهڻ جي لائق ٿي ڪونه سکهيو هو بيجلم مان پٿر جي دور جي غار مان انسان جو هڪ هڏائون پيجرو مليو آهي جنهن جي پرسان هٿيار طور هرڻ جو سڱ پرسان پيل آهي. جنهن مان سمجهجي ٿو ته پٿر واري نئين دور تائين انسان اجا تيرُ ڪمان به هٿ ۾ ڪٿي ناهي ڪونه سکهيو آهي. تاريخ جي عالمن ٻڌايو آهي ته پٿر جي چوٿين دور کان پوءِ طوفان ته وقفي وقفي ايندا رهندا هئا مگر جيئن ته انسان طوفانن ۾ به غارن ۾ رهڻ جو عادي ٿي ويو هو ۽ ٻي ڳالهه اها ته هاڻي وارا طوفان پهرين ڇئن پنجن طوفانن جهڙا نه زبردست هئا نه وري گهڻو وقت جٽاءُ ڪندا هئا ان ڪري ڌرتيءَ جي هندين ماڳين غار انسانن جي زندگي جا مستقل مسڪن بڻجي چڪا هئا باقي برفاني طوفان ته هر دور

۾ ايندا رهندا هئا آخري برف جو طوفان 12 صدي عيسوي ۽ 15 صدي عيسوي ۾ بہ آيا هئا. جن جو سنڌ تائين بہ اثر پيو هو، جو ڪجهہ سالن لاءِ سياري جي مند ۾ سنڌ اندر ننڍا ننڍا تلاءُ پاڻي جا ڍٻا ۽ پاڻيءَ سان ڀريل مٽ ۽ دلا برف تي ڄمي ويندا هئا. 11 ۽ 12 صدي عيسوي ۾ تاتارين جا حملا ۽ 15 صدي عيسوي ۾ بلوچ قبائلين جون سنڌ طرف هجرتن جو مکيہ ڪارڻ بہ سندن علائقن يعني وچ ايشيا ۾ سردي جو زور وڌي وڃڻ هيو. اڄ کان سترهن ارڙهن لک سالن جي برفاني طوفانن ۾ موسمن جي اٿل پٿل واري مسلسل عمل جي ڪري ماڻهن جي پيچ ڏک ۽ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين نقل مڪاني مان کين ڪي وڏو فائدو اهو ٿيو جو انسان هڪ ٻئي جي ٻولي مان لفظن جو نقل ڪندو پنهنجي ٻولي کي وسعت ڏيندو رهيو. جنهن جي ڪري ڌرتيءَ تي نيئن نئين ٻولين ۽ لفظن جو وجود قائم ٿيڻ لڳو ۽ جدا جدا ٻوليون معرضي وجود ۾ اچي ويون جن مان ڪي هلندي هلندي وسعت پائينديون رهيون ۽ ڪي پنهنجو وجود وڃائي نئين ٻولي ۾ ضم ٿينديون ويون.

انسان ذات تي تحقيق ڪندڙ سنڌي عالمن مان ڊاڪٽر سڪندر مغل کان پوءِ نالي واري وڏي اديب ۽ سنڌ ماءُ لاءِ جاڪوڙيندڙ ڪاهوڙي محترم "بدر ابڙو" پنهنجي ڪتاب "ماڻهو" ۾ انساني ارتقاتي آخر ۾ پنهنجي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، "ماڻهن ۽ بن مانسن جي ابن ڏاڏن جي هن ڊگهي ڪهاڻيءَ ۾ صاف طرح ڏسجي ٿو تہ راما پيٿڪس نالي مخلوق کان وٺي هڪ سلسلو شروع ٿيو آهي جنهن جي وچ جون ڪيتريون ئي ڪڙيون گم ٿيل آهن. ان جي باوجود اِهو سلسلو نيدر ٿال ۽ ڪرو مينگنان کان ٿيندو جديد ماڻهوءَ سان اچي ڳنڍجي ٿو. ڌرتي مٿان لڳاتار برفاني طوفانن ۽ لڳاتار لکين سال سرد هوائن هر جاندار جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هو. پر ماڻهوءَ سان جُٽ مڙيوئي سرس هئي جو سندس جسم تي نہ رڇ ۽ بن مانس جهڙا وڏا وار هئا نہ وري نانگ

وانگر قدرتي کل مليل هيس، جيڪا سندس ماحول کان کيس محفوظ رکي سگهي ها. انسان جو اُگهاڙو جسم گرميءَ جي پيڙ ته ڪنهن وڻ هيٺان ويهي پچائي ٿي ويو پر سردي واري سختي بنا اجهي گذاري جيئڻ سندس وس کان ٻاهر هيو. ان ڪري کيس سرديءَ کان محفوظ اجهي جي سخت ضرورت هئي. آس پاس جي ماحول ۾ سندس جي نظر جبلن جي غارن تي ئي پئجي ٿي سگهي جيڪي زندگي جي جيابي جو واحد ذريعو ٿي پئي سگهيا ان ڪري ماڻهو وڻن ۽ ميدانن کي ڇڏي غارن جي طرف ئي متوجهه ٿيو. غارن ۾ پهچڻ بعد انهن کي گرم ۽ روشن رکڻ لاءِ ڪنهن سچ جهڙي قوت جي ضرورت هئي جيڪا قوت گرمي ۽ روشني ته ڏئي ٿي سگهي پر اُها سندس وس کان ٻاهر ڳالهه هئي ته رات جو چار پهر به اها قوت انسان جي اجهي ۾ گذاري سگهي. جنهن لاءِ انسان باهه جو سهارو ورتي ٻيلن ۾ پرندڙ جبلن مان باهه جا ٽانڊا ڪٺي چُرون گرم ۽ روشن ڪرڻ شروع ڪيون نه صرف باهه مان ماڻهو چرون گرم ۽ روشن ڪيون پر چُرن جي منهن تي باهه جا وڏا مچ ٻاري جهنگلي جانورن کان به تحفظ حاصل ڪري ورتو هو. هندستان جي ڏاکڻي صوبي "مديه پرديش" جي قديم ڪتابن ۾ باهه بابت روايت ٿيل آهي ته آسمان تي ديوتائن جي پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهه تان ناراضگي ٿي پئي هئي جنهن تي هڪ ديوتا، باهه جو اولانبو ڪٺي پئي ديوتا کي اڇلائي هنيو. جيڪو اولانبو ديوتا کي لڳڻ جي بجاءِ ڦرندو ڦرندو اچي زمين تي ڪريو ۽ اُها زمين هئي ضلع "گوندواڻا" جي ترائي جتي ٻيلا تمام گهاٽا هئا. جنهن ڪري ٻيلن کي باهه وڪوڙي وئي جنهن باهه تان باقي دنيا وارن ٽانڊا ڪٺي وڃي پنهنجا پنهنجا غار روشن ڪيا هئا.

هندستان جي جديد سائنس جي ماهرن انهيءَ روايت تي تحقيق ڪندي ثابت ڪيو آهي ته اج کان 20 ڪروڙ سال اڳ گهڻي گرمي سبب ضلعو گوندواڻا جي ترائي وارن ٻيلن ۾ جيڪا باهه لڳي هئي، ان باهه جي اثر هيٺ هند ۽ سنڌ جا جملي ٿي هزار ٻيلا سڙي ويا هئا. چُرن ۾

انسان جي رهائش ۽ باهہ تي ڪنٽرول جو وقت لڳ ڀڳ ساڍيو آهي جيڪو حساب ۾ لکن سالن ڪان مٿيرو آهي جو تہ غارن جي زندگي کي عالم پٿر جي دور واري زندگي جي نالي سان ياد ڪن ٿا وري پٿر جي دور واري زندگي کي مختلف دورن ۾ شمار ڪيو اٿن. جن ۾ چندي چاٽي ماهرن ست دور مقرر ڪيا آهن.

پهريون دور: جنهن کي "پرڪلين" دور چيو وڃي ٿو تنهنجي عمر ساڍا ٽي لک سال مقرر ڪئي وئي آهي جنهن ۾ انسان صرف قدرت جي ٺهيل شين تي ئي اڪتفاءُ ڪيو ۽ اُن ۾ ڪابہ ڦيرڦار ڪانہ ڪئي.

ٻيو دور: ٽي لک پنجويهہ هزار سالن جو چيو وڃي ٿو جنهن کي "پٿي ٽراپس" نالو ڏنو ويو آهي جنهن ۾ ماڻهو کي پٿر هٿ ۾ جهلڻ، اڇلائڻ ۽ تکو ڪرڻ جو هُنر ايندو هو.

ٽيون دور: اڄ کان ٻہ لک پنجويهہ هزار سال اڳ جو ٻڌايو وڃي ٿو جنهن ۾ يورپ جاپان، چين، آمريڪا. گرين لينڊ. ميڪسيڪو. وچ ايشيا ۽ سنڌ ماٿر جي ماڻهن پٿر مان متر‌ڪو، آري، رندو ۽ نيزن جون اٽيون ٺاهي ورتيون هيون.

چوٿون دور: اڄ کان هڪ لک ويهہ هزار سال اڳ وارو دور آهي جنهن کي نيندر ٿل انسان وارو دور چئجي ٿو. جنهن ۾ پٿر منجهان ماڻهوءَ سٺيون سٺيون شيون ٺاهي ورتيون هيون.

پنجون دور: انسان جو غارن ۾ اڄ کان 75 هزار سال اڳ جو درو چيو وڃي ٿو، جنهن ۾ هن پٿر جي هٿيار ٺاهڻ ۾ سٺي مهارت حاصل ڪري ورتي هئي ۽ ڪانياٽي بہ استعمال ڪري سگهيو ٿي اهو دور گرو ميگنن انسان وارو دور چيو وڃي ٿو.

ڇهون دور: اڄ کان سٺ هزار ورهيہ اڳ جو دور آهي جنهن ۾ انسان هڏن مان نوڪدار شيون، سُيون ۽ ٻيون شيون ٺاهي ورتيون هيون.

ستون دور: اڄ کان انيتاليهہ کان پنجاهہ هزار سال اول جو دور

آهي هن کي تهذيب وارو دور چيو وڃي ٿو. هن ۾ انسان زراعت ۽ ڏنارپي جو هنر سکڻ شروع ڪيو هو. اول جانورن جي کلن سان بعد ۾ رڍن ۽ ٻڪرين، اُٺن جي وارن ۽ ووڻن مان ڌاڳو ٺاهي جسم جي پوشاڪ تنبن جا حصا ۽ ٻيون ايجادون ڪرڻ شروع ڪيون هيون. هن ئي دور ۾ انساني زندگي ۾ وڏو انقلاب آيو هو ته انسان شڪار تي گذران ڪرڻ بجاءِ زراعت جي سهاري جيئڻ جا وسيلا ڳولي ورتا هئا.

آثاري قديمہ وارن عالمن کي هن دور ۾ انسان جي خوراڪ ۾ ڪڻڪ جوئر ۽ ٻاجهر کان علاوه مختلف ميون جي ڪاشت جا اهڃاڻ مليا آهن جن ۾ ڪاٺ منجهان هر ٺاهڻ جا پڻ نشان مليا آهن جنهن جي ثابتي ڪين هن طرح ملي آهي ته سئيزرلينڊ جي هڪ غار ۾ ڪين اهڙي تصوير ملي آهي جنهن ۾ ٻن ڏاندن سان هر هلائيندي ماڻهو نظر اچي رهيو آهي. اُنهن ڏينهن کان اڄ جي ويجهڙائي وارن ڏينهن تائين زمين کي ايتري ته طاقت هئي جو ساڍا پنج سوَ ق. م هيرو ڊوٽس ڳالهہ ٿو ڪري ته بابل ۽ سمير وارن جي پوکيل ڪڻڪ ايتري ته پلي ٿيندي هئي جو ڪڻڪ جو ٻن منهنجي چٽن آڱرين کان بہ ويڪرو هيو. 326 ق. م جڏهن سڪندر مقدوني سنڌ ۾ آيو هو ته سڀيءَ وٽ ڪپهہ جو فصل ڏسي چيو هئائين ته سنڌ ۾ اُن وڻن ۾ ٿيندي آهي ڇا جو ماڻهو وڻن تي چڙهيا اُن پٽي رهيا آهن؟ جنهن تي سنڌ جي ماڻهن کيس سمجهايو هو ته اها وڻن ۾ اُن نہ بلڪ ڪپهہ آهي جيڪا زمين جي ايڏي پلائي سبب پوک يعني وونڻن کي ايتري ته طاقت ملي آهي جو وونڻ وڻ ٿي ويا آهن ۽ ماڻهو وونڻ تي چڙهي ڪپهہ چوندا ٿا. ڀٽائي صاحب بہ انهيءَ دور جي وونڻن ۽ ماڻهن بابت تڏهن ته هن ريت چئي ڏنو هو تہ:

نہ سي وونڻ وڻن ۾ نہ سي ڪا تاريون
پسيو بازارون هيئون مون لوڻ ٿئي.



## ڍو بنا ڍولا ڪانهي ساڃاهہ سونهن جي

هڪ سنڌي چواڻي آهي تہ پيٽ ۾ "لَل" (ڳيو) تہ ڳوٺ ۾ هَل. يعني پيٽ پُريل آهي تہ زبان تي آواز ۾ بہ اثر آهي ورنہ پيٽ بکيو آهي تہ زبان تي آواز بہ ڪونهي. ان سنڌي چواڻي مطابق جڏهن انسان جو پيٽ خالي هيو تہ اُن جي باهہ پوري ڪرڻ لاءِ انسان ويچارو شڪار جي تلاش ۾ دربدر رلندو فطرت جون سختيون جهليندو ٿي رهيو تہ وٽس بک ۽ خوف ڪانسواءِ ڪائي شيءِ ذهن ۾ ڪانہ هئي. تڏهن ئي تہ چوندا آهن تہ "ڍو بنا ڍولا ڪانهي ساڃاهہ سونهن جي." پر جڏهن زراعت جي پيداوار ۽ ڏنار ٻي جي ڏن واري ڪير سان سندس پيٽ جي خالي گندي ڀري تڏهن هن فطرت جي تقاضا طرف شعوري ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو. انساني جبلتن ۾ بُکَ ۽ پيار فطرتي عمل آهي تنهنڪري جيئن ئي سندس پيٽ ڀريو تہ ذهن مان خوف ۽ سختيون غائب ٿيندو رهيو. تڏهن پاڻ متعلق ۽ پنهنجي آس پاس بابت پاڻ کان سوال ڪرڻ شروع ڪيو. غارن ۾ رهڻ ڪري جهنگلي جانورن، موسمن ۽ فطرت جي ڏاڍاين کان سندس خوف گهٽبو گهٽجي ويو هو ۽ ذهن واندو ٿي چُڪو هوس ۽ زراعت جي ۽ ڏنار ٻي جي ڪري هاڻي سندس پيٽ بُکيو ڪونہ هيو. ان ڪري هن پهريون دفعو پيار ڪرڻ لاءِ سوچيو هوندو جيڪو ظاهري طرح جسماني تسڪين وارو پيار جنهن کي عشق نالو ڏئي اِڪتي وڌيو پر اِن پيار بہ سندس ذهني تشفي ڪونہ ڪئي ڇو تہ سندس لاشعور ۾ روحاني رمزن وارو پيار بہ نپجي رهيو هو. جنهن ۾ هن ڪنهن نہ ڪنهن لاشعور اڻ ڏٺي جنس جو نالو "ديو" يا ديوي

رکي ۽ چٽي ڪري اڇتي وڌيو. جنهن ۾ مايا جي موهه ۽ ملڪو تي مام گڏوگڏ سندس ذهن ۾ ڪم ڪرڻ لڳيون تڏهن ته ڊاڪٽر "پشڪن" متس ڪاوڙجي هڪ مضمون ۾ لکيو هو ته اِهو بن پيرن تي هلڻ واري جانور کان وڌيڪ ڪُجهه نه آهي مارڪس، فرائيڊ، اينجلز به اهائي ڳالهه ڪئي آهي ته پٿر واري دور جون سوچون انسان اجا تائين ذهن مان خارج ڪري نه سگهيو آهي. جڏهن اهي سوچون انسان مان مڪمل خارج ٿي وينديون، پوءِ دنيا مان بربريت ۽ ڌاڙ جو خاتمو اچي ويندو.

اهو فرض ڪرڻ عبس آهي ته انسان هڪدم غارن ۾ شڪارين واري زندگي ترڪ ڪري زراعت جي طرف مڙي آيو آهي. هن کي ته هر هڪ عمل مان گذرڻ ۽ گذارڻ لاءِ لکن سالن جو وقت لڳو آهي. آمريڪا جهڙي سڌريل ملڪ جا ريڊ انڊين قبيلا اڄ تائين انسان جي لکين سال پراڻي ڪرت پيا ياد ڏيارين ته مرد سڄو ڏينهن شڪار پٺيان ڀٽڪندا ۽ ڀٽندا وتن. انهن جون عورتون سڄو ڏينهن ٻج پوکڻ اناج گڏ ڪري صاف ڪري سبتو ڪرڻ واري ڪم کي جهٽيون پيون هونديون آهن. نه صرف ريڊ انڊين پر آفريڪا جي جهنگلن جا ڪيئي قبيلا ۽ اسڪميون انهن پراڻن دورن جو زنده جاويد يادگار آهن. جن وٽ اڄ به لکين سال پراڻيون عادتون موجود آهن. بنگلاديش جي جٽگانگ جبلن جا ڪجهه علائقا انهن ۾ رهندڙ ماڻهو بورنيو ۽ پيرو جا قبائل، ميلينيا، بولي نيسيا ۽ سمووا جا قبيلا اڄ به غارن واري دور جي مشترڪ ڪاشت ۽ اُن پيداوار ۽ زمين کي سڀني جي گڏيل ملڪيت سمجهندا آهن.

جڏهن انسان ۽ انسان جي تاريخ جي تمام باريڪ جهرونڪڙن کان نظر ٿياني لکين سال پوئتي ڏسون ٿا ته پٿر جي دور کان وٺي عورت ئي هڪ اهڙي انساني جنس رهي آهي جنهن پاڻ ۽ پنهنجي نئين ڄاول ٻار کي سردي کان بچڻ لاءِ ڪنهن اونهي غار جو انتخاب ڪيو جنهن جي طفيلي ان عورت جي پيٽ ٻارن به جنم وٺي ماءُ جي پرورش ۾ پلجي ٻائرن ۽ پيرن جي هڪ ننڍڙي ڪٽنب جي حيثيت ۾ هڪ ٻئي

سان پيار ڪري ماءُ جي جهولي ۾ بي خوف ٿي وڌيا ۽ ويجهيا آهن. جيتوڻيڪ ان ڪتنب ۾ نَرَ وڏي جوان اڙينگ وير ٻڌجي پيا هوندا تڏهن بہ مانائتي ۽ مٿاهين حيثيت ماءُ جي رهندي آئي آهي. ان ڪري تہ اڄ جي دور تائين گهڻن ملڪن ۾ خصوصن سنڌ ۾ تہ گهڻي ڪان گهڻو پيار پيڻ ٻائرن جو هوندو هيو، پوري ڪتنب ۾ ماءُ کان پوءِ وڏي ڀاءُ جي حيثيت هوندي هئي. رگ ويد جي لکجڻ يعني 3000 ق. م تائين سنڌ ۾ مادر سري (ماءُ جو) نظام هوندو هو جنهن کي آرين اچي پدر سري نظام ۾ بدلايو هو. آرين جي اچڻ تائين سنڌ ۾ مڙس جي حيثيت ثانوي هئي. گهڻي ڀاڳي قبيلا ماءُ جي نالي سان سڃاتا ويندا هئا. مادري نظام ۽ ماءُ جي سربراهي جي ڳالهہ ولڊيورانٽ بہ هن طرح ڪئي آهي. مادري نظام ۾ ڀاءُ جو رشتو مڙس کان افضل سمجهيو ويندو هو. انتا فرينس جي زال پنهنجي ڏاڏي جي ڪاوڙ کان ڀاءُ کي بچائي مڙس کي مارائي ڇڏيو. انتين گني نالي هڪ عورت پنهنجي ڀاءُ کي بچائڻ لاءِ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي. خود سنڌي سماج ۾ اڄ تائين پيڪاڻا، ساهريجن کان وڌيڪ پيارا تصور ڪيا ويندا آهن. شادين مرادين ۽ خوشين جي موقعن تي ڳايل سڀ جا سڀ ڳيچ گهڻي ڀاڳي پيڪاڻن جي پيار يا انهن جي تعريف ۾ ڳايا ويندا آهن. سا هريجن کي اڄ تائين ويري تصور ڪيو ويندو آهي. جيڪي ڪنوار کي پنهنجي ولر يعني ماءُ پيڻن ۽ ڀائرن کان ڇني ڌار ڪري پرڻائي وٺي وڃن ٿا. مڙس جو رشتو مقدس ۽ پيارو هجڻ جديد دور جو تصور آهي. جيڪا ڳالهہ تمام ٿورڙن ذهنن ۾ اڃا تائين مس مس سمائي آهي. مادر سري نظام ۾ پيءُ کي ايتري بہ خبر ڪانہ هُئي تہ منهنجي اولاد ڪيتري آهي نہ وري اولاد کي خبر هوندي هئي تہ اسان جي پيءُ جي شڪل ڪهڙي آهي. اهو رواج اڄ بہ آسٽريليا، نيوگني، آفريڪا، آسما، برمان، اليئون، اسڪيمون قبيلن ۾ عام آهي. جتي اڄ بہ مڙس زال کان ڌار رهندو آهي.

جيستائين عورت جي پيٽ ۾ ٻار جو وجود پيدا ٿيڻ جو سوال هيو

تہ اُن پيدائش کي ان دور جا ماڻهو عورت ۽ مرد جي ميلاپ جو ڪارڻ نہ پر ڪنهن غيبي قوت يا ڪنهن جسماني نظام جي بگاڙ يعني پيٽ ۾ سور پوڻ التي اچڻ يا تيز بخار ٿيڻ اهڙوئي هڪ الميو سمجهندا هئا. ورنہ مرد توڙي عورت ان عمل جي نتيجي ۽ اون کان بي نياز ٿي ڪم ٿپائي پَچڙَ چنبڙي جنهن کي جيڏانهن مُنهن لڳندو هو تہ هليا ويندا هئا. گهڻي ڀاڱي مان سمجهان ٿي تہ غارن جون اونداهيون راتيون ۽ اڪيلايون هڪ ماءُ جي جوان اولاد ڌيئرن توڙي پُٽن جي ميل ميلاپ جو مرڪز هونديون هيون. جنهن ڪري انسان لکن سالن تائين ٻار جي پيدا ٿيڻ واري راز کي سمجهي ڪونہ سگهندو هو. اڄ جهڙي مهذب ۽ مرداڻي سماج ۾ بہ ماءُ بنسبت پيءُ جي پنهنجي اولاد جي ڪرده غلطين تي وڌيڪ پردو رکندي آهي. جيڪا عورت جي غارن واري جبلت جي نشاني آهي. جو تہ فطرتي طور مرد ڪوڙ ڳالهائڻ مهل لفظن جي استعمال ۾ هڪ يا وٺي ضرور ڪندو آهي. جنهن مان سمجهي ويجبو آهي تہ ڪوڙ ڳالهائي ٿو پر عورت ڪوڙ ڳالهائڻ وقت رواني سان لفظ استعمال ڪندي آهي. سندس فطرت ۾ پرده پوشي غارن واري عادت کان سمائي وئي آهي. سنڌ تي آرين جي حملن واري وقت تائين سنڌ ۾ ماءُ جي حاڪميت جو وڏو ثبوت رگ ويد ۾ موجود آهي. جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ وادي سنڌ ۾ پن دريائن جي وچ جو راجا جنهن کي رگ ويد "نموچي" نالو ڏئي ٿو اهو نالو مرداڻو بہ ٿي سگهي ٿو تہ عورتاڻو بہ ٿي سگهي ٿو. ان سان جڏهن آرين جي سپهہ سالار اندر جو آمهون سامهون ٿيو تہ ڪيس سنڌين جو لشڪر ڏسي بي انتها ڪل اچي وئي جو تہ سندس مد مقابل سمورو لشڪر عورتن تي مشتمل هيو جنهن ۾ ڪنهن مرد جو نالو نشان ڪونہ هيو اندر مرداڻي سماج جو اڳواڻ هيو عورت سندس نظر ۾ حقير جنس هئي. ان ڪري سنڌ ڌرتيءَ جي ميدان تي پنهنجي سامهون مقابلي ۾ عورتن کي ڏسي اِن ڪري ڪل آئي هيس تہ عورتون بہ ڪوئي جنگ ڪنديون آهن ڇا؟ پر جڏهن جنگ جي

شروعات ٿي ته عورتن جي بهادري ۽ جنگي مهارت ڏسي اندر جا حوصلا خطا ٿي ويا ايتري قدر جو سندس برقي گرز به ناڪام ٿي ويو. جنهن لاءِ اندر دوکي ۽ دولاب کان ڪم وٺندي عورتن جي لشڪر جي راجن سان صلح ڪرڻ جي درخواست ڪري سائنس امن جون ڳالهيون ڪندي دوکي سان سندس سر وڍي وڌو ۽ پاڻ کي فتح مند چورائڻ شروع ڪيو.

رگ ويد جيڪو سنڌو ڪناري لکيو ويو هو ان لاءِ عالمن جو رايو آهي ته رگ ويد ۾ اڌ کان وڌيڪ پڇن سنڌي ماڻهن جي قديم ڪتابن ناد نگڌ جا شامل ٿيل آهن جن جي وڏي ثابتي اها آهي ته آرين جو سماج پدر سري نظام هيو. جنهن ۾ عورت کي ڪابه اهميت ڪانه هوندي هئي، عورت جي حيثيت هڪ غلام کان به بدتر هُئي جيڪا سڄو ڏينهن مرد ۽ ٻارن لاءِ پئي ڪمائيندي هئي. ان ڪري عورت جي ڪهڙي مجال جو رگ ويد لاءِ ويهي پڇن جوڙي ۽ آريا اُن کي قبول ڪري پنهنجي مقدس ڪتاب ۾ شامل ڪن. مگر رگ ويد جي رشين مان وشوا ڏارا، گهوشا ۽ اَپالا جيڪي ٽئي عورتون آهن ۽ قديم مادر سري نظام جون سنڌياڻيون رشيون آهن سي سنڌين جي ڪتاب ناد ۽ نگد جون ليکڪائون آهن، پر جيئن ته مادر سري نظام وقت لکڻ جا سنڌ ۾ وسيلا ڪونه هيا سمورو علم رشين وٽ ياٺ شالائن ۾ رهي ياد ڪرڻو پوندو هو اُن اَڻ لکيل ڪتاب جو فائدو وٺندي آرين رگ ويد ۾ ناد ۽ نگدجا پڇن شامل ڪري پنهنجي ڇاپ هڻي ڇڏي. باقي ٻيا ويد سام ويد، يجر ويد ۽ ارٿر ويد جن ۾ ذات پات جو پيد ياد شامل آهي اُهي آرين جا نظرياتي ڪتاب آهن. صرف رگ ويد ئي هڪ آرين جو واحد ڪتاب آهي جنهن ۾ ذات پات جو ڪوئي پيد ياد ڪونه آهي جنهن سان پڪ پوي ٿي ته رگ ويد سنڌي ماڻهن جو ئي نقل ڪيل ڪتاب آهي جيڪو ناد ۽ نگڌ جون ترجمو ٿيل آهي. پروفيسر "ٻڌ پرڪاش" لساني دستاويزن سان ثابت ڪيو آهي ته سنڌ جا ساڪا قوم جا ماڻهو جيڪي هڪ هزار سال ق. م سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا هئا.

أهي بہ مادر سري نظام سان تعلق رکندا هئا. پنهنجو شجره نسب ماءُ سان ئي ملائيندا هئا. تازو آل انڊيا ريڊيو سنڌي سروس جي انچارج ۽ برک شاعر هيرو تاريخي حوالن سان ٻڌايو هو تہ نندي کنڌ ۾ ڪئي صدين تائين مادر سري نظام هلندو هو. خود چندر گپت موريا جي ذات پنهنجي ماءُ جي سڃاڻپ سان (موريا) هئي جو تہ سندس ماءُ جي سڃاڻپ (موري) هئي. بلوچي شجرن مطابق سنڌ جو جتوئي قبيلو بہ پنهنجي ماءُ (جِتو) جي نسبت سان جتوئي آهي. ڀڳوان ڪرشن پنهنجي ماءُ "ديوڪي" جي نالي سان سڃاتو ويندو هو.

هونئن تہ بنيادي طور چندر گپت خاندان ساڪا نسل مان آهي. جنهن لاءِ اشوڪ اعظم يعني چندر گپت جو پوٽو، پنهنجي لاءِ "سڪي ۽ روپ ناٿ" جي پٿر وارن ڪتبن ۾ هن طرح لکرائي ٿو تہ اشوڪ اعظم ٻڌ ڌرم جو هجڻ سان گڏ "ساڪا سنگهہ" بہ آهي يعني ساڪا نسل جو شينهن شير بہ آهي.

اتر هندستان ۾ آرين جي پدر سري نظام جي طوطي بول جي باوجود موريا خاندان جا مگڌ ۽ پٽاليپتر جا راجا پاڻ کي ساڪا نسل جي موريا نک چوارائيندي فخر محسوس ڪندا هئا.

يوناني نسل جو حاڪم نيڪٽر سيليوڪس جو سفير مئگسٿنيز جيڪو چندر گپت موريا جي دربار ۾ موجود هيو أهو لکي ٿو تہ موريا خاندان جي صاحبي وقت عورتن کي ايتري آزادي هوندي هُئي جو ميدان جنگ توڙي امن يا شڪار وقت هر هنڌ چندر گپت جو عورتن وارو محافظ دستو چاڪ وَچو بند چندر گپت جي چوڌاري موجود رهندو هو راڳ روپ ناچ گاني جي عورتن کي ڪُلي اجازت هوندي هئي. جيتوڻيڪ هڪ هزار سال کان ٽي سوَ يا چار سوَ ق. م اڪثر ملڪن ۽ قومن ۾ مادر سري نظام پويان پساهہ کڻي رهيو هو تڏهن بہ موريا دور ۾ توڙي ڪُشن دور ۾ عورتن کي پنهنجو مڙس پاڻ چونڊڻ جو اختيار هوندو هو ٽي هزار سال ق. م جڏهن مادر سري نظام جو دور هيو تہ يونان جا

اڪثر ديوتا پنهنجي محرم عورتن سان شاديون ڪندا هئا جن مان ديوتا آسيس ۽ آسيرس ديوي پاڻ ۾ ڀيڻ ڀاءُ هُئا. زيوس ۽ هيرا ديوي زال مڙس جي رشتي سان گڏ ڀاءُ ڀيڻ بہ هئا. هندو روايتن مؤجب دنيا جو پهريون مرد يامان ۽ پهرئين عورت يامي هئي ڀاءُ ڀيڻ سان گڏ زال مڙس بہ هئا. ايران جي زردشت جا پيروڪار صدين تائين ڀيڻ ڀائر هڪٻئي سان شاديون ڪندا آيا هئا. ايران جي زردشت جي پيدائش جو سال 600 ق. م ٻڌايو وڃي ٿو جيڪو تمام ويجهڙائي وارو سن آهي پر ساڪا نسل جيڪي هڪ هزار ق. م هندستان ۾ مادر سري نظام ڪٺي آيا هئا تن لاءِ هندستان جا تاريخدان لکن ٿا تہ ساڪائن نسل جي ماڻهن جون عورتون ساڳيو ئي غارن جي دور وارو نظام هالائينديون ايندڀون هيون فرق صرف اِهو هيو جو غارن جي دور ۾ زال مڙس جو تصور ڪونہ هوندو هو پر هنن ۾ اِها نواڻ آئي هُئي تہ هڪ عورت هڪ ئي وقت ۾ چار يا پنج مڙس رکي سگهندي هئي جن جي مرضي ملڪيت ۽ اولاد جي مالڪياڻي عورت هوندي هئي. جنهن جو وڏي ڪان وڏو ثبوت اِهو آهي تہ جڏهن پنچال جي راجا جي ڌيءَ جو سويمبر ٿيو تہ اُها ڇوڪري جنهن جو نالو "دروپدي" هيو سا ڇوڪري ماتا ڪُنتي جي پُٽن ڀيم، ارجن، نقل، سهديو ۽ ارجن منجهاين صرف هڪ پٽ ارجن کٽي ورتي هُئي پر دروپدي سان شادي ماتا ڪُنتي جي پنجن ئي پٽن ڪئي هئي جيڪا هڪ ئي وقت پنجن مڙسن جي زال هئي. سنڌ اندر ساڪا نسل جي ماڻهن ۾ هڪ هزار ق. م تائين رواج هيو تہ هو وهانءُ شادي يا ڪَن خاص ڏٺن تي مرد عورتون گڏجي دارون پيئندا هئا ۽ عياشيون ڪندا هُئا. انهن جي رسمن رواجن وارن موقعن تي اِها پابندي ڪانہ هئي تہ ڪير ڪنهن جي ڌيءَ سان ناجائز تعلقات رکي ٿو يا ڪير ڪنهن جي زال ۽ ماءُ ڀيڻ سان ديده دانسہ اعتراض جوڳو پيار ڪري ٿو جڏهن تہ سڀ رشتا ماءُ سان وابستہ هئا ان ڪري مرد سان ڪنهن جو ڪوئي رشتو ڪونہ هيو. مڙس زال جي نالي ۽ اولاد ماءُ جي نالي سان

سَچاپندي هئي. پاڪستان جي تاريخ جو دانشور سبط حسن پاڪستان ۾ "تهذيب ڪا ارتقا" جي پيج نمبر 131 تي ساڪا وارن ذاتين جي چڱي مڙس ڪي تخارا (ناڪر) ڪري مخاطب ٿئي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته سرحد ۾ توخي، قبيلو جاٽ، گوجر، ڪاڪڙ، ساڪائن پارٿن سفيد هن ۽ ڪُشن قومن جو تاريخي پس منظر آرين کان مختلف هيو. ان ڪري ته آريا جڏهن گنگا جمنا ۾ وڃي آباد ٿيا ته سنڌ ڌرتيءَ کي (پاپ پورٿ ديش) يعني پاپين جو ملڪ سڏيندا هئا. جڏهن ڪوبه آريو سنڌ ديش جي سفر ڪري خير سلامتيءَ سان موٽي ويندو هو ته پنهنجي گهر پهچي ديوتائن جي نالي بل چاڙهيندو هو، تڏهن ته سنڌ جي سداحيات تاريخدان فلسفي ۽ شاعر سيد عبداللطيف ڀٽائي، پنهنجي رسالہ 17 صدي عيسوي ۾ "سر مومل راڻو" اندر مومل جي حُسن جي تعريف ڪندي چيو آهي:

گجر ڪي گجميل جون تارن ۾ تبرون
هٿي حاڪيمن ڪي، زور پيري زبرون
ڪاڪ ڪنڌيءَ قبرون، پسو پرڏيهين جون.

ساڪانسل جي ماڻهن جي ٻي يلغار تاريخ اندر پهرئين صدي عيسوي ۾ ٻڌائي وڃي ٿي جنهن ۾ سنڌ گهڻي ماڻهن سان والارجي چُڪي هئي. تڏهن به ساڪائن يونانين سان وڙهي 90 ق. م کان 25 صدي عيسوي تائين گنڌارا، پنجاب، سنڌ ۽ مٿرا تائين حڪومت قائم ڪري ڦهلجي ويا ۽ پوءِ آهستي آهستي سنڌن مذهبي جُهڪاءُ ٻڌ ڌرم طرف وڌي ويو. ساڪائن جي پوئين گروهہ ۾ جيڪي قبيلا سنڌ اندر داخل ٿيا انهن ۾ ڏاها (داها) ساڪا رائرڪا ۽ مساگيتي ذاتيون مشهور هيون انهن مان چڱي مڙس کي "موگا" چيو ويندو هو. اڄ به پنجاب ۾ ڏاها (داها) ذات ۽ زمين کي آباد ڪندڙ پاڻيءَ جي ڪسي يا نالہ کي "موگا" چيو ويندو آهي. مومل وارو ڪاڪ محل به مٿراجي سائيڊ تي سرسوتي مان نڪرندڙ واهڙ لوڊاڻي جي ڪنڌيءَ تي آهي. جنهن جو

وڏيڪ تفصيل توهان منهنجي هن ٿي ڪتاب ۾ ڪنهن ايندڙ باب اندر پڙهندا. هاڻي آءٌ قديم تاريخدان هيرو ڊوٽس ۽ جديد محقق ولڊيورانٽ ۽ ٻين ڏيهي پرڏيهي محققن ۽ عالمن کي ساڻ کٽي، پنهنجي ڪتاب جي اصل موضوع "عورت، مرد ۽ فطرت" طرف اچان ٿي. ڇو ته سچ هرڪو چوندو آهي پر سچ چوڻ ۽ ٻڌڻ جي جرئت اڪثر ماڻهن ۾ گهٽ هوندي آهي. بقول ڊاڪٽر مبارڪ جي تاريخ ته سڀڪو پڙهندو آهي پر اُن کي هرڪو پرکيندو پنهنجي ڪسوٽيءَ تي آهي. جيڪا خود تاريخ سان وڏ ۾ وڏ زيادتي آهي. تنهن ڪري اڪثر ماڻهو چوندا آهن ته تاريخ ۾ سمورو ڪوڙ لکيل هوندو آهي. جيڪو خودسندن سوچ جو سراب آهي.



# زرعي وسنديون ۽ مادرسري نظام

هن کان اڳ ۾ انساني اجهاءَ جي عنوان سان پٿر جي پهرئين يعني "پرڪلين" دور جيڪو اڄ کان ساڍا ٽي لک سال اڳ شروع ٿيو هو ۽ پٿر جي آخري ۽ ستين دور تي ختم ٿيو، تنهن کي پٿر جو تهذيب وارو دور چيو وڃي ٿو اُن تي روشني وجهي چڪي آهيان. (جيڪو اڄ کان پنجاهه هزار سال اول شروع ٿئي ٿو ته) ايترو عرصو غارن ۾ رهندي انسان وٽ عقل جي تڪميل ته نه ٿي سگهي پر باشعور ذهن ضرور وڏي ويجهي جوان ٿيو هوندو، تنهنڪري ڪيس پلي پيٽ پنهنجي بري پلي جي پروڙ پئجي چُڪي هئي، پيو ته ٽي لک سال مسلسل غارن ۾ رهڻ سبب سندس آبادي به غارن جي گنجائش کان تجاوز ڪري وئي هئي ساڳئي وقت ننڍا وڏا زرعي فارم ۽ پالتو جانور به غارن ۾ پالي نه پئي سگهيا ان ڪري سندن مجبوري هئي ته غارن مان نڪري مٽي پاڻي جي وهڪرن جي پرسان اهڙا اجها جوڙن جتي پالتو جانورن ۽ پاڻ کي جهنگل جي ويڙهاڪ جانورن کان تحفظ ميسر ٿي سگهي. ان ڪري هنن پهريائين اوسي پاسي کان وڏا سُڪل ۽ پاڙن کان جدا ٿيل وڻ هڪ هنڌ گڏ ڪري ورتا پوءِ انهن کي هڪ ٻئي جي نزديڪ ايترو زمين ۾ کُڏو کٽي پورڻ شروع ڪيو جيئن ڪوبه درنده قسم جو جانور آساني سان اندر ٽپي نه سگهي ۽ وري انهن وڻن جي وٿين کي باقي وڻن جي سنهين ٿلهين ٽارين سان اهڙو ته جڪڙي ڇڏيو جهڙوڪ ڪوڙيل بُندن جو چوڌاري قلعو نهي پيو، جنهن ۾ انسان پاڻ پکين وانگر زمين تي ننڍا ننڍا آکيرا نه بلڪ چونئرا ۽ مَنهَه ٺاهي آرام سان پاڻ ۽ پنهنجي پالتو

جانورن کي محفوظ ڪري، ساڳئي طرح شڪار ۽ زراعت جي طرف متوجهه ٿي، وڏن ۽ ويجهڻ جي عمل کي جاري رکندا آيا. 300 ق. م تائين پتاليپتر کي پڻ ڪاٺ جو ٺاهيل قلعو مؤجود هيو جنهن جو ذڪر يوناني پترڪار مئگتينز پڻ ڪيو آهي. انهن وسندين ۾ ڪي ڪي وسنديون اهڙيون به هيون جن ۾ بن بن، چئن چئن غارن جي ماڻهن کي گڏ رهڻو ٿي پيو ان ڪري امن ۽ محبت سان گذارڻ لاءِ هنن پاڻ ۾ ويهي ڪي اصول قائم ڪيا جيڪي هي آهن 1- رسومات 2- رواج 3- اخلاقيات 4- ضابطه 5- شادي وغيره. ولډيورانٽ جو چوڻ آهي ته شادي هڪ اهڙي رسم آهي جيڪا انسان جي پيدائش کان به اڳ جو عمل آهي اها انسان جي ذهن نه بلڪ فطرت جاندار جي نر ۽ ماديءَ جنسن جي واڌ ويجهه لاءِ خودبخود سمائي ڇڏي آهي جيڪا وڻن ٻوٽن کان وٺي پکين جانورن توڙي ماڻهن ۾ ايتري ئي وقتن کان مؤجود آهي جنهن لاءِ ڪائي حد مقرر ڪري نٿي سگهجي. باقي ان لاءِ ايترو چئي سگهجي ٿو ته، شادي جي شروعات نسل ڪشيده ڪاريءَ لاءِ ڪن به ٻن جاندار نر ۽ مادي لاءِ ٻنهي جي رضا خوشي سان آزاد مباشرت جي عمل جو هڪ نالو آهي. جنهن کي زندگي ڀر جي ڏنڊا ٻيڙي يا هٿ ڪڙي چئي نٿو سگهجي، پر انسانن ۽ جاندارن ۾ هڪ وڏو فرق اهو آهي ته انسان هڪ گروهي ساهوارو آهي، جيڪو هڪ ٻئي جي مدد کانسواءِ اڪيلي هلي نه ٿي سگهيو ڇو ته اڪيلي انسان کان جهنگل ۾ رهندڙ درنده صفت جاندار وڌيڪ سگهارا هئا. انهن جي ڪل انسان جي ڪل کان وڌيڪ مضبوط هئي، انهن وٽ تکا ڏند ۽ ڊگها طاقت ور ننهن هئا. اهي فردن فردن انسان کان طاقت ۾ به سگهارا هئا. اِن ڪري انسان مجبور هيو ته هو جهنگل ۾ گروهي صورت ۾ گهمي ڦري ورنه سندس جان کي هر وقت هر جهاڙي هر ٻوڙي ۽ هر کهڙ منجهان چيربندڙ ڦاڙيندڙ جانور يا ڪنهن ڪپر نانگ اڙدهي، ڪنهن لنڊي يا ڪاريهر جو خطرو موجود هيو گروهه جي صورت ۾ ڪيس ڪيئي ضابط پنهنجي ڀلائي لاءِ ٺاهڻا پيا جن

جي پوئواري لاءِ انسان پنهنجي قبيلي جي جرڳہ برادري اڳيان جوابده هيو. پر خانداني يا ڪٽنبي سربراهي اڃا عورت حوالي هُئي، ڇو تہ مرد تہ سدائين جهنگ جو جهانگي هيو، ڪڏهن شڪار پويان رات ڏينهن جا سفر، تہ ڪڏهن مال چارڻ ۽ جهنگلي جانورن کان انهن کي بچائڻ جي اُڻ تڻ، تہ ڪڏهن پوکي راهي جي پيل پروڙ جو اُلڪو مطلب تہ مرد جي موجودگي گهر ۾ ڪائي ورلي هوندي هئي. عورت جيڪا ٻار ڄڻن، ٻار پالڻ، مال ڏهڻ، گهرجي سنڀال سان گڏ زرعي زمين تي مرد سان گڏ ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ اهو سڀ ڪجهہ سندس حوالي هيو اُن ڪري دنيا جي پوري تختي تي انساني آبادي ۾ چڱو خاصو اضافو ٿيندو ويو ۽ ان سان گڏ انسان ذات ۾ بہ واڌ ويجهہ حد کان وڌيڪ تجاوز ڪندي وئي ۽ اُهو وقت بہ آيو جڏهن منهڙا وڏي ويڙها ٿيا ويڙها وڏي ڳوٺ ٿيا ۽ مالداري بہ ايتري وڌي وئي جو پراڻا گودر (چراگاهہ) مال لاءِ اڻپورا نظر اچڻ لڳا. مال جون کيرون گلا ۽ گوهرون ايتريون وڌي ويون جو هڪ ٻن چئن ماڻهن جي سنڀال کان ڳالهہ مٿي هُئي. ان ڪوٺ جي پورائي لاءِ طاقتور هڪڙي گروهہ ڪنهن ٻئي ڪمزور گروهہ تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ايئن انهيءَ انهن مفتوح گروهہ جي مال کي پنهنجي مال ۾ شامل ڪري انهن ماڻهن تي زبردستي پنهنجي قبضا ڄمائڻ شروع ڪيا. ۽ انهن جي زرعي زمين تي پنهنجي غلام ٿيل ٻانهن کان محنت جو ڪم وٺڻ شروع ڪيو. زراعت جيڪا ذهني پيداوار تہ عورت جي هئي ۽ ڏنار پائي جو سهرو بہ عورت جي مٿي هيو جنهن سڀ کان اول خودڪار پوڻن ڪٽڪ، جوئر ۽ مڪئي جي سنگن جا آنيو ٽاندن تي پچائي پنهنجن ننڍن ٻارن جو پيٽ پريو هو جيڪي مردن سان گڏ شڪار پويان ڊوڙي نٿي سگهيا ۽ غارن ۾ ماءُ سان گڏ هئا. ماءُ جنهن غار مان نڪري آس پاس جي جهنگل مان اول اول رڍ ٻڪري جو نئون ڇاول ٻار يا زخمي ٿيل ٻڇڙو جيڪو عورت اڳيان ڊوڙڻ ۾ لاچار هيو اُهو ڪٺي اچي پاليو هيو جن جي انداز وڌڻ سان خود بہ خود پاليل جاندار نر مادي

پاڻ ۾ ميلاپ ڪري ٻچا پيدا ڪري سگهيا ٿي جنهن سان مال جي واڌ ۾ اضافو ٿيندو رهيو وقتي طور ان جو ڪير، گوشت ۽ کلون انسان پنهنجي ڪم آڻڻ سگهندو رهيو. پر انهيءَ عمل ۾ ڪثرت ماڻڻ لاءِ به عورت کي هزارين سال لڳي ويا پر جڏهن انسان وٽ مال ۽ ماڻهن جي گهڻائي ٿي وئي زرعي اجناس پوکڻ جو هنر ڪيس ذهن ۾ ويهجي ويو ۽ غار ڇڏي ڳوٺ اچي وسايا هئائين تہ حريص جبلت عورت کان مرد ۾ قدرتي طور ذرا وڌيڪ هئي. عورت تہ وس آهر هٿ پير هڻي جيئڻ جا سُٺا سٺا وسيلا پئي تلاش ڪيا پر مرد جي لالچي ذهن شڪار واري جبلت کي اجا بہ اوسر ڏيندي جانورن بجاءِ ماڻهن تي شڪارين جهڙا حملا ڪري اُنهن کي ماري يا انهن جو گوشت کائڻ يا کين هميشه لاءِ غلام رکي زرعي محنت يا ڏنارپو ڪرائڻ جو سٺو مشغلو هٿ ڪري ورتو هو. جنهن ۾ عورت پنهنجي ڪن جسماني ڪمزورين مثلا ڏُکي (حمل) هجڻ سبب ڪنهن ڏاڍي ماڻهو جي پويان پنهنجي ماڻهو جو ساٿ ڏيڻ خاطر ڊوڙي نٿي سگهي، ٻار جي ويم ڪرڻ ۽ اُن جي حفاظت ڪرڻ خاطر مرد سان گڏجي ڦر لٽ جو عمل ڪري نٿي سگهي يا هر مهيني ماهواري اچڻ جي ڪري رت ڀريل بدبودار پيچڙ سندس چُستي ۽ چالاڪي ۾ وڌ کان وڌ رڪاوٽ هئا، ان ڪري ٻين ماڻهن کي غلام بنائڻ يا حملي ڪرڻ ۾ عورت پنهنجي گروهہ جي مرد جو ساٿ ڏيڻ کان قاصر هُئي پر سندس ئي گروهہ جو مرد جڏهن ٻئي گروهہ جي عورت کي پڪڙي ڪُٺي ماري پنهنجو غلام بنايو ۽ اُن تي هر قسم جو حڪم هلائڻ لڳو تہ مرد کي عورت جي ميجتا مان فطرتي طور ڏاڍو مزو آيو. بجاءِ انهن عورتن جي جيڪي اڄ ڪلهہ جي رشتي ۾ سندس جي ماءُ بہ هئي تہ ڀيڻ بہ هُئي ان تي ايڏو حڪم هلائي نٿي سگهيو جيترو ٻاهران پڪڙي آيل ڪنهن ڪمزور گروهہ جي عورت تي جيڪا اُن وقت سندس حڪم جي ميجتا جي پوئواري ۾ پانهپ ڪانسواءِ مرد جي هر ڪنهن مرضي ميجڻ لاءِ تيار هئي، اُها پنهنجي رشتي کان وڌيڪ پياري

لڳڻ لڳي. اُها غارن واري عادت اڄ به مرد ۾ موجود آهي ته پنهنجي سوٽ ماسات يا رشتيدار سان شاديءَ شوق ڪري ڪونه ڪندو پر ڌارئي ڪوجهي ڪماري به رشتيدار کان وڌيڪ وڻندس ۽ ان سان شادي ڪري وٺندو جيڪا فطري موٽ مرد کي ڌاري عورت مان ملندي آهي اُها پنهنجي رشتي ۾ ڪيس گهٽ محسوس ٿيندي آهي. زرعي دنيا ۾ اچڻ بعد مرد جي دل وڌندي وئي ڦرمار ۾ آندل ٻار ۽ عورتون پنهنجي خانداني رشتي جي مردن ۽ عورتن کان وڌيڪ هن جي ميٺا ڪرڻ لڳا. ان ڪري پهريون دفعو مرد ۾ وڏائي جو عنصر پيدا ٿيو ته خانداني عورتون ۽ مرد منهنجي حڪم جي تعميل نٿا ڪن ته پرواهه نه آهي منهنجي حڪم مڃڻ وارا، مال چارڻ وارا، زرعي زمين تي ڪم ڪرڻ وارا منهنجا غلام ۽ ٻانهن ٻيلي ئي ڪافي آهن. ان منهنجا، منهنجو ۽ منهنجي واري سوچ مرد کي هڪ جداگانه تصور ڏنو ۽ اُهو تصور ذاتي ملڪيت جو تصور هيو جيڪو مڙدان سري نظام جي شروعات جو تصور هيو. جنهن ۾ مرد جي ذهن ۾ هيءَ ڳالهه ويهجي وئي ته ڦر ۾ آندل عورت، ٻار، مال، رزق ۽ زمين سڀ جو مالڪ آءٌ آهيان ۽ اهي سيئي شيون منهنجون ذاتي ملڪيت آهن، جن ڏانهن بري نظر رکڻ واري کي به اگر آءٌ مرد آهيان ته هٿ ڪٽڻ کان اڳ اُهو هٿ ڪپي ڪيڏان، جنهن جي اڄ ڪلهه ظاهري شڪل ۾ ڪاروڪاري واري رسم زنده مثال آهي. دنيا جو ظاهري مثال آهي ته ويڙهاڪ ۽ وحشي ماڻهن ۾ مڙدان سري نظام آساني سان ڦهلجندو ويو ۽ امن پسند مهذب مادر سري نظام سان ئي واڳيل رهيا. ماءُ يعني عورت امن آشتي ۽ اهنسا جي ديوي طور سڃاتي ويندي هئي ۽ مرد وحشي درندو، زاني ۽ زوراڪ جي علامت طور سڃاتو ويندو هو. بت پرستي واري دور کان وٺي اسلام جي آمد تائين جيڪي خانه ڪعبه ۾ بت رکيل هئا انهن ۾ جيڪو وڏو بت خانه ڪعبه جي ڇت تي تبرڪ خاطر رکيل هيو، اُن جو به نالو (حبل) هيو. حبل لفظ جي عبراني زبان ۾ معنيٰ آهي زوراڪ يا سيني کان سگهارو آهي.

ولڊيورانٽ چيو هو ته انساني جنسن ۾ مرد اهڙو ته شڪي مزاج آهي جيڪو ڪنهن عادت يا جبلت جي ڪري نه پر مجبوري جي ڪري پاڻ جهڙن ماڻهن سان واڪيل رهي ٿو. هو معاشري سان ايترو پيار ناهي ڪندو جيترو هو پنهنجي اڪيلائي سان پيار ڪري ٿو. معاشري ۾ پاڻ جهڙن سان ملڻ جُلڻ جو سندس جو اصل ڪارڻ اِهو آهي ته هو پنهنجي هڪ جهڙي جنس کان ڊڄندو آهي ته متان اهي ڪڏهن منهنجي عزت وقار ۽ وڏائي جا دشمن ٿي بيهن ۽ پنڪو لاهي ڪڇ ۾ ڏين. اهوئي سبب هيو جو اوائلي دور ۾ وحشي انسان پنهنجي هم عصرن سان گڏ رهڻ بجاءِ ماريل حراسيل ۽ مفتوح ماڻهن سان رهڻ کي ترجيح ڏني هُئي ۽ مادر سري نظام کان بغاوت ڪري مردان سري نظام کي رائج ڪيو هو. اصل ۾ رياست ۽ مردان سري نظام جو بنياد ئي اُن ڏينهن پيو، جنهن ڏينهن مادر سري نظام جي ڪنهن ماءُ جي پُٽ فطري سرڪشي ڪندي پنهنجي گروهه مان نڪري ڪنهن ٻئي گروهه جي ماڻهن کي ماري اتان عورتون ۽ ٻار ڪٺي پنهنجي زرعي زمين تي آڻي رهايا ۽ اُنهن عورتن ۽ ٻارن کي پنهنجي ملڪيت جو هڪ جز تصور ڪرڻ لڳو، فطرت انساني (Human nature) تي ڳالهائيندي محترم تنوير جوڻيجو پنهنجي ڪتاب "سماجيات جا اصول" ۾ چيو آهي ته حقيقت ۾ بنيادي طور انسان سڀني جاندارن جي مقابلي ۾ هڪ وڏو خود غرض طبيعت جو مالڪ آهي. هر اُن شيءِ جي خواهش ڪري ٿو جيڪا کيس سُٺي لڳي ٿي اِهائي خود غرضي واري خواهش انسان کان غلط ڪم به ڪرائيندي آهي پر سماجي ضابطو ئي هڪ اهڙو عمل آهي جيڪو انسان کي راهِ راست تي آڻي سگهي ٿو. پر انسان جڏهن غارن کان ٻاهر نڪري زرعي وسندين تائين پهتو هيو ته ان وٽ اڃا تائين ڪوبه سماجي اصول يا ضابطو ڪونه هيو سواءِ ان جي ته جيئن ٻيا جاندار گروهي صورت ۾ ٽولا ٺاهي گڏ رهندا هئا جن جو واحد مقصد صرف اِهو هيو ته هر حالت ۾ پاڻ بچائي زنده رهي سگهجي جنهن ۾ زراعت واري تخليق

انسان جي ٻين سڀني جاندارن کان منفرد هئي ۽ ان تخليق سان ئي انسان جا تعلق باقي جاندارن کان جدا ٿيندا ويا. جيڪڏهن تعصب کي پاسيرو رکي تاريخ انساني ۾ سچ جي ڳولا جاري رکجي ٿي ته انسان کي انسانيت ۽ اڄ جي دور تائين ڪاهي اچڻ واري عورت ئي آهي. جيڪا جنگ وَجدال، روزمره جي جانور پويان شڪار خار ڏُک ڊوڙ ۽ پريشاني کان بچائڻ واري صرف ۽ صرف عورت جنس آهي، جيڪا سراپا هر جاندار جي تخليق جو مونوگرام آهي. عراق ۾ قديم کنڊرات جي کوٽائي ۾ عورت جو پراڻيون مورتيون جرمون ۽ حلاف جي ڏهن مان مليون آهن جن لاءِ آرڪيالوجي جي عالمن جي راءِ آهي ته اهي مورتيون زرعي دور ۽ اُموي نظام جي شروعاتي دور جون نشانيون آهن، جيڪي هو بهو حامله عورتن جون چٽيون پٽيون انگن، عضون سميت سينگاريل ۽ سنواريل آهن جن ۾ اُبريل ٿُڃا ۽ پيٽ ۾ ٻار جي ڏُکپٽي جا نشان ظاهر ظهور نظر اچن ٿا. اهڙي قسم جون هوبهو مورتيون ڪريٽ، اناطوليه ۽ سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي آباد شهرن سرسوتي جي پراڻن وهڪرن وارن ڏهن يونان، مصر، فونيقيا، بلوچستان جي مهر ڳڙهه، ٽيڪسيلا، موهن جي دڙي جي پيرڪ ۽ جهڪر مان مليون آهن ۽ اڄڪلهه ته بغداد، قاهره، استنبول، موهن جو دڙو، ايٿينز، روم، پيرس، ماسڪو، لنڊن، نيويارڪ، برلن، بيڪنگ، ٽوڪيو مطلب ته دنيا جي هر ننڍي وڏي شهر جي عجائب گهرن ۾ ڏکين عورتن جي مورتين جا ڍير پيا نظر ايندا آهن جيڪي قديم ڏهن جي کوٽائن مان ماهرن کي هٿ آيون آهن جن مان هيءَ ڳالهه ظاهر نظر اچي ٿي ته زرعي دور جي شروعات جيڪا عورت کان جنم وٺي ٿي ته اهي مورتيون زراعت وڌائڻ فصلن ميون ٻوٽن جي افزائش طور زمينن تي رکيون ويندڙيون هيون ۽ پوکائي ۽ لاباري وقت انهن مورتين کي رسمن طور استعمال ڪيو ويندو هو ڇو ته ان زماني جي ماڻهن جو عقيدو هو ته عورت جو ٻار ڄڻن وارو عمل ۽ زمين ۾ فصلن جي پيداوار جي پلائي

هڪ ئي حقيقت جا ٻه رُخ آهن. سرجان فريزر پنهنجي مشهور ڪتاب "شاخ زرين" (Golden Boug) ۾ آمريڪا جي هڪ "نيڪو" نالي قبيلي جو مثال ڏيندي لکيو آهي ته هڪ دفعي اُتان جي پادريءَ مردن کي ليڪچر ڏيندي چيو ته توهان عورتن تي رحم ڪريو ته خداوند يسوع توهان تي رحم ڪندو چو ته توهان جون عورتون سخت گرمي ۾ به زمين تي ڪم ڪار ڪنديون رهن ٿيون جن کي ڇانوَ ۽ آرام جي سخت ضرورت آهي جنهن تي مردن چيو جيستائين زالون زمين ۾ ٻڪهر وهائي ڪم نه ڪنديون تيستائين فصل ڀلا ڪونه ٿيندا. عورتن جي ٻڪهر جي خوشبوءِ تي جوار جي هڪ ڪاني ۾ ٽي چار سنگ ۽ ٻٽالن جي هڪ ٻوڙي مان ٽوڪري ٻٽالن جي ڀرجي ويجي ٿي. جيڪو سڀ ڪجهه عورتن جي هٿ جي برڪت جو ڪارڻ آهي زراعت بابت جيترو عورتون ڄاڻن ٿيون اوترو مرد نٿا ڄاڻن ساري دنيا کي خبر آهي ته جهڙيون عورتن جون مورتيون سنڌ ۽ بلوچستان مان لڌيون ويون آهن هوبهو اهڙيون پوري دنيا مان مليون آهن. خاص ڪري مغربي ايشيا تي انهن جو وڏو اثر آهي جيڪا ڳالهه سر جان مارشل قبول ڪندي چوي ٿو ته انهن مورتين مان پڪ پوي ٿي ته موهن جي دڙي وانگر اهي مورتيون مادرِ ڪائنات "ماتا" ديوي جون ئي آهن. ڪيترين پراڻين قومن جو عقيدو هن ڳالهه تي پختو ٿي ويو هو ته ڪائنات ۾ پوري سبزا زاري، وڻ ٻوٽا. اناج ميوا ۽ گل وَ گلزار سڀ ڪجهه عورت جي زناني عضوي مان ئي جنم وٺن ٿا. جنهن جي شاهدي ۾ هڙاپا مان لڌل عورت جون اهي مورتيون آهن جن مان هڪ عورت جي مورتي مٿي پير ڏيکاري وئي آهي اُن جون ٽنگون آسمان طرف تڙيل آهن ۽ ٽنگن جي وچ منجهان زناني عضوي جي اندران هڪ ٻوٽو ڦٽي نڪتو آهي. ٻي مُهر ۾ به اگهاڙيون عورتون ڏيکاريون ويون آهن جن جي وچ تي ڪي اکر لکيل آهن جيڪي ائين ٿو سمجهجي ته اُن وقت جا ڪي "منتر يا جادوءَ ڪرڻ جا لفظ اُڪريل آهن، ٽين چوٿين مهر ۾ به جدا جدا ڏيکاريو ويو آهي ته هڪ

اُگھاڙي عورت زمين مان نڪرندڙ هڪ ٻوٽي جي پرسان بيٺي آهي ٻوٽي ۾ سندس هٿ آهن ۽ ٻي عورت جيڪا بہ ننگي آهي اُها گوڏن ڀر ان ٻوٽي پرسان ويٺي آهي، ۽ هڪ ڏاند پري کان بيٺو اُنهن عورتن ۽ ٻوٽي کي غور سان نهاري رهيو آهي. موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي کوٽائي ڪرائيندڙ انگريز عالم سر جان مارشل مٿي ذڪر ڪيل مورتين تي تبصرو ڪندي چوي ٿو تہ، "جيستائين منهنجو عقل ۽ فهم ڪم ڪري ٿو تہ آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ اهي مورتيون ڌرتي ماتا جون ئي ٿي سگهن ٿيون جيڪا پوري ڪائنات کي جنم ڏيندڙ ديوي چئي وڃي ٿي. چو تہ عورت جي زناني عضوي مان ڪنهن ٻوٽي جو ڦٽي نڪرڻ اُن زمانہ موجب ڪائي حيرت جي ڳالهہ ڪانہ هُئي چو تہ اُتر پرديش ۾ "ٻَيان" جي کوٽائي مان بہ هڪ عورت جي مورتي نڪتي آهي جنهن کي ڪنول جو ٻوٽو زنانہ عضوي جي بجاءِ ڪنڌ مان ڦٽي نڪتل ڏيکاريو ويو آهي." "مرڪند يا پراڻ" ۾ پيداوار جي ديوي ڌرتي ماءُ هن طرح مخاطب آهي تہ:

اي! ديوتائو، آءٌ هن ساري ڪائنات کي
حياتي بخشيندڙ سبزين ۽ ٻوٽن سان نوازيندس
جڏهن تيز بارشون منهنجي جسم تي وسنديون
تہ منهنجو انگ انگ سبزا زارن سان سائو ٿي پوندو.
پوءِ آءٌ ساوڪ ۽ سُڪَ پري چورائيندس.



# زندگي جو گيت

جنهن لاءِ ماحول ۽ موسمن جي گهٽ وڌائي جو اندازو ڪندي زمانہ قديم جي ماڻهن موسم بهار ۽ موسم خزان جي مناسبت سان ماتا ديوي جا ٻہ رخ يا ٻہ وجود تسليم ڪري انهن تي جدا جدا نالا رکيا جنهن ۾ ساوڪ سبزي، سُک، سُڪون ۽ محبت جي رُخ جو نالو عشتار ديوي ۽ خزان ڏڪار نفرت ۽ ڏڪار واري رخ جو نالو ظلمات جي ديوي رکيو عشتار ديوي موسم بهار جي ديوي سڏبي هُئي جيڪا سميرين جي دور ۾ "اشيراة" مصر ۾ ازيس، تحوت ۽ حتحور، فلسطين ۾ انات اشيراة ۽ اشتردت ۽ ايران ۾ اُن ديوي جو نالو شالا، اناهيتا ۽ نانيان آهي. هندستان ۾ دَرگا، گوري، اومان، اوشا سرسوتي ۽ رتي آهي. جڏهن تہ يونان ۾ هن ديوي کي ايفرودائيٽ ۽ آر تي چوندا آهن. عربن وٽ زهره ۽ مُشتري بہ سڏيندا آهن.

سميريَ ۽ عقادي گيتن ۾ ڌرتي ماتا کي "نن هورسنگ" جو لقب ڏنو ويو آهي سمير ۽ عقاد جي آثاري قديمہ جي کوٽائي مان جيڪي ڌرتي ماءُ جي شان ۾ گيت ڳايا ويا آهن، اُهي ڦرهين جي صورت ۾ مليا آهن. اُنهن ۾ ڌرتي ماءُ کي تمام گهڻا لقب پڻ ڏنا ويا آهن گيتن ۾ ڌرتي ماتا نن هورسنگ لقب سان گڏ "نن تو" يعني سيني کي ڄڻڻ واري ۽ نگ، زي، گال، دم بي، بہ چيو ويو آهي يعني هر اُها شيءِ جيڪا وڌي ويجهي نسل وڌائي ۽ ساهہ کڻي تي اُن جي ڄڻڻ واري آهي. سميري عقادي ڦرهين مان ڪيترائي گيت ڌرتي ماتا بابت مليا آهن، جن مان هيءُ گيت تمام گهڻو مشهور آهي، جنهن ۾ نن هو رسنگ ۽ مني پائي جي

ديوتا جي عاشقي معشوقي جو ذڪر ٿيل آهي، جنهن مئي پاٽي جي ديوتا کي سمير وارا عقل دانائي، علم فنون لطيف ۽ جادو منتر ڪرڻ وارو ديوتا ڪري مڃيندا هُئا. جنهن جو نالو انڪي آهي، هن معاشڪي جي ڌرتي ”دلمون“ واري ڌرتي پڌائي وئي آهي، جنهن ڌرتي کي اڄڪلهه جا عالم قديم سنڌ جي ڌرتي ڪشمير وارو علائقو ۽ ان سان لاڳاپيل خوبصورت واديون ۽ جهرڻا چون ٿا. سمير مان مليل ڦرهين تي گيت جا ٻول هن ريت آهن جيڪي نن هور سنگ يعني ڌرتي ماتا ۽ سندس عاشق (مڙس) انڪي يعني مٺي پاڻيءَ واري ديوتا جي وچ ۾ آهن.

جيڪو آسمان مان مٺو پاڻي وسائيندو آهي
دلمون جي ڌرتي جتي فراواني ۽ فراغت آهي
جتي جواني ۽ تندرستي اڻ مُلهي ۽ بي حساب آهي
جتي امن آهي سڪون آهي ۽ جنت ئي جنت آهي
دلمون جيڪا پاڪن پاڪ ڌرتي آهي صافن صاف
ڌرتي آهي. جتي روشن ۽ منور نظارا آهن
جتي ”انڪي“ پنهنجي زال سان گڏ رهندو آهي
جتي قانون جي ڪائين ڪائين بہ ٻڌڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي
جتي موت جي ملائڪ جو آواز ئي ڪونہ هوندو آهي
جتي نہ ڪوئي شينهن ڪنهن کي ڪائيندو آهي ۽
نہ وري ڪوئي بگهڙ ڪنهن رڍ کي ڦاڙيندو آهي
جتي نہ ڪوئي ڪتو ڪنهن معصوم ڦرڙي کي ڪائيندو آهي
جتي ڪائي عورت رن زال نہ سڏبي آهي
جتي ڪائي ڳيري يا پکي ڏک کان پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري
ڏک ڀريو گيت اصل ڪونہ ڳائيندي آهي.
جتي ڪوئي نہ چوندو آهي تہ منهنجي اکين ۾ سور آهي
نہ وري ڪوئي ائين چوندو آهي تہ منهنجي مٿي ۾ سور آهي

۽ نہ ڪائي عورت چوندي آهي تہ آءُ ڪراڙي ٿي وئي آهيان
نہ وري ڪوئي مرد چوندو آهي تہ آءُ پوڙهو ٿي ويو آهيان
جتي ڪنواري ڇوڪري کي (حيض جي ڪري) وهنجڻو نہ پوي
جتي ڪلاڪار کي ڪنهنجو مرثيو چوڻو نہ پوي
نہ اتي ڪنهن ديوتا جي چوڌاري ڦيريون پائي روئڻو پوندو آهي
نہ ڪنهن شخص کي داد رسي لاءِ دانهن ڪرڻي پوندي آهي
منهنجو ديش دلمون جتي مٺي پاڻي جا چشما وهندا آهن
منهنجو ديش دلمون جتي اناج ۽ ميون جي گهٽائي آهي
جتي انڪي تن تنها اڪيلو ئي اڪيلو رهيو پيو هو
جنهن کي ننہ هورسنگ" پنهنجي جواني جو جلوو ڏيکاريو
۽ اِنڪي اُن کي ڏسندي ڪيس ڇُنبڙي ويو ۽ ڏاڍو ويجهو ٿي ويو
جتي اِنڪي نن هورسنگ سان مباشرت ڪري ورتي
۽ پنهنجي تخليقي قوت (مني) نن هورسنگ جي ٻچي داني ۾
اُڇلائي ڇڏي
۽ پوءِ نن هورسنگ انڪي جي اڇلايل مني کي قبول ڪري ورتو.
انڪي جي مني کي نن هورسنگ جي رحم ۾ هڪ مهينو هڪ
ڏينهن گذري ويو
وري ٻہ مهينا ٻہ ڏينهن گذري ويا
وري ٽي مهينا ٽي ڏينهن گذري ويا
وري چار مهينا چار ڏينهن بہ ٿي ويا.
نيٺ پنج مهينا پنج ڏينهن بہ گذري ويا
وري ڇهہ مهينا ڇهہ ڏينهن بہ پورا ٿيا
آخر ست مهينا ست ڏينهن بہ هليا ويا
اٺ مهينا اَٺ ڏينهن بہ آرام سان گذاريا
آخر ڇيهہ ٿيو نوَ مهينا نو ڏينهن بہ گذري ويا
تہ آخري ڏينهن نن هورسنگ ماءُ بڻجي وئي

۽ پوءِ هن دريا ڪناري ”نن مو“ کي جنم ڏنو
وري جڏهن ”نن مو“ جوان ٿي ته اِنڪي
”نن مو“ سان بہ مباشرت ڪري ورتي.
”نن مو“ ڏُکي ٿي وئي آخر نوَ مهينا نو ڏينهن
”نن مون“ کي بہ ڏَکپڻ ۾ گذري و يا
آخر ڏهہ مهينا ڏهہ ڏينهن ”نن مو“ بہ ماءُ بڻجي وئي
جنهن نن ڪُرا کي جنم ڏئي ورتو
نيٺ ”نن ڪُرا“ بہ جوان ٿي. اِنڪي اُن سان بہ مباشرت ڪئي
نن ڪُرا ڏُکي ٿي هڪ ڏينهن ماءُ بڻجي وئي
”نن ڪُرا“ وري ”اتو“ جهڙي سهڻي ڌيءَ ڄڻي ورتي
جڏهن اتو، جوان ٿي تہ نن هور سنگ اتو کي هدايت ڪندي چيو
ڏس! اتو اِنڪي توسان مباشرت لاءِ وجهہ ٿو ڳولي پيو
پر خبردار ڪيس ايستائين پنهنجي ويجهو اچڻ نہ ڏجاءِ
جيستائين هو تون لاءِ ڪيرا، ونگا، صوف، گدرا ۽ انگور نہ آڻي:
اتو نن هورسنگ جي هدايت تي عمل ڪيو ۽ پنهنجو
دروازو بند ڪري ڇڏيو
جڏهن اِنڪي دروازي ٻاهران اتو سان مباشرت واري
خواهش جو اظهار ڪيو تہ اتو پنهنجا مطالبا پيش ڪري ڇڏيا
پوءِ اِنڪي باغبان جي دروازي ويو ۽ ان کي چيائين
جيڪڏهن تون مون کي پنهنجي باغ مان گهربل ڦل پٽي ڏيندين
تہ آءٌ تنهنجي لاءِ مٺي پاڻي جا چشما وهائي ڇڏيندس
تنهنجا باغ فصل ۽ ٻوٽا گل و گلزار ٿي ويندا
پوءِ اِنڪي گهربل ڦل ۽ ميون جا ٽوڪرا ڀري اتو جي
دروازي تي آيو،
پنهنجو مطالبو پورو ٿيندي ڏسي اِنڪي لاءِ دروازو کوليو
اِنڪي دل کولي اتو سان پيار ڪيو ۽ اتو جي جهولي ۾ ويهي

خوب مزا ماڻڻ جي ڪوشش ڪندي اتو کي ليٽائي
نيٺ اتو سان مباشرت ڪري ورتي

پر هن دفعي اتو ڏکي ٿي ڪونہ سگهي "اتو" جي ڏکي نہ ٿيڻ تي نن هورسنگ (ڌرتي ماتا) اِنڪي تي ناراض ٿي کيس (پاراتو يعني بد دعا ڏني تہ انڪي جي جسم مان انن قسمن جي ٻوٽن جنم وٺڻ شروع ڪيو، جنهن جي ڪري انڪي جو انگ انگ ڏکڻ لڳو. نن هورسنگ جو پاراتو اِنڪي لاءِ وڏو عذاب هيو ڇو تہ نن هورسنگ اِنڪي کي پاراتو ڏيندي چيو:

اي انڪي جيستائين تون نہ مرندين
تيستائين آءٌ توکي هرگز مُنهن نہ لڳائندس

ان پاراتي ڏيڻ بعد مادر ڪائنات نن هورسنگ غائب ٿي وئي مگر اِنڪي پاراتي ۽ جسم مان ٻوٽن ڦٽن ڪري وڏو عذاب مان گذري رهيو هو. جنهن جي عذاب ۽ ڏک کان سڀ ديوتا پريشان ٿي ويا تہ آخر نن هورسنگ کي ڪيئن پرچائجي تہ اِنڪي جو عذاب گهٽ ٿئي، نيٺ هڪ چالاڪ لومڙي دعويٰ ڪئي تہ آءٌ مادر ڪائنات کي ضرور پرچائي وٺي ايندس جنهن تي طوفانن ۽ هوائن جي ديوتا واعدو ڪيو تہ جيڪڏهن تون مادر ڪائنات نن هورسنگ کي پرچائي موٽائي ايندئين تہ انعام ۾ آءٌ نيفر شهر ۾ تنهنجي نالي سان وڻ پوکيندس ان وڻ جو ميوو کائي ڇانوَ مان سُک ماڻي ماڻهو ۽ سڀ ساهدار تنهنجا ڳڻ ڳائيندا.

نيٺ لومڙي مادرِ ڪائنات کي پرچائڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي ۽ کيس راضي ڪري موٽائي وٺي آهي.

اچڻ شرط مادر ڪائنات نن هورسنگ
اِنڪي کي جهولي ۾ ويهاري پنهنجي رحم جو منهن کولي ڇڏيو
۽ اِنڪي کي پيار ڪندي چيائين
اي منهنجا پياءُ توکي ڪٿي ڪٿي سور آهن
اِنڪي چيو مون کي پنهنجي... ۾ سور آهي

نن هورسنگ چيو تون پرواهہ نہ ڪر آءُ اُتان "ابو" ديوتا
پيدا ٿي ڪيان
انِڪي چيو منهنجون چاڙيون سور ٿيون ڪن
نن هورسنگ چيو آءُ اُتان "نن تلا" کي ٿي پيدا ڪريان
وري انڪي چيو منهنجا ڏند ٿا سور ڪن
نن هورسنگ چيو تون دلجاءِ ڪر آءُ اتان "نن سوڪو"
کي ٿي پيدا ڪيان
وري انِڪي چيو منهنجو مُنهن ٿو سور ڪري
نن هورسنگ چيو پرواهہ نہ ڪر آءُ اُتان "نن ڪاسي"
کي ٿي پيدا ڪيان
انِڪي چيو منهنجون ٻانهون ڏکن ٿيون
نن هورسنگ چيو آءُ ٻانهن مان "ازيمُوا" کي پيدا ٿي ڪريان
آخر ۾ انِڪي چيو منهنجون پاسريون ٿيون سور ڪن
جنهن تي مادر ڪائنات "نن هورسنگ" چيو
منهنجا ٻاءُ تون اطمينان رک آءُ تنهنجي پاسرين مان
"نن تي" کي پيدا ڪيان ٿي ۽ "اَبو" کي سڀني ٻوٽن جو
بادشاهہ بڻايان ٿي.

"ماضي ڪے مزار" جو مصنف سبط حسن لکي ٿو تہ عراق جي سمير ۽ عقاد وارن کنڊرات جي کوٽائي مان جيڪي ڦرهيون مليون آهن انهن جي لکائي کي تہ ٻہ هزار سال گذري ويا آهن پر انهن ڦرهين تي لکيل نظم لکيت وارن سالن کان ٻہ پنج هزار سال اڳ جا آهن. جڏهن پوري ڌرتيءَ تي مادر سري نظام جو دور دوران هيو. هن داستان کي جڏهن غور سان پڙهجي ۽ سمجهجي ٿو تہ يقين سان چوڻو پوي ٿو تہ هن داستان جي هيروئن (نن هورسنگ) اصل ۾مادر ڪائنات ئي آهي جيڪا سڀني ديوين ديوتائن، وڻن ٻوٽن ۽ فصلن جي پيدا ڪندڙ آهي ۽ پوري ڪائنات سندس ئي طابعدار آهي جيڪو بہ ساهہ وارو چرند ۽

پرند سندس حڪم جي انحرافي ڪري ٿو تہ مادر ڪائنات (نن هورسنگ) اُن کي سخت ڪان سخت سزا ڏيڻ کان بہ گريز نہ ٿي ڪري اِن ڪري سندس ڏاڪو پوري ڪائنات تي آهي ۽ هر هڪ ملڪ ۽ هر هڪ زبان ۾ ڪيس جدا جدا نالن سان پُڪاريو وڃي ٿو جيڪي نالا ۽ ملڪ آءُ اڳ ۾ بيان ڪري آئي آهيان. جيئن تہ پوري ڪائنات تي مادر سري نظام رائج آهي اُن ڪري هر هڪ ڪم جي اَڪلاءَ لاءِ ديويون بہ عورتون آهن اگر ڪوئي "انڪي" ۽ اِن ليل جهڙو ديوتا مؤجود بہ آهي تہ اهو بہ عورتاڻي نظام ۾ مادرڪائنات "نن هورسنگ" جو محتاج ۽ طابعدار آهي. انهيءَ ئي دور جون، خير ۽ شر لاءِ بہ بہ مشهور ديويون آهن جن لاءِ بہ ٺرهين تي لکيل گيت مليا آهن جن مان موسم بهار ۾ خير ئي خير ۽ محبتن ونڊيندڙ پيار ۽ عشق ڪرائيندڙ جو، اُن وقت جو "عشتار ديوي" نالو آهي جنهن لاءِ سورهن سوَ ق.م سلطنت بابل جي هڪ شاعر سندس شان ۾ هڪ گيت لکي ٺرهين تي محفوظ ڪري ڇڏيو هو جيڪو هن ريت ڪوٺائي مان مليو آهي.

تعريف ان خوبصورت سونهن جي جيڪا سڀني ديوين مان
افضل آهي،
جيڪا ديوي باعث احترام آهي ۽ لائق تعظيم آهي
جنهن جي صفت ۽ ثنا اِها آهي تہ هو سڀني ديوين جي رَاڻي آهي
جيڪا خداوندا فلاڪ ۾ سڀني کان بهتر ۽ برتر آهي
جنهن جو نالو هنڌين ماڳين "عشتار ديوي" مشهور آهي
هوءَ يعني "عشتار ديوي" محبت ۽ شاد ماني جو نباس
پائيندي آهي
تہ پوري ڪائنات هن جي دلڪشي ۽ قوت سهوت سان
پرجي ويندي آهي
هن جا چَپَ مِٺا ۽ وات واري لعاب (پاڻيٺ) ۾ آب حيات آهي
هن جو منهن ڏسڻ واري جي زندگي ۾ بهار اچي ويندي آهي

کيس ڏسڻ سان سڀ ڪنهن جون واڇون ڪنڊيرجي ويندي يون آهن
عشتار ديوي جو جسم ملائم ۽ دل آويز هوندو آهي
هن جي اکين ۾ جڻ تہ ماڻهن لاءِ زندگي پريل هوندي آهي،
سونهن سوڀيا سان گڏ مادر ڪائنات هن جي وسيع ذهن ۾
عقل جا ڀنڊار ڀري ڇڏيا آهن. تڏهن تہ سڀ ديويون مشورو
ڪرڻ لاءِ سندس ئي دروازي تي ايندي يون آهن
ڪائنات جي هر چيز سندس هٿ ۾ آهي ايستائين جو قسمت بہ
عشتار ديوي جي هٿ ۾ آهي هوءَ سيني جي محافظ ۽ سرپرست آهي
عشتار ديوي جنهن تي بہ نظر ڪرم ڪري تہ اُن جا وارا
نيار بخت بالا ٿي وڃن
شفقت ۽ مهرباني هن جو رهائشگاهہ آهي
هوءَ سيني جي پالڻ هار آهي. چاهي پانهي هجي توڙي خوبصورت
حسينا. دوشيزه توڙي جو ڪنهن جي ماءُ هجي
سڀ هن کي سڏيندا آهن جو سيني عورت ديوين ۾ نرالي آهي
عشتار جي وڏائي جو ڪوئي مَٿَ ثاني نہ ڄائو نہ ڄمندو
هن جا فيصلا بهتر پائدار ۽ اعليٰ درجي جا آهن
ان لاءِ تہ سڀ ديوتا ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ بيتاب آهن
ديوتائن ۾ سندس گهٽيِ گهَر جو ڪارڻ هن جو اعليٰ معيار آهي
سڀ ديوتا ۽ ديويون سندس حڪم جي ميجتا ۽ عزت ڪن ٿا.
انهيءَ ڪري تہ سڀ مرد ديوتا ۽ ديويون ڪيس جُهڪي
سلام ڪن ٿيون
جڏهن سڀ سندس اڳيان جُهڪن ٿا تڏهن تہ روشني پائن ٿا
عشتار ڇا آهي؟ عشتار سيني ديوين ۽ ديوتائن جي راڻي ۽ ملڪہ آهي.

سورهين صدي ق. م جي بابل شهر جي هن شاعر جي شعر واري لکيل ڦرهي ڪان علاوه عشق ۽ سونهن جي ديوي عشتار لاءِ ٻہ ٻيا بہ داستان سمير ۽ عقاد وارن آثاري قديم مان مليا آهن، جن جو تذڪرو

پوري عراق ۾ لوڪ ڪهاڻين جي صورت ۾ اڄ تائين موجود آهي. هن پهرئين لوڪ داستان موجب عشتار ديوي جي شادي سيني ديوتائن مان هڪ ڀاڳوان ديوتا ”تموز“ سان ٿئي ٿي، جيڪو رڍن، ٻڪرين ۽ ڳئن جو پالڻهار تجربي ڪار ڏنار آهي.

ٻئي داستان ۾ عشتار ديوي پنهنجي نوجوان مڙس ”تموز ڏنار“ جي موت اچڻ کان بعد جيڪو سندس خيال موجب ظلمات جي طرف موسم خزان ۽ بهار وانگر هليو ويو آهي سندس خيال آهي تہ جيئن موسم خزان ۽ موسم بهار هڪ دفعو اچڻ وري واپس وڃڻ ۽ وري وري موٽي اچڻ واري نظريہ مطابق ڪيس پڪ ٿئي ٿي تہ منهنجي مڙس ”تموز ڏنار“ تي بہ موسمن جو اثر ٿيو آهي ۽ ظلمات طرف هليو ويو آهي جڏهن موسم خزان ختم ٿيندي تہ ”تموز ڏنار“ موسم بهار ۾ موٽي ايندو اِن ڪري عشتار ديوي پنهنجي مڙس کي ڳولڻ لاءِ ظلمات جو سفر ڪري ٿي ۽ ظلمات جي سفر جون اذيت ناڪ سختيون سهڻ بعد نيٺ پنهنجي مڙس ”تموز ڏنار“ کي ڳولي موسم بهار جي آمد وقت ڌرتيءَ تي وٺي اچي ٿي ان ڪري عراقين، ايرانين، فونيقين ۽ يونانين ۾ اها ڏند ڪٿا اڄ بہ موجود آهي تہ موسم خزان تڏهن ٿيندي آهي جڏهن هر سال تموز ڏنار جوموت ٿيندو آهي ۽ موسم بهار تڏهن ايندي آهي جڏهن عشتار ديوي پنهنجي مڙس ”تموز ڏنار“ کي ظلمات جي سفر تان موٽائي ايندي آهي تڏهن تہ ايران ۾ جشن نوروز ۽ پاڪستان، افغانستان ۽ سنڌ ۾ جشن بسنت بهاران ملهايو ويندو آهي. جيڪو اپريل مهيني جي آمد وقت ملهايو ويندو آهي.



## افزائشِ نسل ۾ لذت هڪ فطري عمل

هونئن تہ فطرت انساني ۾ لذت هڪ اهڙو عمل آهي جنهن جي شرح ڪوبہ عام ماڻهو، فلسفي يا عالم پنهنجي پنهنجي سمجهہ مطابق ڪري وجي ٻاهر چڙهي ٿو. پر منهنجي خيال ۾ لذت ئي جسم انساني ۾ سراعت ٿيل هڪ اهڙي عمل جو نالو آهي. جنهن جي تڙپ ۾ لڳن انسان جهڙي وحشي جانور ڪي پٿر جي گهٽيل ماحول مان ڪڍي صاف سٿري ميدانن واري پر فضا ماحول ۾ وٺي اچي ٿي. پٿر واري دور ۾ ظاهري طور انسان جي سوچ ۾ بُک ۽ بدحالي جي لاچاري آهي پر جڏهن غارن مان نڪري پنهنجي محنت سان تيار ڪيل فصل جي پيداوار ۽ ڍاريل مال جي کير سان هو ڪٺڪ جي داڻن ڪي پٿر تي ڪُٽي اٽو ٺاٿي ڳوهي باهہ ۾ ڳاڙهو ٿيل پٿر جي چوڌاري اُهو اٽو ويڙهي ڪُرو (روٽ) پچائي کائي ٿو تہ اُن وقت کيس هڪ اهڙي لذت محسوس ٿئي ٿي. جنهن جو بيان لفظن ۾ ڪري نٿو سگهجي.

ان کان علاوه هر جاندار لاءِ ان گهڙي کان وڏيڪ لذت آميز لمحو نہ هوندو آهي جڏهن ڪي بہ ٻہ جسم هڪ ٿي ۾ سموئجي هڪ ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

جيڪا ڳالهہ آسماني ڪتابن مان بائيبل بہ ڪئي آهي تہ خدا تعاليٰ عورت کي مرد جي هڪ پاسري مان پيدا ڪري ورتو هو. اِهو ئي سبب آهي تہ مرد پنهنجي ان گم ٿيل پاسري جي ڳولا ۾ رات ڏينهن پريشان ۽ سرگردان رهندو آيو آهي. دنيا جي هر لذت هر خوشي سندس لاءِ هيچ آهي جڏهن کيس عورت ملي ويندي آهي تڏهن هن جي

زندگي ۾ بي انتها رونقون اچي وينديون آهن. جن جو ڪاٿو ڪري نٿو سگهجي.

شايد اِهوئي ڪارڻ هيو جو غارن واري زندگي مان ڪوئي پنهنجي ماءُ سان بغاوت ڪري، ڪنهن ٻئي ڪٽنب مان پنهنجو باقي حصو تلاش ڪرڻ لاءِ سرڪشي تي لهي اچي ٿو ۽ ڇٽڻ واريءَ جو باغي ٿي پنهنجي نئين دنيا آباد ڪري ٿو جتي هن ڪي اجا تائين اها خبر ڪانه آهي ته هن اِهو عمل ڇو ۽ ڇا لاءِ ڪيو آهي؟ هن ڪي ته انهي زوري ڪٺي آيل عورت جي جسم سان پنهنجو جسم ملائڻ ۽ گسائڻ سان هڪ بي انتها لذت محسوس ٿئي ٿي يا مباشرت وارو عمل جيڪو هو لاشعوري طور جانورن وانگر ڪري ٿو اُن مان بي انتها سواد جو هڪ طوفان سندس جسم ۾ پيدا ٿئي ٿو جنهن ڪي بار بار ماڻڻ لاءِ هن ايڏي جان جوکم وارو رستو اختيار ڪيو آهي، يعني هڪ پرائي ڌُٽي مان هڪ خوبصورت جواني زوري وڙهي ڪٺي آيو آهي. ان لذت جي بار بار حصول واري عمل سان عورت جي فطرت هڪ نئين زندگي بہ جنم ڏئي وٺي ٿي پر في الحال نسل ڪشيده ڪاري سان اُن غار جي سرڪش جوان جو ڪوئي سروڪار ڪونہ آهي. هن جو مطلب صرف ۽ صرف چند لمحن لاءِ پنهنجو جسم عورت جي جسم سان رڳڙڻ ۽ بي انتها هڪ سُرور حاصل ڪرڻ آهي اڄ کان ڏيڍ صدي اول فرانس جي سائنسدان "بوشي پيرت" گهڻو وقت اڳ سنڪي ويل درياءَ "سومان" جي تري جي کوٽائي ڪرائيندي قديم انسان جا پيرا ڪٺندي انڪشاف ڪيو هو تہ غارن ۾ رهندڙ انسان جي جسم تي گهاٽا ۽ سنهاوار ٻين جانور وانگر موجود هئا جيڪي نر ۽ مادي انسان هڪٻئي سان جسم گسائيندي ۽ چَٽَ چُمَ ڪندي هڪٻئي جي جسم جي وارن جا مسام پوري ڇڏيا هُئا. ۽ گهڻو دير بعد ههڙو لاٽ انسان نهيو آهي. ان ڳالهہ جي پڌرائي جڏهن ڪليسا وارن جي ڪـ ـئي تہ اُنهن ڪٽي لنيون اُپيون ڪيون ۽ چيو تہ "بوشي پيرت" ڪفر ٿو ڪري انسان نهيو نڪيو هن موجوده صورت

۾ آسمان مان لهي زمين تي آيو آهي جيڪا ڳالهه بائيبل جي صحيفن خلاف آهي ته ڪو پراڻي وقتن ۾ انسان ڪي به جانورن وانگر گهاٽا ۽ سنها وار موجود هيا.

آخر نتيجو اهو نڪتو ته حڪومت برطانيه ۽ حڪومت فرانس سائنسدانن جي هڪ گڏيل ٽيم تشڪيل ڏني جنهن جا سربراهه برطانيه طرفا ماهر ارضيات چارلس لاٽل ۽ حڪومت فرانس طرفان جوزف پريسٽ ويچ مقرر ڪيا ويا جن تي اِهو ڪم رکيو ويو ته هو "سومان" جي سرزمين تي پهچي تحقيق ڪن ته واقعي "بوشي پيرٽ" سچ ڳالهايو آهي يا ڪوڙ ڪيو آهي. انهن ماهرن ٽن سالن جي مٿا ڪُٽ ڪان بعد هڪ رپورٽ تيار ڪري ڏني جيڪا 1863ع ۾ انسان جي قدامت "The Antiquity of man" جي عنوان سان شايع ٿي، جنهن ۾ واضح ڪيو ويو هو ته "بوشي پيرٽ" جو ڪجهه لکيو ۽ سمجهيو آهي، اُهو بلڪل سچ آهي تڏهن وڃي يورپ جي پادرين جو مٿو ٺڪاڻي لڳو.

"اهي ڏينهن اُهي شينهن" جي چواڻي مطابق غارن جي دور ڪان وٺي اڄ تائين جي جديد دور تائين فطرت جي پاسخاطري ڪندي انسان جيستائين هڪ ٻئي سان جسم لمس نٿو ڪري تيستائين حقيقي ۽ فطري لذت ماڻي نٿو سگهي. هونئن ته پس پرده فطري لذت حاصل ڪرڻ ۽ جسم ملائڻ يا گسائڻ ڪان ته هرڪوئي واقف آهي پر ائين چئجي هر جسم نرتوٽي مادي چمندي چام آهي پر اڄ ڪلهه جي مشرڪي سماج اقدار ۽ مذهبي روايتن جو احترام ڪندي اُن جو برملا اظهار يا لکت ڪرڻ باعث ندامت آهي، تڏهن به ڪي بي باڪ ذهن جسماني ميل ميلاپ جو سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح اظهار ڪري وٺن ٿا.

جنسي لذت جو عروج ان وقت پنهنجي انتها تي پهچي ويندو آهي جڏهن اخراج وقت مرد يا عورت تي 15 ڪان 20 منٽن تائين، پر ڪن ڪن مردن ۽ عورتن ڪي جيڪي تمام حساس طبعيت جا مالڪ هوندا آهن انهن تي ته اڌ ڪلاڪ تائين به مدهوشي (بيهوشي) جو دورو چڙهي

ويندو آهي جيڪي دنيا وما فيها کان بي نياز ۽ بي سڌ پيا هوندا آهن. گرو رجنيش اهڙي وقت واري پيرڊ کي تخليق واري صفت سان تعبير ڪندي بنده ۽ خالق جي فرق کي متجي وڃڻ واري ڪيفيت بيان ڪيو مگر طب يونان جي قلمي ڪتابن اسرار النقاح مطب حڪيم مولوي محمد باقر 1822ع ۽ ڇپيل ڪتاب فارسي "ضياءُ الابصار في باهہ" جي حوالي سان ٻڌايو تہ انسان تي اِهو بيهوشيءَ جو عمل هن طرح ٿئي ٿو تہ مباشرت جي وقت عصبي مرڪزن ۾ هيجان پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي ۽ مغز حرام ۾ عصبي پيغامن جي رفتار تيز ٿي ويندي آهي. انهن پيغامن جو نتيجو اِهو حاصل ٿيندو آهي تہ تمام غدود تناسليہ (نسلي جُزا پيدا ڪندڙ) پنهنجي پنهنجي رطوبت خارج ڪرڻ لاءِ بيتاب ٿي ويندا آهن غدودِ تناسليہ جي بيتابي ئي اصل ۾ لذت حاصل ڪرڻ جو ذريعو هوندي آهي، جيڪا بيتابي ڏسي تہ ڪونہ سگهبي آهي پر آسان لفظن ۾ هيئن چئجي تہ اڄ ۽ ٻک وانگر شدت سان پوري جسم ۾ محسوس ڪري سگهبو آهي. جنهن جي شدت جي ڪري ٻنهي جنسن يعني مرد ۽ عورت جي تخليق وارن عضون يعني عورت جي "فم رحم" يعني ڳهڻ جو مُنهن ۽ مرد جي مرداڻي عضوي جي حشفہ يعني طوهر ٿيل ٿوپڻ ۾ ازخود ايترو تہ وڌاءُ ۽ ڦوند پيدا ٿي پوندو آهي، جو ٻنهي عضون جا منهن ڦاٽي پوندا آهن ۽ هڪٻئي کي مُنهن ملائڻ جي ڪوشش ۾ ڪوشان ٿي ويندا آهن. ايئن محسوس ٿيندو آهي جڻ تہ ٻئي عضوا هڪ ٻئي کان اعزا ۽ تناسليہ حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب آهن. جيئن جيئن هنن ٻنهي عضون جا مُنهن هڪ ٻئي کي ڇُهڻ جي ڪندا آهن تہ ٻنهي جسمن کي بي انتها لذت محسوس ٿيڻ شروع ٿيندي آهي. جنهن لذت جي ملڻ سان "مغز حرام" طرفان غدود تناسليہ کي نسلي اجزاءَ خارج ڪرڻ جو پيغام ملڻ شروع ٿيندو آهي، جنهن کي حڪمت جي زبان ۾ انزال يعني خارج ٿيڻ چيو ويندو آهي انزال جي وقت لذت پنهنجي انتها کي پهچي ويندي آهي. جيڪي ڪهڙيون مَرد ۽ عورت لاءِ پر ڪيف لذت

واريون گهڙيون هونديون آهن جن جو لفظن يا قلم سان بيان ڪري نٿو سگهجي، پوءِ جن مردن يا عورتن جي قوت شهواني سگهاري هوندي آهي هن پُرڪيف لذت مان بار بار آساني سان مزو ماڻي سگهن ٿا.

پر جن مردن جيُ حشفه ۾ جواني يا بلوغت جي نو عمري واري دور ۾ غلط ڪارين مثلاً جانورن، هم جنس ڇوڪرن يا مشت زني جي ڪري مرداڻي عضوي ۾ ڪمزوري ۽ عين ٽائيم تي ڦندڻ ۽ ڍلجڻ جي سگهه نه هوندي آهي اهي اهڙي بي انتها لذت کان محروم رهجي ويندا آهن ۽ مشن اخراج وقت بي خودي يا بي هوشي واري ڪيفيت جو نزول ڪونه ٿيندو آهي. نه وري ڪوئي ميلاپ وقت ڪين خاص جذبو يا اُن ۾ شدت ايندي آهي يعني بس هڪڙي قسم جي رسم جي پورائي ڪرڻ کان وڌيڪ ڪجهه به هڙ حاصل ڪونه هوندو آهي. اهڙي طرح اهي عورتون به جيڪي نو عمري واري دور ۾ سماجي پابندين سبب ڪنهن مرد سان ملي ڪونه سگهنديون آهن اهي مرداڻي سماج کان ڪَنڊائتيون ٿي پاڻ جهڙين يا پاڻ جيڏين ڇوڪرين سان هم جنس پرستي واري عمل ۾ ڦاسي واڱڻ، موري، ڪيلو، گجر يا پاڻ جهڙي ڇوڪري کان زناني عضوي جي ٻاهرين ڪنارن کي ڇترائڻ يا زبان جو اندر اُماڻڻ سان وقتي طور تي لوڪان لڪي شهواني پورائو ته ڪري ٿيون وجن پر فطرت جيڪا پنهنجي جاءِ تي نُوس ۽ غير متزل آهي اُها پنهنجي غير فطري عمل جي ردِ عمل ۾ عورت جي غدود تناسله تي منفي اثر جي بارش ڪرڻ شروع ڪري ٿي جنهن جي ڪري عورت جا اُهي غدود جيڪي نسلي اندا پيدا ڪندا آهن اُهي بُري طرح متاثر ٿيندا آهن ايستائين جو بار بار غير فطري چال چلت سبب انهن ۾ فطرت ناڪامي جا پيغام مغز حرام وسيلي موڪلڻ شروع ڪندي آهي جنهن جي ڪري اهڙين عورتن جا نسلي اندا پيدا ڪندڙ غدود ناڪاره يا منحرف ٿي ويندا آهن. اِهوئي سبب آهي جو دنيا جي سيني عورتاڻي جيلن ۾ گجر، موري، ڪيلو، واڱڻ سالم صورت ۾ اندر ڪٽي وڃڻ

سخت منع هوندي آهي. تيئن تہ ائين گھرجي تہ ساڳيو قانون ڪاليجن،
يونيورسٽين جي عورتاڻي هاسٽلن ۽ وڏن ڪارخانن جي هاسٽلن ۾ جتي
عورتن جي اجتماعي زندگي گذري ٿي اتي بہ پاس ڪرڻ گھرجي تہ
هوند يورپ جي هزارين نہ بلڪ لکين نا سمجھ نياڻين جي زندگي غير
فطري ۽ عارضي چسڪي جي عذاب کان بچي پوي ۽ اهڙين بي سمجھ
ٻارڙين جي زندگي هميشه لاءِ داءَ تي لڳڻ کان سنوارجي پوي ۽ اُهي
سماج ۽ فطرت جون ڌتڪاريل عورتون ڪارگر مائرون ۽ محبت ڪندڙ
زالون بڻجي پون.



# خودزني

اگر زندگي جي ڪاروهنوار تي نظر ڪجي تہ هي سڄي جو سڄو هنگامو ۽ گوڙ گمسان خواهشاتِ انساني جي ئي ڪري آهي جنهن جو حاصل جسماني لذتن ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. جن ۾ ڪاڏي پيٽي جي شين ڪان وٺي آسائش و آرام شهواني اميدن جي تڪميل تائين ڪَن لاتار ڪري نٿي سگهجي. جنهن علم ڪي اڄ ڪلهہ جا عالم علم جنس جي نالي سان سڃاڻندا آهن.

جديد سائنس جي جدول مطابق جنسيات جا عالم هن ڳالهہ تي سوَ فيصد متفق آهن تہ ڪن بہ ٻن پريميڪا جنسن ۾ هڪڙيون خاص قسم جون لهرون پيدا ٿينديون آهن جيڪي هڪ ٻئي کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن؛ جهڙي طرح لوهہ ۽ چقمقي جسمن مان ڪشش ڪندڙ لهرون خارج ٿينديون رهنديون آهن. جن ۾ مثبت ۽ منفي اثرات موجود هوندا آهن. پوءِ اُهي ڪي بہ ٻہ جسم ڇو نہ ٻئي نر هجن يا ٻئي ماديون هجن توڻي ٻئي مختلف جنسن نر ۽ مادي هجن اُنهن مان نڪرندڙ لهرون سائنس جي فارمولي مطابق پازيٽو + پازيٽو = پازيٽو يا منفي + پازيٽو = منفي اثر ظاهر ڪنديون آهن جنهن مان هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي وڃي ٿي تہ مختلف خصوصيات جون حامل بہ شيون جڏهن بہ پاڻ ۾ ملنديون آهن تہ هڪ ٽين شيءِ جنم وٺي ظاهر ٿيندي آهي مثلاً گرمي ۽ پاڻي پاڻ ۾ ملندا تہ ٽين شيءِ ٻاڦ ٺهي پوندي يا سردي ۽ پاڻي ملندا تہ برف پنهنجو وجود ظاهر ڪري بيهندي. اهڙي ئي طرح مختلف ماڻهن يا جنسن مان جڏهن ڪشش ڪندڙ لهرون

نڪرڻ شروع ٿينديون تہ ٻنهي ۾ ڪشش جو عنصر پيدا ٿي پوندو، انهيءَ ڪشش واري عنصر جنهن کي ظاهري طور ڏسي تہ ڪونہ سگهبو آهي البتہ ڪنهن بہ ٿرش تيز ڪتي ۽ ڪڙي ذائقي وانگر محسوس ضرور ڪري ونبو آهي جنهن جي شدت واري احساسات کي پيارمحبت يا عشق چيو ويجي ٿو. پر اُهي ٻئي ڪشش ڪندڙ جسم جڏهن هڪ ٻئي سان ملن ٿا ۽ هڪ ٻئي ۾ سموئجڻ جي جدوجهد ڪن ٿا تہ اُن جدوجهد واري مهل ۽ پيرڊ کي لذت چيو ويجي ٿو جنهن کي بہ صرف محسوس ڪري سگهجي ٿو. پر ان کي ڪنهن ماپي يا سانچي ۾ ڍالي، تڪي توري يا ڇُهي نٿو سگهجي نہ وري اُن کي ڪوئي وجود ڏئي سگهجي ٿو. سنڌي زبان ۾ اِن گهڙين کي صرف "آڙيڪا" نالو ڏنو ويو آهي جنهن جي معنيٰ آهي پيچن سان پيچ ٻئي پختو ٿي وڃڻ.

شهواني لذت حاصل ڪرڻ نہ صرف انسانن جي خواهش آهي پر جانورن ۾ بہ جائز يا ناجائز طريقي سان لذت حاصل ڪرڻ واري سوچ ضرور موجود آهي. جيڪڏهن گستاخي معاف ٿئي تہ مون کي هن چوڻ کان ذري برابر هٻڪ نٿي ٿئي تہ ناجائز نموني لذت حاصل ڪرڻ جي عادت ماڻهن ۾ بہ آهي. جنهن کي بشريات جي عالمن "پاڻ سان زنا" جو نالو ڏنو آهي. جيڪا عادت اردو ۾ استلزاد باالنفس ۽ انگريزي ۾ "Auto erotism" سان سڃاتي ويندي آهي. هونئن تہ پاڻ سان زنا جي شُغَل جي شروعات جانورن کان ٿي آهي تہ جڏهن هاٿي، ڏاچي، رڍ، ٻڪري، گڏھ يا گهوڙي کي شهواني غلبو دماغ تي چڙهندو آهي تہ اُهي ڪوئي جائز رستو نہ ملڻ سبب رڍون ٻڪريون، گهوڙيون، گڏهيون ڪنهن آلي ڪاني سان پنهنجو خاص عضوو گسائينديون آهن جانورن تي تحقيق ڪندڙن مان هيولاڪ ايلس، ڊاڪٽر مول، پلاش ۽ بارٽل پنهنجي پنهنجي ڪتابن ۾ جانورن جا اهڙا ڪيئي مشاهدا گڏ ڪري لکيا آهن جن ۾ رڇ، باندر ۽ پولڙا بہ پاڻ سان زنا ڪرڻ جا عادتي آهن اسان جڏهن اڄ جي دور کان انسان جو چوتڙيو پيرو کڻي هزارين لکين

سال پوئتي وڃون ٿا تہ اسان کي نظر اچي ٿو تہ انسان نہ صرف اڄ جي جديد دور ۾ پاڻ سان زنا ڪري لذت حاصل ڪرڻ جا نوان نوان اوزار ۽ طريقا حاصل ڪيا آهن پر پراڻي دور ۾ بہ هيءُ بہ پيرو جانور گهٽ گهڻ جو ڪونہ هيو. جو نہ صرف پاڻ سان زنا ڪري لذت حاصل ڪندو هو، پر جانورن مان بہ جيڪو سندس مُنهن سامهون ايندو هو ان کان بہ ڪونہ مڙندو هو. رڍ، ٻڪري، گهوڙي، گڏھ ۽ ڏاچي تہ پنهنجي جاءِ تي رهيا. پر پراڻا حڪيم پنهنجي زباني روايتن ۾ چوندا هئا تہ جيڪو بہ مرد مادي ٻُلهڻ، مادي چراخ مادي سوئر ۽ مادي گداڙي سان زنا ڪندو اُهو ڪراڙپ تائين قوت مردانگي ۾ ڪمزور نہ ٿيندو قوت باھ جا ماهر حڪيم ٻُلهڻ مڇيءَ جي چربيءَ مان ليپ ٺاهي مرداڻي عضوي تي هڻندا هُئا تہ قوت باھ ۽ جٺاءَ جو پيرڊ تمام ڊگهو ٿي ويندو هو. موجوده مهذب دور ۾ دنيا جو ڪو ملڪ مشڪل سان ٿي اهڙو هوندو جتان جا ماڻهو اِن عادت ۾ مبتلا نہ هجن. پيو نہ بہ سهي پر مشت زني ۽ هم جنسي پرستي رستي لذت ماڻڻ کان ڪنهن بہ نوجوان ڇوڪرو يا ڇوڪري کي مشڪل سان مبرا ڪري سگهجي ٿو. سواءِ انهن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي جن وٽ سن بلوغت وقت ئي جائز وسيلا موجود هوندا. نوبل پرائيز يافتہ جديد دور جو فلاسافر برٽينڊ رسل پاڻ قبول ڪيو آهي تہ آءُ پنج سال مشت زني جي عادت ۾ ڦاٿل هوس. تجربن مان ثابت ٿيو آهي تہ جتي جتي جواني کي اجتماعَ ۾ رهڻو ۽ سمهڻو پوي ٿو اُتي اُتي ان علت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي جن ۾ وڏيون هاسٽلون، زنانا جيل خانہ وڏن ڪارخانن جي ليبر جون اجتماعي بيرڪون اچي وڃن ٿيون. آسٽريليا جي نيو سائوٿ ويلز جا پراڻا قبيلا تہ ان شوق جا دلداده آهن. ڊاڪٽر راٿ ROTH جي چوڻ موجب شمالي ڪوئين لينڊ ۽ پسگردائي وارن علائقن مان جتان جا مرد اڪثر ڏورانهن علائقن ۾ رهن ٿا اُتي خود زنائي ڪوئي عيب ڪونہ سمجهيو ويندو هو، سواءِ مائوري، رائورو ۽ ٽونگا قبيلن جي ۽ جن ۾ خود زنائي جو رواج ڪونہ هو.

پر انهن جي پرپاسي وارن ٻيٽن جا رهاڪو ماڻهو انهن کي پنهنجي زبان ۾ "نامرد" جي الفاظ سان سڏيندا آهن خاص ڪري Kock Island وارا ٽوڪ طور سندن لاءِ جيڪي جملا استعمال ڪندا آهن، انهن جي معنيٰ ٿيندي "هيجڙا يا کدڙا" آفريڪا جي بانٽو قبيلي جي عورتن ۾ ته خود زنانئي جو ايترو شوق آهي جو عالم آشڪار، جي لذت جا قصا ڪهاڻيون ٻڌائينديون ٻين کي ترغيب ڏينديون رهنديون آهن. ساڳئي حالت سوتو ۽ ڪافرو قبيلي جي پڻ آهي، جڏهن اهل هسپانيه فلپائين پهتا ۽ وزڪايا علائقه ۾ ويا ته اتي مردن توٽي عورتن ۾ اهو شوق ڏٺو ويو. جزيره بالي ۾ جڏهن مشهور سياح انگريز پهتو ته اتي پڻ ساڳيو ئي رنگ رتل ماڻهو ڏٺائين. ڊاڪٽر ايرام اوير وارن ملڪن ۾ ۽ ڊاڪٽر "سونيني" مصر ۾ اهو ذوق فيشن طور محسوس ڪيو، ٻيو ته ڇڏيو پر قديم هندستان جي قديم عمارتن ۾ پٿين تي اهڙيون تصويرون اڪريل آهن جتي مرد ۽ عورتون ان شوق ۾ مست مگن لڳا نظر اچن ٿا. جزيره سيلان ۽ ماچيءَ ۾ اِهو شوق شادي شده عورتن ۾ گهڻو نظر ايندو آهي، پر جپان جي عورتن ته هن شوق کي فن جي طور شهرت بخشي ڇڏي آهي. هيءَ عورتون ٻا ڪنديون آهن جو پتل جون ٻه تمام سنهڙيون لسيون چادرون ڪٺي انهن مان ٻه بال ٺاهينديون آهن جن جي شڪل ۽ جسمات ڪبوتر جي آني جي مشابهه هوندي آهي انهن بالن مان هڪ جو منهن خالي بند ڪنديون آهن ۽ هڪ ۾ پاري جي گولي وجهي بند ڪنديون آهن جڏهن ڪين لذت وٺڻ جو شوق ٿيندو آهي ته اول پاري جي گولي وارو بال ۽ پوءِ خالي بال پنهنجي زناني عضوي ۾ اندر وجهي مخصوص انداز سان پنهنجي رانن کي جنبش ڏينديون رهنديون آهن ۽ بوقت ضرورت تائين پيون لذت حاصل ڪنديون آهن. ان اوزار کان تقريبن ساري جاپان جون عورتون واقف آهن جنهن جو نالو جاپاني اصلاح موجب رين ـ نو ـ تاما آهي. ڊاڪٽر جوسٽ(Joest) چوي ٿو، ان اوزار جي ايتري شهرت جي باوجود اُن کي

استعمال ڪرڻ جو شوق گهٽي ۾ پيل انهن عورتن کي آهي جيڪي پيشور عورتون آهن. جاپان ۾ انهيءَ ڪم لاءِ هڪ ٻيو به مشهور اوزار آهي، جنهن جو نالو انگي (Engi) آهي. انتهائي سڌريل ملڪ، جاپان کان موٽي جڏهن مهذب ماڻهن وٽ ٻيهي پوئتي نهاريون ٿا ته خود زنائي واري انساني عادت ۾ مهذب يا غير مهذب دور ۾ بلڪل هڪ جهڙائي معلوم ٿئي ٿي. بابل ۽ اشوريا جي پراڻن دڙن جي جڏهن 18 صدي عيسوي ۾ کوٽائي ڪئي وئي ته اُتي ٻين تهذيب يافته نشانين سان گڏ "صبورو" جون تصويرون به ڪثرت سان مليون آهن. جنهن سان ماهرن جو خيال هن طرف ٻَڪ سان چوي ٿو ته ايتري مهذب شهرن ۾ اڄ کان پنج ڇهه هزار سال اڳ به "خود زنائي" واري رسم موجود هئي. برٽش ميوزم ۾ هڪ گلدان موجود آهي، جيڪو يوناني طرز ثقافت جو اهڃاڻ آهي، جنهن ۾ هڪ يوناني ڪسبي جي تصوير نهيل آهي جيڪا هٿ ۾ صبورو (مرداڻو عضوو) جهليو بيٺي آهي. انهي قسم جو هڪ ٻيو به گلدان آهي جيڪو يورپ جي پومپيائي وارن دڙن جي کوٽائي مان مليو آهي جيڪو شهر نيپلز جي عجائب گهر ۾ موجود آهي جنهن سان ڄاڻ ملي ٿي ته قرون وسطه اِهو شغل يورپ ۾ عام جام هيو جنهن لاءِ پادري صبورو جو نالو وٺي ڪلم ڪلا اُن جي خلاف واعظ ڪندا هئا. سورهين صدي ۾ مشهور ناول نويس فورٽني Forteni به پنهنجي ڪتاب Nevelle Die Norizi ۾ هن "آله بلورين" جو ذڪر ڪيو آهي جنهن جو ذڪر ڪليسه ۾ زنانيون ڪنديون هيون ملڪه الزبٿ جي دور ۾ يورپ اندر انگلستان ۾ به هن مصنوعي اوزار جا اهڃاڻ مليا آهن. ڇو ته مارسٽن لکيو آهي ته ليوسيا Lucea پنهنجي مڙس جي گرم نرم بستره تي اِن مصنوعي اوزار کي ترجيح ڏيندي هئي، ايڏو مشهور زمانه اوزار جنهن کي هندستاني زبان ۾ صبورو يوناني زبان ۾ عورتون ان کي "اولبوس" Otislug، لاطيني زبان ۾ هن جو نالو فِلس Phallus پانيسيم Pascinum هيو. فرانسني زبان ۾ هن جو نالو گاديميشه.

جرمني ۾ سمسهاسي هيو. ارڙهين صديءَ ۾ بقول دوهرين Dahren جي ته اميرزادين لاءِ پوري جرمني ۾ اهڙا بهترين آلہ ناهيا ويندا هئا. ارڙهين صدي کان پوءِ انگلستان ۽ پيرس ۾ مصنوعي آلات جي خريد فروخت تي پابندي لڳي وئي هئي، ان ڪري اهڙين شين جو وڪرو سرعام بند ٿي ويو هو مگر هڪ عورت مسز فلپس جنهن جو دڪان ليسٽر چوڪ تي هيو. أها ايتري هلندي پچندي واري هئي جو کلم کلا ان جو واپار ڪندي هئي. 1835ع ۾ جان بي لکيو هو ته أن وقت انگريزي ۾ ان مصنوعي آلہ جو نالو "دلدول هيو" 18 صدي ۾ فرانس ۾ به هڪ عورت مادام گورون وڏي پيمانہ تي ان جو واپار ڪندي هئي. انهن ڏينهن ۾ ان جو نالو فرانسي زبان ۾ تبديل ٿي ڪنسوليٽر ٿي ويو هو. جنهن جي معنيٰ هئي "راحت پهچائيندڙ اوزار" ڊاڪٽر دوهرين مادم گورون بابت لکي ٿو ته جڏهن هن وفات ڪئي ته هزارين خط سندس ڪمره مان فرانس جي ڪنڊڪڙڇ جي ڇوڪرين جن ۾ڪليسا جي پوچارٽين ۽ وڏ گهراڻن جي ڏيئرن جا شامل هئا مليا. جن خطن ۾ سڏي سنئين صبورو جي طلب هئي. صبورو جي استعمال لاءِ ڊاڪٽر بامن Bumann جي لکيت ۾ آيو آهي ته نہ صرف انگلستان، جرمني ۽ فرانس، اٽلي ۾ صبورو جي طلب هئي. پر ترڪي ۽ زنجيبار جي محلاتن تائين به صبورو جي رسائي ٿي چُڪي هئي. ڊاڪٽر بي راسٽرن پنهنجي ڪتاب "Modiziminde Turki" ۾ لکي ٿو ته ترڪي ۽ مصر جون عورتون مصنوعي طريقي سان لذت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيلي ۽ ڪيري کان به ڪم وٺنديون هيون. عهد عباسيہ ۾ الف ليلا جو ڪتاب لکيو ويو هو جنهن ۾ "نوادر فرنگي" جو هڪ قصو لکيو ويو هو. تنهن ۾ هڪ بيت به هيو، جنهن جو متن هن طرح جو هيو.

اوڪيلا! ملائم ۽ سٺيي کل وارا ڪيلا، توکي ڏسي عورتن جون اکيون ڦاٽي وڃن ٿيون. اي ڪيلا دنيا جي فروٽن مان تون ئي هڪ اهڙو فروٽ آهين. جنهن جي دل همدرد ۽ نرم آهي.

اي ڪيلا تون ٿي بي واهين ۽ طلاق وارين جو همدرد آهين.

تون ٿي انهن عورتن کي تسڪين ۽ لذت ڏين ٿو؛

جزائرِ هوائي جي علم الاصنام ۾ ڪي ڪي روايتون اهڙيون مليون آهن، جن مان صاف ظاهر آهي ته اتان جي ديوين "خودزنائي" واري لذت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيلي جي ڦري مان خوب فائدو ورتو آهي. نه صرف ڪيلو پر ونگو، ڪيرو، گجر، واڱڻ، موري، پيو ته ڇڏيو پر پينسلون، مهر لڳائڻ واريون لاک جون ڏنڊيون، سُٽ جاريل، موم بتيون به انهن عورتن جي مشغلِ لذت ۾ شامل آهن. ڊاڪٽر ميرابو پنهنجي ڪتاب "اِروٽيڪا ببلون" (Erotia Biblion) ۾ انهن شين جي استعمال جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، ته ڪليسائن جون ننون ۽ اڇوتڻيون، انهن شين جو استعمال ڪيئن ڪنديون هيون. سئزرلينڊ جو پروفيسر ريورڊين (Reveriden) چئن عورتن جو تفصيل سان احوال ڏنو آهي، جن مان هڪ 25 سالہ عمر جي ۽ هڪ پروفيسر جي ڌي آهي. ٻي هڪ 42 سالہ تمام سٺي ڊاڪٽر وٽ ملازم آهي، ٽين هڪ سترهن سالہ انگريز ڇوڪري آهي. چوٿين هڪ ٻارهن سالہ معصوم نينگري آهي، سيني پنهنجي پنهنجي انداز سان وڏي خوبصورتي واري موڊ ۾ پنهنجي خود زنائي واري لذت جي طور طريقن ۽ مزي ماڻڻ جو بي حجابي سان ذڪر ڪيو آهي.

ڊاڪٽر مول جي چوڻ موجب بعض شادي شده عورتن کي مڙس هوندي به ان شوق جي ايتري ته عادت پئجي ويندي آهي جو هو ان شوق ۾ مڙس جي پرواهہ به نه ڪنديون آهن. ڊاڪٽر هاورڊ، رياست متحده امريڪا جي ڪئي عورتن جا انٽرويو پنهنجي ڪتاب ۾ شايع ڪيا آهن، جن عورتن بي حجابي بلڪ فخر سان پنهنجي ان عادت ۽ اڪيلائي ۾ لذت ماڻڻ جو ذڪر ڪيو آهي. پيو ته ڇڏيو پر ڊاڪٽر هاورڊ چوي ٿو ته ننڍي ننڍي عمر جون ڇوڪريون جيڪي اڃان سن بلوغت کي به نه پهتيون آهن اُهي به اها لذت ماڻڻ لاءِ ڪرسين جي ڪنڊن سائيڪلن جي

گدين ۽ ٻين وسيلن سان خود زنائي جي عادت جون شوقين آهن. هڪ دفعي جي ڳالهه ڊاڪٽر آر.ٽي. ماريڪ ساڪن نيو يارڪ هن طرح ٿو ڪري ته منهنجي هڪ پيشنٽ خيالن جي لحاظ کان ته وڏي مذهبي عورت هئي پر توهان يقين ڄاڻو جڏهن به گرجا عبادت لاءِ ويندي هئي ته صفا الف ننگي ٿي آئيني جي سامهون صبورو سان خود زنا ئي واري عمل کان واندي ٿي تڙ ڪري ڪپڙا مٿائي پوءِ عبادت لاءِ ويندي هئي. بعض ڇوڪريون چڪر ۽ جهولن کان به اهو ڪم وٺنديون آهن. هڪ فرانسيسي ڊاڪٽر پوئلي ۽ هيولاڪ ايلس پنهنجي اکين ڏٺا تجربا بيان ڪندي چون ٿا ته يورپ ۾ هن شوق جي عادت ايتري ته وڌي وئي آهي جو سلائي مشينن جي ڪارخانن ۾، ريل ۾ سفر ڪندڙ ڇوڪرين کي، اسان پنهنجي اکين سان اهو عمل ڪندي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي. گهڻيون ڇوڪريون ته پنهنجي پير جي ڪڙيءَ سان پنهنجي لذت ماڻي واند يون ٿي وڃن ٿيون جن کي عام ماڻهو ته سمجهي ڪونه سگهي ٿو پر آڙيڪاپ ۽ سمجهو ماڻهو ته ان مشاهدي کي باقاعده تسليم ڪري سگهي ٿو.

جرمني جو مشهور ڊاڪٽر برجر (Berger) پنهنجي ڪتاب وورلي سنجن (Vorlesungen) ۾ لکي ٿو ته آءُ پنهنجي تجربي سان چوان ٿو ته جرمنيءَ ۾ 99 فيصد ڇوڪرا، ڇوڪريون مرد ۽ عورتون ڪڏهن نه ڪڏهن ان مرحلي کان گذرندا رهن ٿا. جرمني جو هرمان ڪوهن روهيلڊر، ڊاڪٽر ديوڪس، ڊاڪٽر اوريگيا ۽ ڊاڪٽر ارنيسٽ پوري جرمني جا حالات بيان ڪندي چون ٿا ته 92 کان 95 فيصد مرد عورتون نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ان عادت جون نشي وانگر عادتي آهن. فرانس ۾ هڪ پادري ڊاڪٽر ڊبرين کي ٻڌايو ته جيتريون به ڇوڪريون هتي عبادت لاءِ اينديون آهن انهن ۾ ٻارنهن مان ٻارهن ان عادت ۾ قاتل آهن. پروشيا جي هڪ ميڊيڪل آفيسر روهيلڊر ۽ اسينلي حال جو ڇوڻ آهي ته هتي سن بلوغت ۾ اچڻ واري هر ماڻهوءَ

کي اها بيماري لاحق آهي ٿي آهي. مٿي ذڪر ڪيل سموريون شاهديون ثابت ڪن ٿيون تہ خود زنائي جي عادت مردن ۾ بہ آهي پر عورتن جو ريشو گهڻو آهي. ان ڪري عالمن انهن جا ڪي اسباب بيان ڪيا آهن جيڪي هن ڪتاب کي پڙهندڙن جي آساني لاءِ بيان ڪيا وڃن ٿا:

(1) عورتن جي نفساني خواهش جي پورائي لاءِ جنگ، واپار، نوڪري يا ٻين ڪمن سبب مردن جي غير حاضري ۽ کوٽ.

(2) سماج ۾ ظاهر ظهور ڪنهن سان بہ کلم کلا مباشرت تي بندش سبب رازداري ۾ ڪم ورتو وڃي ٿو.

(3) گهڻا ماڻهو اقتصادي يا سماجي اوڻاين سبب شادي نٿا ڪن تہ ان جي شهواني پورائي ان طرح ٿئي ٿي.

(4) انسان ڪنهن سان محبت ڪري ٿو پر ان تائين پهچ نہ هجڻ سبب خيالن خيالن ۾ اهڙي عمل کان لطف حاصل ڪري ٿو.

(5) عورتن کي مردن جي مقابلي ۾ شرم و حيا وڌيڪ هوندو آهي. اُن ڪري ظاهري خواري کان بچڻ لاءِ تنهائي جو گناهہ شرمساري کان بچائي ٿو.

(6) دنيا جي سماج ۾ مردن ۽ عورتن جو هڪ هنڌ گڏ رهڻ معيوب آهي. ان ڪري خود زنائي، مشت زني ۾ هم جنس پرستي کي هٿي ملي ٿي.

(7) گهڻن قبيلن ۾ ٻيهر شادي عيب هوندي آهي ان ڪري جنهن عورت يا مرد جي زال يا مڙس مري ويندو آهي تہ لاچار ڪيس اهوئي آسان رستو ملندو آهي.

(8) عورتن کي ڪنهن مرد سان مباشرت ڪرڻ سان ٻار ٿيڻ جو خطرو ٿيندو آهي، اُن ڪري مصنوعي طريقن کي ترجيح ڏني وڃي ٿي.

(9) فطرت جي ضرورت هوندي آهي تہ جڏهن عورت جي ماهواري پوري ٿيندي آهي تہ اُن کي مرد جي ضرورت پوندي آهي. مرد نہ ملڻ جي حالت ۾ مجبورن عورت کي پنهنجي شهواني تشنگي جي پورائي لاءِ مصنوعي آلو يا صبورو استعمال ڪرڻو پوندو آهي.

(10) گهڻين نوجوان ڇوڪرين کي هسٽيريا ٿي پوندي آهي، جنهن جو واحد علاج مرد سان ميلاپ آهي. مجبورن مرد نہ ملڻ سبب عورتن کي ٻيا رستا اختيار ڪرڻا پوندا آهن.

(11) گهڻين عورتن کي پنهنجي حسن جمال ۽ خانداني وڏائي سبب عام مرد کان نفرت هوندي آهي پر فطرت جي تقاضا کين مجبور ڪندي آهي تہ هو خودزنائي واري رجحان جو سهارو وٺي پنهنجو ڪوڙو ڀرم بحال رکنديون رهن.



# جنس

جنس لفظ اصل ۾ انگريزي جي Sex جو متبادل لفظ آهي، جيڪو خود لاطيني زبان جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي، ڪنهن بہ وٿي يا ڪنهن بہ ويڇي کي ملائڻ. هي لفظ اصطلاحي معنيٰ ۾ مرد ۽ عورت ۾ پيل شگاف يا وٿي کي ملائڻ جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. جيڪو سنڌي زبان ۾ فارسي لفظن جي طرز تي ڪن بہ ٻن لفظن کي ملائڻ سان ساڳئي معنيٰ طرف اشارو ڪري ٿو. مثلاً جنس پرست، معنيٰ مرد جو عورت سان پيار ڪرڻ يا ميل ميلاپ ڪرڻ. پر ساڳيو لفظ جنسِ پرست اسانجي ڀهراڙي واري ٻوليءَ ۾ "آڙيڪاپ" بہ استعمال ٿيندو آهي اهو بہ مرد جو عورت سان ميل ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي يا عورت کي قابو ۾ ڪرڻ لاءِ ساڳيو ئي لفظ "آڙيڪاپ" شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ عورت جو مرد سان قابو ٿيڻ لاءِ پڻ استعمال ڪيو آهي. پر شعر جي وزن جي ڳرائي ۽ هلڪائي کي مدِ نظر رکندي شاهہ صاحب اُهو لفظ "آڙيڪاپ" جي بجاءِ "آڙيڪا" ڪري ٻن ٽن بيتن ۾ استعمال ڪيو آهي. مثلاً:

> ڇڏيم حُجَ هلڻ جي، چکيم چاڙهيڪا،
> اديون آڙيڪا، هينئڙي پيم هوت سين.
> ڇڏيم حُجَ هلڻ جي چاڙهيڪن چڙهي،
> "آڙيڪن" اڙي پيس هوت پنهوءَ سين.

آڙيڪاپ هئڻ جو فن بہ انسان تڏهن سکيو جڏهن غارن کي ڇڏي پاڻي جي سهنج وارن ميدانن تي اچي زراعت جو پيشو اختيار ڪيو

هو. جنهن لاءِ لازمي آهي ته زراعت جي فارم تي ڪم ڪرڻ لاءِ مزدورن جي سخت ضرورت هُئي جنهن جي پورائي لاءِ انسان پهريون دفعو پاڻ جهڙن سياڻن سيبتن جي واهڻن ۽ وانديين تي حملا ڪري اُتان ٻار ۽ عورتون آڻي پنهنجي ڪم ۾ استعمال ڪيا ۽ انهن کان مال جي چارائي، فصل جي پوکائي، ڪتائي کان علاوه ميل ميلاپ وارو ڪم به ورتو. جنهن کي اڄ ڪلهه عرف عام ۾ سيڪس يا جنس پرستي چيو وڃي ٿو. عورت ۽ مرد جو ميل ميلاپ، سيڪس يا جنس پرستي ٿيئي لفظ جيڪي هڪ ئي معنيٰ رکن ٿا جنهن لاءِ آئون اڳ ۾ وضاحت ڪري آئي آهيان. گهڻي ڀاڱي سنڌ ۾ اسان کي جنس تي تاريخي مواد تمام گهٽ نه بلڪه مليوئي ڪونه آهي. انهيءَ جا به گهڻا سبب آهن. اول ته سنڌ ۾ اسان جي آثارِ قديم تي خاص توجهه سان ڪم ڪيو ئي ڪونه ويو آهي. موهن جي دڙي جي ننگي مورتي "نرتڪي" جيڪا ڊانس جي انداز ۾ هٿ آئي آهي، ته اُن کي هر ڪنهن سنڌي عالم مذهبي پابندين جي ڪري ان کان وڌيڪ ڇيڙيو ئي ڪونه آهي ته اها هڪ مذهبي مرڪز جي ناچڻي هئي. ان جو زندگي جي ٻئي ڪنهن به پهلوءَ سان ڪوئي تعلق نه آهي. پر حقيقت ان جي سراسر مختلف آهي. موهن جي دڙن مان ڪوبه مندر يا اُن جهڙي جاءِ عبادت ڪانه ملي آهي نه وري ڪنهن مذهب يا عقيدي جا اهڃاڻ مليا آهن. عورتن جا جيڪي ٺڪر مان ٺهيل مجسما ۽ مُهرن تي ٻَبن کي وڏل هٿن وارين تصويرن کي به ماتا ديوي جي کير ڏيڻ واري تشبيهه سان تعبير ڪندي جديد دور جي ماحول سان هم آهنگ ڪندي، پنهنجي شرم کي پرچايو ويو آهي پر اُن جي اصل تاويل طرف ڌيان نه ڏنو ويو آهي. اهي تصويرون ۽ مجسما جيڪڏهن سنڌ جي موهن ۽ جهُڪر جي بجاءِ يورپ ۾ ملن ها ته انهن جي تاويل يا شرح لازمي آهي ته اها نه ڪئي وڃي ها ڇو ته اسان مشرق وارن کي يورپ جي مقابلي ۾ پاڻ کي سچ چوڻ ۽پاڻ لاءِ سچ ٻڌڻ جي عادت گهٽ آهي. يورپ وارن ته سچ لڪندي پاڻ ئي پنهنجي

وڌن کي ۽ دنيا جي ماڻهن کي اڳهاڙو تسليم ڪرڻ ۾ دير ٿي نہ ڪئي آهي. 3000 ق.م آرين جي آمد آمد تائين سنڌ ۾ مادرسري نظام زورن تي هيو، اُن ڪري عورت ڪنهنجي ذاتي ملڪيت نہ هئڻ سبب نہ سنڌ ۾ قتل و غارت گري هوندي نہ وري هڪ ٻئي سان دشمني جو ڪوئي جواز هوندو هو. ان ڪري تہ موهن جي دڙي مان ڪوئي اهڙو اوزار نہ مليو آهي جنهن سان ڪنهن انسان يا ڪنهن جاندار کي ايذاءَ رسائي جو عمل ڪيو ويندو هجي. پوري پاڪستان ۾ هڪڙو ئي ذڪري قبيلو يا فرقو اهڙو آهي جنهن جي ساليانی اجتماع (مراد جبل بلوچستان) تي عورتن ۽ مردن جي گڏيل رسم تي ڪوبہ قتل ۽ هنگامون ڪونہ ٿيندو آهي جنهن اجتماع کي پاڪستان ٺهڻ بعد مذهبي جماعتن سندن اجتماع ۽ ميلي تي بندش وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن کي ان وقت جي اُتان جي پاڪستان اسيمبلي جي چونڊيل ميمبر غوث بخش بزنجو بچائي ورتو، ليڪن ڪٽر جماعتن پنهنجي طرفان ذڪرين کي ڪافر قرار ڏئي ڇڏيو. اهڙوئي فرقو افغانستان ۾ بہ موجود آهي، جيڪو طالبان حڪومت جي خاتمي کان بعد وري پنهنجي عقيدي جي اظهار لاءِ آزاد آهي. سنڌ ۾ آرين جي آمد ۽ جاگيردارانہ نظام جي ڪري مادرِ سري نظام جيئن جيئن پنهنجي افاديت وڃائيندو رهيو، تيئن تيئن انسان جو قتل عام تيز ٿيندو ويو ۽ انساني رت وهائڻ ارزان ٿي پيو جيڪو اڄ تائين جاري و ساري آهي. ان ڪري جنسي تاريخ جو ويجهڙائي ۾ ڪوئي ڏس پتو پنهنجي رڪارڊ ۾ ڪونہ ٿو ملي سگهي. اهوئي ڪارڻ آهي تہ سنڌ جي هر قسم جي تاريخ ڳولڻ لاءِ اسانکي يورپين، ايرانين، عربن ۽ يونانين جي تاريخن مان ئي پاڻ کي ڳولڻو پوي ٿو. انسان ذات غارن کان نڪري زراعت طرف اچڻ وقت ڪنهن ڪهڙا گل ڪِلايا اهو سڀ ڪجهہ ڏنڌلو ۽نابيد آهي. حالانڪہ جنسيات متعلق اسان کي سنڌ جي لوڪ ادب ۽ لوڪ داستانن ۾ لامحدود مواد سگهڙن، چارڻن ۽ پانن جي زباني اڻ ڪٿ خزانو ملي ٿو مگر انهن داستانن ۽ شعرن کي مذهبي غلبي

ڪان متاثر ٿيندي هيٺئين درجي جي شاعري تصور ڪندي سنڌي اديبن ۽ عالمن انهن پراڻن شعرن ۽ ڪهاوتن کان پٺي پاسو ڪيو آهي ويتر جو ستين صدي عيسوي کان يارهين صدي عيسويءَ تائين سنڌ ۾ عربن جي اُميہ خاندان جي سخت گير حڪومت رهي جنهن ڪري سنڌ جي پراڻن داستانن ۽ لوڪ ادب جي قصن کي غيرمذهبي ڳالهيون قرار ڏيندي ڇاٽي واٽي انهن جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ کان پاسو ڪيو ويو. حالانڪ پراڻا ڏڙا جن ۾ سنڌي قوم جو هزارن سالن جو مدفون لوڪ ورثو محفوظ پيو هو، انهن ڏڙن سان ڇيڙڇاڙ ڪرڻ بہ گناهہ عظيم سمجهيو پئي ويو ۽ ائين چيو پئي ويو تہ اهي ڏڙا سنڌ جي ظالم حاڪم دلو راءِ جا بادشاهي شهر هئا جن تي بادشاهہ جي ڪرده گناهن جو غضب نازل ٿيو ۽ اهي شهر لتجي مٽي جا ڍير ٿي ويا. ان ڪري غضب ٿيل شين ويجهو نہ وڃو. هوندن بہ چيو ويندو آهي تہ سنڌي ادب سمن ۽ سومرن جي وقت ۾ ترقي ڪرڻ شروع ڪئي، اُهو بہ ان ڪري جو يارهين صدي عيسوي جي شروع ۾ سومرن، غير مقامي ماڻهن، عربن کان سنڌ جي حڪومت جون واڳون کسيون تہ پاڻ سومرا مقامي سنڌي هجڻ ڪري سنڌ جي قديم لوڪ ورثي کي اهميت ڏيڻ لڳا. ان ڪري هر ڪنهن لوڪ فنڪار تان ڇڻ تہ زبان بندي وارو لغام لهي پيو جنهن جي ڪري سگهڙ، چارڻ، ڀٽ ۽ ڀان ٽي سو سالن کان مدفون پنهنجي لوڪ ادب کي ڇنڊي ڦوڪي ماڻهن اڳيان ڪٺي آيا جنهن لاءِ هر هنڌ اهو محسوس ڪيو ويو تہ جيڪي بہ لوڪ داستان مثلاً مومل راڻو، ڄام اُڍو هوٿل ٻائي، عمر مارئي، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ، سهڻي ميهار، لاکوڦلاڻي، سڏونت سارنگا. موکي متارا وغيره سڀ سمن ۽ سومرن جي دور جا داستان آهن. مگر حقيقت ائين ڪانہ آهي. اهي سيئي داستان هزارين سال پراڻا آهن، جن مان ڪن داستانن مثلاً سسئي پنهون، ليلا چنيسر ۽ ٻين تي ڪجهہ اديبن انهن جي تاريخي حقيقت تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي مگر اڃا اهو سمورو لوڪ ادب ۽ داستانن جي

تاريخ تائين پهچڻ تمام مشڪل ۽ ڪٺن ڪم آهي جنهن لاءِ وڏي علم، وقت ۽ گهڻي سرمائي جي ضرورت آهي. تي سگهي ٿو ته هن جديد دور ۾ ان ڪم جي شروعات ڪئي وڃي ڇو ته هڪ دفعي سنڌ جي ڏاهي ايم. ايچ پنهور ڪاوش اخبار ۾ انڪشاف ڪيو هو ته عمر مارئي داستان سومرن جي دور جو نه پر مهاڀارت دور جو آهي. جڏهن سيتا پنهنجو ست سالم رکي سري لنڪا مان رام هٿان واپس ٿي هٺي اهڙوئي طرز جوداستان سنڌ ۾ به مارئي نالي سان منسوب ڪيو ويو آهي. قديم سنڌي ادب ۾ عورت جي پزيرائي لاءِ تمام وڏو ادب سرجيو، جنهن ۾ عورت جا سورهن سينگار لولي ڇلو، مورو، ڍولو مارو ۽ سهرو خاص ڪري عورت لاءِ مخصوص آهن. جنهن ۾ عورت عاشق ٿي مٿي ذڪر ڪيل گيت ڳائي ٿي.

مثلاً سنڌي دور ۾ عورت جي حُسن جي تشبيح لاءِ جيڪوا دب سرجيو اُهو اڄ ڪلهه ڇڻ ته حرفِ ممنوع آهي پر پوءِ به فطرت ڪي بقول اوشو موڙي ته سگهجي ٿو پر توڙي نٿو سگهجي جنس جي تعريف ۾ مثال طور آئون هڪ قديم شعر ڏيان ٿي. جيڪو پڻ جنس يعني عورت جي حسن ۽ ان جي تعريف ۾ چيو ويو آهي.

هنج هلئي ڪر ڪيلا ڪٽ ڪيهر اليهر ڍار،
چنڊ مُک، خنجر نيڻ، سُج انار ڪوئل گفتار،
قد سروان سوڌو نڪَ آمي ڦار،
اهي آهن پار منهنجي جانب جي ته جمال جا.

يا

چار ڏکيون چار ننيڙيون،
چار پيريل ۽ چار پڌريون،
جي اهي نه نسريون ته،
سونهن سيوئي سَج ٿي.

جنهن جو مطلب آهي ته عورت جڏهن جواني تي چڙهي ٿي ڀان ۾

چار ڏکيون يعني وار، اکيون، آڱريون ۽ ڪنڌ ڏکيو نہ آهي. سمجهيو تہ عورت جي سونهن ۾ ڪمي آهي يا چار ننڍيون يعني ڏند، ٻيا، پيشاني ۽ خاص عضوو ننڍا نہ آهن، اها بہ سونهن جي کوٽ آهي يا چار پتريون يعني نڪ، چيلهہ، پيٽ ۽ چپ پترا يعني هلڪا سنها نہ آهن. اها بہ کوٽ آهي ۽ چار ڀريل چيزون يعني ڳل، ڪلها ۽ ٻانهون ۽ رانون ڀريل نہ آهن تہ اها بہ سونهن نہ چئبي. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود ستين صدي عيسوي کان پوءِ جاگيرداراڻي نظام ۾ سنڌي عورت ڪوٺن ۾ قيد ڪئي وئي، ان بابت سرِعام ڳالهائڻ گناهہ عظيم سمجهيو ويو، جنهن تعطل کي وري سنڌ اندر ڦهريائين صوفي بزرگن پنهنجي عاشقانہ نظريہ موجب ڇيڙيو، جو تہ تصوف وارن وٽ عشق مجازي ئي عشق حقيقي جو شروعاتي ڏاڪو آهي ۽ انهن ئي اچي تعطل ٽوڙيو. جنهن ۾ اسحاق اهگر چيو:

ٿيان مان جهرڪ، ويهان پرين جي ڇڄ تي،
مان چون ڏرڪ، ٻولي ٻاجهاري مون سين.

شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري 1536ع کان 1623ع تائين پنهنجي شاعري ۾ عورت ۽ عشق جي تشبيهہ هن ريت ڏني:

پاٽياري سر ٻيهڙو جر تي پکي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن رهيو آهي روح ۾.

شاهہ لطف الله قادري 1020ع کان 1090ع ۾ هڪ هنڌ عورت جي نالي شاعري ڪندي چوي ٿو:

حسن حبيبن جو، جنين ڏٺو ماءِ،
تنين منجهان ڪاءِ سُک نہ سُتي ڪڏهين.

شاهہ عنايت 1613ع کان 1701ع عورت جي عشق جي ڳالهہ ڪُلم ڪُلا لفظن ۾ هن ريت ڪري ٿو:

ٽڙ سر تنواري اُيي مگر او سهيو،
اکڙيون اوڙاهہ ڏانهن، نئين سج نهاري،

الا اڱڻ آئين، سو وٽجارو واري،
ڪلي ڪيڪاري تہ آئون ڳالهاري ڳر لائيان.

آخر ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي سورمين جي روپ ۾ رهيا سهيا بند ٽوڙي سنڌي عورت کي عاشق بنائي ڪٽي نروار ڪيو:

عشق جنين کي آڪرو ٽُرهو مٿي تن،
جي ساهڙ کي سڪن، تنين جرَ جنڊ ٿئي.

يا

اسان اُڏارا، آٿي آونگ چاڙهيا،
منهن ڏيئي مون آئيا. سَمهان سيارا،
اُيرن سيڪارا، پسيو ورَ ڀين جا.

جيڪا فطرت انسانيت جي تقاضا هئي تہ پيار ڪرڻ نہ صرف مرد جي مزاج ۾ آهي پر عورت جيڪا سراپا پيار ۽ مجسمہ محبت آهي، اُن کي بہ ان ڪيتر ۾ وکون وجهڻ جو پورو پورو حق آهي. ليڪن پوءِ بہ شاهہ صاحب لفظ "اخلاق" جو احترام ڪندي مذڪوره داستانن وارن ڪردارن کان سماج جا ليڪا ڪونہ لتاڙايا هئا. سواءِ سهڻيءَ جي. جنهن جي مذهبي توڙي سماجي ريتن سان ڳڏيل بغاوت هئي. نہ صرف سهڻي جي سماج ۽ اخلاق سان بغاوت هئي پر خود شاهہ سائين بہ هن سُر ۾ سهڻي جو برجهلو نظر اچي ٿو. آئون جيڪڏهن لفظ اخلاق جي وضاحت ڪنديس تہ اخلاق مختلف دورن ۾ مختلف معيارن سان پرکيو ۽ پُرجهيو ويو آهي. اهڙي طرح اخلاق جو معيار يا ڪسوٽي اها آهي تہ جنهن عمل کي ماڻهن جي گهڻائي قبول ڪري ٿي اُهو عمل ئي اخلاق آهي. آئون هتي ڪليل لفظن ۾ سنڌي سماج جي گهڻائي جي قبوليت واري رسم شادي بابت ڳالهہ ڪنديس تہ جڏهن هڪ ڀيءَ سورهن يا ويهن سالن تائين کهاڙين، ترارين ۽ گولين جي ڇانوَ ۾ پنهنجي نياڻي جي عصمت جي حفاظت ڪري ٿو ۽ اُهوئي ڀيءَ سماج جي گهڻائي واري قبوليت جي رسم موجب ڪل خوشي اُها پالڪين ۾ پاليل ڌيءَ پرائي پٽ

کي ان لاءِ پرڻائي ڏئي ٿو تہ هو ان نياڻي جي عصمت جو اهو پردو تار تار ڪري جنهن جي حفاظت اُن ٻيءَ راتيون جاڳي ننڊون ڦٽائي ڪئي هئي. اتي هڪڙو سوال ضرور اٿندو تہ انسان گهڻن ماڻهن جي قبوليت واري سماجي قانون جي اڳيان ڪيترو بيوس آهي، جو ذهني طور نہ چاهيندي بہ پنهنجي پاڪدامن ڌيءَ جودامن ناپاڪ ڪرڻ لاءِ شادي جي نالي هيٺ جي جوان جماڻ پٽ حوالي ڪري ٿو ۽ اڻ سڌي طرح اُن جوان جماڻ ڌيءَ جي عصمت جي لٽيري گهوٽ کي لائون ڏئي اها اجازت ٿو ڏئي تہ توکي مباح آهي تہ اڄ کان پوءِ تون منهنجي غرور گهمنڊ ۽ وڏائي جي ڪوڙي ڀرم سان جيئن وڻئي تيئن ڪيڏندو رهہ.

ارناطول فرانس، اهڙن تيس مارخانن جي ڌيئرن ۽ ڀينرن جي شادي واري رسم جي پسمنظر ۽ پيش منظر تي ٽوڪ ڪندي چوي ٿو تہ اخلاق تہ ڪنهن معاشري جي تعصبات واري مجموعي جو ٻيو نالو آهي.

ساڳئي طرح يونان جو فلسفي "اناڪارسس بہ اهڙي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو تہ اخلاق ۽ رسمون اڻٽيون وڻٽيون ريتون آهن. جيڪي وقت ۽ حالت سان هر وقت بدلجنديون رهنديون آهن. هزارين سال اڳ واري مقدس رسم ۽ اخلاق اڄ پليت ۽ ناپاڪ تصورڪيو وڃي ٿو ۽ اڻ ڏئي، اڻ ٻڌي ريت اڄ مقدس ۽ قابلِ احترام ۽ باعث اخلاق آهي، پر جنس ۽ پيار جهڙو هزارين سال اڳ هيو اهڙو ئي اڄ آهي ۽ جيستائين هيءَ جنس يعني نسل انساني هن ڌرتيءَ جي گولي تي موجود آهي، تيستائين فطرت جو پانهن ٻڌو غلام آهي. فطرت انساني تي ڳالهائيندي ولڊيورانٽ چوي ٿو تہ انسان فطرتي طور اگهاڙو پيدا ٿيو آهي، اڄ جهڙي مهذب دور ۾ بہ آفريڪا ۾ اهڙا قبيلا موجود آهن جيڪي اگهاڙا گهمندا آهن ۽ غيرملڪين کي پنهنجو ننگو جسم ڏيکاريندي شرم ڪونہ محسوس ڪندا آهن.ا گهاڙپ ڍڪڻ تہ اسان وٽ اخلاق آهي پر هنن وٽ اگهاڙپ کي ڍڪڻ واري عمل جو ڪوئي نالو ڪونہ آهي.

ول ڊيو رانٽ هڪ انگريز سفير مسٽر لونگ اسٽون جي ڳالهه
ڪندي چوي ٿو ته هو جڏهن حڪومت برطانيه طرفان سفير ٿي زال
سوڊو آفريڪا پهتو ته اتي سيني درٻارين کي بلڪل ننگو ڏسي وائڙو
ٿي ويو. آخر آپي کان نڪري اميرن ۽ وزيرن کي چوڻ لڳو ته مونسان
منهنجي زال ساڻ آهي. مهرباني ڪري مونسا ملڻ نه اچو پر جيڪڏهن
اچو ٿا ته ڪپڙا پائي پوء مون وٽ اچو جنهن جملي تي سڀ درٻاري
مٺس ڪلندا رهيا. آخر اهو وقت به آيو جڏهن آفريڪا جي راڻي مسٽر
لونگ اسٽون کي شرف ملاقات لاء تائيم ڏنو. ملاقات وقت مسٽر لونگ
اسٽون ڏٺو ته راڻي پيرن کان مٿي تائين الف ننگي هئي، جنهن کي ڏسي
سفير صاحب تي سڪتو طاري ٿي ويو ۽ پنهنجي پاڻ تي ٻيهي رهيو. جنهن
جو تاثر درٻارين اهو ورتو ته اڇي چمڙي واري گوري صاحب تي راڻيءَ
جي دٻدٻي جو ايترو اثر ٿيو آهي جو سندس حوصلا ئي گم ٿي ويا آهن.
اهو سڀ ڪجهه ڇا آهي؟ ان جو جواب اهو آهي ته ماڻهن جي گهڻائي
جنهن شيءِ کي قبول ڪري ٿي يا جنهن رسم جي پيروي ڪري ٿي
انهيءَ رسم جو نالو اخلاق آهي. مادرسري نظام ۾ ماءُ جو پٽ سڏائڻ
اخلاق هيو. جيئن پاٽلي پتر جو راجا چندر گپت پنهنجي ماءُ موري جي
نسبت سان پاڻ لاءِ "چندرگپت موريا" چوارائڻ ۾ فخر محسو ڪندو
هو، پر اڄ ڪلهه پدرسري نظام ۾ ماءُ جو پٽ سڏائڻ اخلاق نه پر
بداخلاقي آهي.

ايترو پري ڇاڪاڻ وڃون صرف هڪ صدي پوئتي نظرڪريون ته
انگريزن جي ئي دور حڪومت اندر 20 صدي جي شروع ۾ هندستان
جي رياست "پٽيالہ" جي سک مهاراجا وٽ تمام گهڻو خزانو موجود
هوندو هيو. پيو ته ڇڏيو پر وٽس هيرن ۽ موتين سان جڙيل هڪ
عاليشان هار هوندو هو، جنهن جهڙو هار نه هندستان جي ڪنهن راجا
مهاراجا وٽ هيو نه وري ڪنهن برطانوي لارڊ يا ليڊي لارڊ وٽ هيو.
ويهن صدي جي شروعاتي ڏينهن ۾ جڏهن برطانوي انشورنس

ڪمپنيون هندستان سان متعارف ٿيون نہ لنڊن جي مشهور انشورنس ڪمپني "للوائيڊ" ان هار کي ڏهہ لک ڊالرن عيوض پاڻ وٽ انشورنس ڪيو هو جنهن ۾ هڪ سوَ هڪ تہ هيرا پوئيل هيا، موتين ۽ مڻين جو تہ حساب ئي ڪونہ هيو.

اُهو هار مهاراجا پٽيالا کي پندرهن پيڙهين کان ورثي ۾ منتقل ٿيندو مليو هو، جيڪو هنن جو قومي اندازي ۽ روايتي ميراث هيو. سال ۾ هڪ دفعو مهاراجا الف اگهاڙو ٿي پنهنجي قوم کي زيارت ڪرائيندو هو جنهن ۾ سندس ساري جسم تي سواءِ ان هار جي ٻيو ڪوبہ ڪپڙو يا زيور پهريل ڪونہ هوندو هو. هندستاني عقيدي مطابق ان طرح مهاراجا "شولنگ" جو ظاهر ظهور ديوتا شوڌار ڏيکاءُ ڏيندي قوم کي شيطاني قوتن کان بچائيندو هو ۽ جيئن ئي راجا گڏ ٽيل ماڻهن جي وچ مان گذرندو هو تيئن ماڻهو جوش ۽ خوشيءَ مان هوڪرا ۽ نعرا هڻي راجا جي ان روپ نڪار جو داد ڏيندا هئا.

ميسور جو راجا جيڪو هندستان جي 550 مهاراجائن کان وڌيڪ امير ۽ دولت مند هيو، تنهن جي رهائش واري محل ۾ 600 تہ ڪمرا هوندا هئا اهو راجا بہ پاڻ کي چنڊ جي اولاد مان چورائيندو هو، سندس شجره نسب چندرونسي راجا هوندو هو. سال ۾ هڪ دفعو سرءُ جي اُماس رات پاڻ لاءِ چندر روپ ڌاري قوم اڳيان پڌرو ٿيندو هو. پندرهن ڏينهن راجا پاڻ کي پنهنجي محل جي تمام اونداهي واري ڪمري ۾ بند ڪرائيندو هو ۽ ظاهر ائين ڪيو ويندو هو تہ راجا پندرهن ڏينهن لاءِ ٻي دنيا ۾ هليو ويو آهي ۽ چنڊ جي پهرئين رات چند جي اولاد جي حيثيت ۾ چنڊ سان گڏ ڌرتيءَ تي نازل ٿي رعايا کي پنهنجو درشن روپ ڪرائيندو هو. انهن پندرهن ڏينهن بہ ظاهر تہ اهو ڪيو ويندو هو تہ راجا ٻئي جهان هليو ويو آهي پر پنهنجا خاص خليفا ۽ خدمت گار وٽس بوقت ضرورت هر وقت موجود هوندا هئا جيڪي سندس جسم تي هيڊ. لوبان. ڪٿڪ جي اٽي ۽ ان وقت جي ڪيترين ئي جڙي ٻوٽين سان

مالش ڪندا رهندا هئا ته جيئن راجا جو جسم سون ورنون تي چنڊ جي روپ جهڙو ٿي پوي ۽ پوءِ انهي مقرر رات تي جڏهن ڏرتيءَ تي اونداهي چانئجي ويندي هئي ته راجا کي هڪ ڪاري ڪميت گهوڙي تي ڪپڙن ڪانسواءِ سوار ڪري پوري قوم جي انهيءَ اجتماع ۾ آندو ويندو هو جيڪو ميسور جي پولوگرائونڊ ۾ ساري قوم چندر ديوتا جي اولاد راجا جي زيارت جو انتظار ڪندي هئي. ساٺس ڳڏ هاٿي سوار اوٺي سوار قافلي جي صورت ۾ موجود هوندا هئا. قوم پنهنجي راجا کي چنڊ جي روپ ۾ ڏسي خوشيون ملهائيندي هئي. برهمڻ ماترائون ۽ پڄن ڳائيندا هئا. ميسورجي رياست ۾ سال جو اهو واحد ڏينهن عيد سمان معلوم ٿيندو هو.

هندستان جي پنجاب واري پاسي رياست پٽيالا جو راجا يوپيندر سنگهه جنهن جو قد 6 فوٽ چار انچ، وزن پوڻا چار مڻ هيو، هر ويلي تي ڏهه سير خوراڪ کائڻ سندس معمول هيو. عياش ايترو هيو جو هر وقت سندس محل ۾ 350 زالون ۽ سريتون وٽس موجود ئي موجود هونديون هيون. راجا جي محل جي پير ۾ هڪڙو وڏو تلاءُ پاڻي جو هوندو هو، جنهن ۾ گرمي واري موسم ۾ برف جون ايتريون ته سِرون روزانه اڇلايون وينديون هيون، جو سڄي تلاءُ جو پاڻي جيڪو گرمي سبب گرم ٿيندو هو اهو ٿڌو ٿي پوندو هو. پوءِ شام جو راجا يوپيندر سنگهه ۽ سندس 350 سريتيون ۽ راڻيون ننگيون ٿي راجا سان ٿڌي پاڻي ۾ ڏائي راند ڪنديون هيون.

زمانه قديم کان ڪيڙو پائي پاڻ ڍڪي هلڻ تائين انسانن ۾ ميل ميلاپ ۽ مباشرت تي ڪابه پابندي ڪانه هئي. اڄ به سائيبيريا جا سولون قبيلا، فلپائن جا اگوروئون ماڻهو، برما جي اتر وارا ڪافر باشندا، آفريڪا جا جهنگلي، نائجيريا، يوگنڊا، نيو گانا، بحرهند جا ماڙي، ٻيٽن جا وحشي، اندمان ٿهيٽي، پولينيسيائي ۽ آسام جا غير مهذب اڃا تائين شادي بغير ميل ميلاپ کي سماجي گناهه يا ثواب جي

دائره کان ٻاهر سمجهن ٿا. جنهن عمل کي نہ ڪرڻ اسان اخلاق ٿا سمجهون اهو عمل هنن ماڻهن وٽ ڪنهن نيڪي بدي وارو عمل ٿي نہ آهي. اصل ۾ بقول ڏسمند مورس جي تہ اڄ کان گهڻو اڳ اڄ وارا مهذب قبيلا ۽ قومون هزارين سال اول بي راهہ روي جي انهيءَ دور واري مرحلن مان گذري شادي واري رسم تي پهتا آهن. جيئن تہ شادي هڪ سماجي قائدو ۽ قانون آهي. سماجي قائدا ۽ قانون اُتي ٺهندا آهن جتي ماڻهن جي گهڻائي هوندي آهي ۽ جتي جي بي قاعدگين کي روڪڻ لاءِ سماجيات جا ڪي اصول مقرر ڪيا ويندا آهن. سماج ۾ شادي جو قائدو پاس ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ اڳ ۾ انهن قومن ۽ قبيلن ۾ جنس جي ميل ميلاپ تي ڪائي پابندي ڪانہ هئي جنهن جي ڪري قومن ۽ قبيلن ۾ بي اعتدالين جي ڪثرت ٿي وئي هئي. ان ڪري شادي جو قائدو مروج ڪيو ويو ڇو تہ اڪيلو انسان نہ سماجي فرد ٿي سگهي ٿو نہ وري جنس پرست، مورس جو خيال آهي تہ جنس پرستي ٿي انسان کي غارن مان ڪڍي دريائن ۽ ڍنڍن جي ڪناري اُٿي زراعت جي طرف مائل ڪيو هو. جيڪڏهن انسان ۾ جنس پرستي وارو لاڙو پيدا نہ ٿئي ها تہ ڪانئس ڪٽنبي رٿابندي وارو رجحان بہ ٺهي ڪونہ سگهي ها. سماجيات جو ماهر مسٽر سمنر چوي ٿو تہ، "انسان جي ارتقا ۽ ٻين جاندارن کان جُدا حيثيت ٿيڻ ۾ سندس چئن جبلتن جو وڏو عمل دخل آهي:

(1) بُک
(2) جنس
(3) خود سري
(4) خوف

انهن چئن جبلتن جي بنياد تہ ئي انسان جي ايڏي ساري ترقي ٿي آهي. جنهن جو اصل بنياد جنس يا جنس پرستي آهي ان جي پس پرده انسان ڪٽنبي يا گروهي رٿابندي طرف مائل ٿئي ٿو. تڏهن تہ جيئن آئون اڳ ۾ لکي آئي آهيان تہ ڪوئي مائي جو لال پنهنجي خود ثنائي

واري جبلت کان متاثر ٿي ڪنهن ڪمزور اڪائي مان سگهه وارن فردن سان وڙهي ماري انهن مان ڪمزور بار ۽ عورتون ڪاهي آڻي پنهنجي قبضي ۾ رکيون، جتان هن جي تعريف ۽ جنس جي جبلت پوري ٿيڻ لڳي . پر انساني ذهن بين ساهدارن جي مقابلي ۾ نہ رڳو وارو ذهن هيو، اُن ڪري سندس ڳهرجون ڏينهون ڏينهن لامحدود ٿينديون ٿي ويون، جن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي لاءِ پاڻ ٺي قائدا ناهڻ شروع ڪيا. جن ۾ پهريون قائدو شاديءَ جو قائدو. چو تہ ڪٽنبي رٿا ڪندڙ جڏهن ڪمزور ٿيڻ لڳو ۽ سندس پالتو ٻالڪن زور وٺڻ شروع ڪيو تہ اُن ڪٽنب يا گروهہ ۾ ڪيس اُهو ريسپانس (Response) نہ پيو ملي جيڪو کيس جواني ۽ طاقت جي عمر ۾ ملندو هو. ان ڪري هن وري بہ پاڻ کي تحفظ ڏيڻ لاءِ شادي جو قائدو پاس ڪري ورتو جنهن مطابق سان هڪ عورت هڪ مرد سان مرڻ جيئڻ وارن ٻنڌڻن تائين ٻڌل هئي. جيڪا مرد جي غير موجودگي ۾ سندس لاءِ ڪاڏو تيار ڪرڻ، ٻارن جي سنڀال ڪرڻ کان علاوه مرد جي پوري ضرورتن جي پورائي جي ذميوار هئي.

انساني نشست وَ برخواست جي علم جو ماهر مسٽر اينگلز "Origin of the Family Private & the State" جي حوالي سان لکي ٿو تہ:

The over throw mother right was the world historical defeat of female sex. The man took command in the home also the women was degraded and reduced to servitude she became the slave of his lust and mere instrument for the production of children.

"مادر سري نظام وارا حق کسجڻ بعد دنيا ۾ عورت ذات جي وڏي کان وڏي شڪست هئي مڙدان سري نظام جي ڪري گهر ۾ مڙد کي حڪم هلائڻ جا پورا پورا حق ملي ويا، جنهن سان عورت غلامي وارين پستين جي طرف زبردستي ڌڪيلجي وئي ۽ مڙد جي سيڪسي

حوس پوري ڪرڻ ۽ ٻار پيدا ڪرڻ لاءِ چڻ تہ هڪ بي زبان مشين بڻجي وئي."

ان کان علاوه ماڻهوءَ ۽ ماڻهوءَ جي سماجيات تي ڪم ڪندڙ عالم سمنر، ڪيلر، بوگارڊس برڪيس ۽ لاڪ بہ هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ مائي جي لال کي غارن مان نڪري ڏنارپي، زراعت ۽ ڪٽنبي رٿا تائين پهچندي پهچندي هزارين سال وڃائڻا پيا ۽ ڪيئي سوَ پيڙهيون قربان ڪيائين تڏهن وڃي، انسان جنس جي معاملي ۾ شادي واري تصور تي پهتو هو ڪٽنبي رٿابندي جو ماهر "آگسٽ ڪومت" جو چوڻ آهي تہ انسان ڪٽنبي رٿابندي وارو يونٽ يا جنس جي پورائي وارو پلان شادي جو تصور نہ ڏئي ها تہ اڄ تائين ٻين جانورن وانگر اڪيلي رهڻ سان ٻڪ، اڄ، حادثن ۽ جهنگلي جانورن هٿان ڪڏهن جو مارجي ڏرتيءَ جي تختي تان ميسارجي وڃي ها. امريڪي سماجيات جي ماهر ليوس هينري مارگن جو چوڻ آهي تہ انسان پنهنجي فطرت ۾ جيڏو خودغرض آهي اوڏو ئي خوف ڪاڏل بزدل آهي جو پنهنجي جياپي لاءِ پاڻ جهڙن کان خوف کائيندي سيڪس جهڙي حساس معاملي ۾ جتي ڪوبہ جاندار سيڪس جي غلبي چڙهڻ وقت ڪنهن بہ مرد سان سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندو آهي پر انسان واحد هڪ اهڙو جانور آهي جو زنده رهڻ جي اميد ۾ پاڻ جهڙي مرد سان سمجهوتو ڪري جنس جي معاملي ۾ اجتماعي شادي ڪرڻ کي بہ پنهنجي دائره قانون ۾ شامل ڪري ڇڏيو جنهن جي باقيات اڃا تائين دنيا جي غير مهذب قبيلن ۾ جيئن جو تيئن موجود آهي پر اندوپاڪ ۾ بہ ان جا جيئرا جاڳندا مثال لازوال سامي ۽ گوسائي قبيلا آهن جن مان ڪي مرد ڪنهن اجتماعي سفر تي نڪرندا آهن تہ پنهنجي قبيلي مان هڪ عورت پئسن تي خريد ڪندا آهن جيڪا ساڻن سفر ۾ گڏ هوندي آهي ۽ جتي بہ ٽاڪ ڪري پاڻ مڙد پنڻ يا جڙي ٻوٽين جي تلاش ۾ نڪري ويندا آهن تہ اُها عورت جنهن کي هو "مُلي" چوندا آهن، اُها انهن مردن جي ٽاڪ تي موجود رهندي آهي، جيڪا سندن جي لاءِ کاڌي خوراڪ ۽ ٻين لوازماتن سان گڏ

واري واري سان سيڪس جي بہ پورائي ڪندي آهي، جنهن لاءِ هر مرد پنهنجي سيڪسي پورائي لاءِ پنهنجي واري جو باقاعدگي سان انتظار ڪندو آهي. سندن ناهيل قائدن قانونن مطابق گهٽ ۾ گهٽ پنج يا وڌ ۾ وڌ نوَ مرد هڪ "مُلي" خريد ڪري ان سان گڏجي سفر تي نڪرندا آهن. دنيا ۾ غير زرعي قبيلائي خانہ بدوش ۽ وحشي هوندا آهن جن جي ڪائي ڌرتي ڪانہ هوندي آهي. اڄ هتي تہ سڀاڻي هُتي جتي پڪي اُتي ڪاڌي، جن جي ڪائي تهذيب ڪانہ هوندي آهي، تهذيب ۽ مذهب جو آغاز ٿي انهن هنڌان ٿيو جتي پاڻي هيو زراعت لاءِ موسم ۽ حالات مناسب هئا. اتي انساني تهذيب جي ترقي ۽ واڌ ويجهہ ٿيندي رهي، ۽ انسان ۾ انسان سان محبت ۽ پنهنجائپ جي احساس جنم وٺڻ شروع ڪيو جتي قدرتي نظارن ۽ سونهن جي ساڃاهہ انسان ۾ پيدا ٿيڻ شروع ٿي، جتي اندر جي اُڌمن ڪي شاعري، موسيقي چٽسالي ۽مصوري جي روپ ۾ اُجاگر ڪيو ويو. جرمني جي مفڪر فريڊرڪ نٽشي سچ چيو هيو تہ انسان جڏهن ڪنهن هم جنس جي مُرڪ ۽ڪنهن ادا تي موهہ کان متاثر ٿيندو آهي تہ اُهو فطرت جي حقيقي جذبي (عشق) تحت موهت ٿي ويندو آهي. گويا جسم ۽ روح هڪ ٻئي سان ٻڪين پئجي هڪ ٿيڻ جي جستجو ۾ جُنبي ويندا آهن ۽ صوفين جي نظريہ مطابق سندن هر عمل معصوم پار وانگر لاشعور جو عمل بڻجي ويندو آهي. سندن سمجهہ هماليہ کان اُتاهين ۽ سمنڊن جي گهرائي کان بہ گهري ٿي ويندي آهي سڄي ڪائنات ڪين پيار جي هڪ نقطي ۾ نظر اچڻ لڳندي آهي. جتي ڏوهہ ۽ ثواب جي حد لاحد بڻجي ويندي آهي. جنس بابت توهانکي هيءَ ڳالهہ پڙهندي حيرت ٿيندي تہ اُتر هندستان جي جابلو علائقن ۾ اڄ بہ اهو رواج عام آهي تہ گهر ۾ جيترا بہ ڀائر هوندا آهن انهن مان شادي صرف وڏي ڀاءُ جي ٿيندي آهي پر ان عورت ۾ حصيدار سڀ ڀائر هوندا آهن. انهن وٽ اولاد جو رواج بہ هن طرح آهي تہ پهرئين اولاد وڏي ڀاءُ جي ٻي اولاد ان کان ٻئي نمبر ڀاءُ جي اهڙي طرح ترتيب وار اولاد جي بہ ورهاست ٿيل هوندي آهي جنهن تي ڪوئي

جهڳڙو يا تڪرار ڪونہ هوندو آهي. تبت ۽ يونان ۾ اڄ بہ هڪ عورت ڪيئي مرد رکندي آهي مگر اولاد ۽ ملڪيت عورت جو ئي حق هوندا آهن. ساڳئي رسم هندستان جي دارجلنگ علائقن ۾ بہ آهي. ساڳيو ئي رسم و رواج قديم يورپ ۾ تہ عام جام هيو پر جرمنيءَ ۾ تہ ذري گهٽ اڄ بہ اهڙي رسم هن دور تائين رائج هئي تہ اگر ڪنهن عورت ڪي مڙس مان ٻار نٿو ٿئي تہ زال کي حق هيو تہ هوءَ ڪنهن ٻئي طريقي سان ٻار جهلي ڏکي ٿيڻ جو حق رکي سگهي ٿي.

شادي بابت حياتيات جي ڏاهن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي جيڪي بہ جاندار پوءِ اُهي چو نہ نباتاتي جنسون هجن پنهنجي نسل جي واڌ ويجهہ لاءِ قانونِ فطرت جا محتاج آهن. جنهن ۾ هر نر جو مادي جنس سان ميل ٿيڻ سان ئي نسلي واڌ ويجهہ جو ڦيرو مڪمل ٿئي ٿو. اهو لاشعوري عمل انساني جيوَ ۾ بہ جائي چم ڪان موجود رهيو پر اُن وٽ اها ڳالهہ شعور ۾ موجود ڪانہ هئي ۽ لکين سالن تائين شعور ۾ ڪانہ آئي هئي تہ منهنجي جسم ۾ اها ڪهڙي قوت آهي جيڪا نر کي ماده لاءِ ۽ مادي کي نر لاءِ ڪشش ڪري ٿي ۽ سيڪس جي عمل ڪرڻ تائي پهچائي ٿي. غارن واري دور جي اوندهہ انڌوڪار ۾ هو روزانہ اهو عمل تہ ڪندو هو پر ان جي افاديت ۽ اهميت جي ڪيس ڪابہ خبر ڪانہ هئي پر جڏهن غارن مان نڪري سج جي روشني تي آيو ۽ ٻين جاندارن کي بہ اهڙو سيڪسي عمل ڪندي ڏٺائين تڏهن وڃي ڪيس اها ڳالهہ ذهن ۾ ويٺي تہ نسل جي واڌ ويجهہ جو ڪارڻ ئي سيڪس آهي ۽ سندس ذهن جي شعور ۾ اها ڳالهہ ڪٽڪتايون پائڻ لڳي تہ جڏهن هر جاندار جوڙو جوڙو ٿي گهمي ٿو تہ آئون چو اڪيلو ماريو ماريو پٽڪندو وتان ٿو. تنهن سوچ اول پنهنجي ماده پوءِ ٻارن ٻچن سان گڏ رهڻ سيکاريو جنهن سان ڪيس ڪٽنبي رتا جو شعور پيدا ٿيو، جتان پوءِ قبيلي، پوءِ قوم ۽ اُن کان بعد سماجيات جو شعور اجاگر ٿيو.

●

# تخيلق جو جنسي ڊرامو

طلوع اسلام کان اڳ ڪعبة الله ۾ جيڪي ٽي سَوَ سٺ بُتَ رکيل هوندا هئا انهن مان سرزمين عرب مصر توڙي ڪنعان ۾ چئن بتن وارن خدائن، لات منات، عُزه ۽ بعل کي وڏي عظمت جي نگاهہ سان پوڄيو ۽ عبادت لائق سمجهيو ويندو هو جن ۾ "بعل" جو رتبو انهن باقي ٽن خدائن کان بہ افضل ۽ برتر هيو ڇو تہ، منات ۽ عُزا تہ عورت يعني مادي ديويون هيون مگر نَرُ ديوتا يا خدا تہ هڪڙو بعل ئي هيو. عربن وٽ عورت بجاءِ مرد کي اهميت هئي. تازو نبيئن جي ڌرتي ۽ رسولن جي سرزمين جتي حضرت ابراهيم۴ کان وٺي حضرت يعقوب۴، حضرت يوسف۴، حضرت سليمان۴، حضرت دائود۴، حضرت موسيٰ۴ ۽ حضرت عيسيٰ عليه سلام جن واحد خدا جي عبادت ۽ پرشتش جو پيغام پهچايو هو جيڪا تقريبن دنيا جي ٽن وڏن مذهبن اسلام، عيسائيت ۽ يهوديت جي مقدس مٽي آهي جنهن کي اڄڪلهہ شام، لبنان، اردن، اسرائيل ۽ فلسطين جي مُلڪن وارن نالن سان سڃاتو وڃي ٿو. اُها ڌرتي تاريخ کان اول "ڪنعان" جي نالي سان مشهور ۽ معروف هُئي اُن ئي ڌرتيءَ جي پراڻي دڙن مان "راس ال شمراءُ" جي دڙي جي کوٽائي مان جيڪي تاريخي شيون مليون آهن اُنهن مان ڪچي مٽيءَ جون تختيون ئاهي اُنهن تي ڪڄڙائپ ۾ اکر لکي پوءِ آويءَ ۾ پچائي جو ڪجهہ لکي محفوظ ڪيو ويو هو اُنهن تختين جي زبان اڄ ڪلهہ جي آثاري قديمہ جي ماهرن پڙهي ورتي آهي. جنهن ۾ ڪنعانين جي تخيلق جو سيڪسي ڊرامو، عورتاڻي تخليق جي عمل ۽ مادر سري نظام جي وڏي ۾ وڏي

شهادت آهي ۽ اڄ کان پندرهن سوَ ورهيه اڳ عرب جي سرزمين جا وحشي هڪ طرف عورت لفظ ِکان نفرت ۽ پنهنجي چاول ٻار ڌيئرن کي صرف عورت هجڻ جي ناتي جيئري قبرن ۾ پوريندا هُئا يا قتل ڪري ڇڏيندا هئا. ٻئي طرف ڪعبة الله ۾ رکيل عورت ديوين جي بتن اڳيان پنهنجون مرادون ماڻڻ لاءِ اڃي ڳڙ ڳڙائيندا هئا ۽ باسون باسيندا هئا. جيڪا يا ته انهن کي خبر ڪانه هُئي ته لات منات ۽ عُزا عورت ديويون آهن. يا خبر هوندي به فطرت وحشي هجڻ موجب منافقي کان ڪم وٺي اڃي سوالي بڻبا هُئا. جو ته هڪ ڳالهه واضح آهي ته وحشي ماڻهوءَ جو نه دين آهي نه ايمان نه مذهب آهي نه فرقو. بس هن کي صرف ٿي صرف پنهنجي ڪم سان ڪم هوندو آهي.

تڏهن به اهلِ عرب بعل ديوتا کي پيداواري فصل جو ديوتا ڪري مڃيندا هئا جيتوڻيڪ اسلام جي آمد وقت الله تبارڪ و تعاليٰ "سوره يونس 125" ۾ واضح لفظن ۾ چئي ڏنو ته "ڇا! توهان اجا بعل کي سڏيو ٿا: ۽ انهيءَ خالق حقيقي کي نٿا سڏيو جيڪو هر شيءِ جو بهترين تخليق ڪار آهي" هونئن ته بعل لفظ جي معنيٰ آهي آقا يا مالڪ پر پوري ڪنعان ۽ عرب جي زمين تي بعل کي زرخيزي، ساوڪ ۽ سبزي جو خدا مڃيو ويندو هو. ڪنعان ۾ هر سال جي اپريل مهيني ۾ موسم بهار جي شروع ٿيڻ سان هن هفتي کي ايرانين وانگر جشن نوروز، وادي سنڌ جي ماڻهن وانگر "بسنت بهاران" يونانين ۽ عيسائين اول "ازريس" ديوتا جي موت بعد وري زنده ٿي اچڻ يا حضرت عيسيٰ وانگر صليب تي چڙهڻ ۽ وري زنده ٿي وڃڻ واري ڏڻ کي ايسٽر وانگر ملهايو ويندو هو.

دراصل ڪنعان وارن جو پراڻو ۽ قديم ديوتا بعل کان به اول "ايل" هيو جنهن جي نسبت سان بابل شهر جي "شهر پناهه" ديوار واري دروازي تي لکيل هيو "باب ايل" پر بعل جو "ايل" وارو رتبو وٺڻ مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته ڪنعانين جا ديوتا به يونانين جي ديوتائن

وانگر چمندا بہ آهن تہ مرندا بہ آهن ۽ مئلن جا جاء نشن نوان ديوتا اچي ٿيندا آهن جيڪا ڳالهہ هن ڊرامي مان معلوم ٿئي ٿي تہ ديوتا "ايل" يا تہ فنا ٿي ويو آهي يا ڪراڙو ٿي ويو آهي جو "ايل" جي جڳهہ اچي بعل والاري آهي.

"راس ال شمراء" جي تختين ۾ "تخليق جي سيڪسي" ڊرامي جي شروعات هن طرح ٿئي ٿي تہ: سڀ کان اول اسٽيج جو منظر آهي جنهن تي فنڪارن ۽ ڪردارن جا حقيقي يا ڊرامي ۾ ڪهربل نالا متعارف ڪرايا وڃن ٿا. اسٽيج جي سامهون ناظرين ۽ سامعين مان اول ملڪ جو بادشاهہ اُن جي راڻي اهل وَ عيال امير امراءُ وزير سفير جرنيل ۽ عام پبلڪ ڏيکاري ويجي ٿي ان کان بعد جشن جي شروعات هنن لفظن سان ڪئي وڃي ٿي.

هاڻي پيداوار جا سنئي مهربان ديوتا
سراپا شفقت ٻڌجي پهچي ويا آهن
جن جو اڳواڻ آقا ايل ديوتا آهي
جن جي عنايت سان اناج
ڍيران ڍير پيدا ٿي پوندو
اناج ايترو جو هڪ سال جي پيداوار
ڪنعان وارا پوراست سال بہ کائي
کُٽائي ڪونہ سگهندا.
هر طرف وٺڪار ۽ ٻوٽن ۾ ميون جي
فراواني ۽ ڪثرت ٿيندي رهندي
انجير، زيتون ۽ انگور وڏ ۾ وڏ ڦربا
شراب جي مٽن جا مَٽَ اُٿلي پوندا
هرڪو ڊو تي هر شيءِ واپرائيندو
مگر موت ۽ بدي جي قوت
هر وقت انسان جي گهات ۾ ويٺي آهي

تڏهن بہ ديوتا ڪائڻ پيئڻ خوشي ملهائڻ
۾ مصروف نظر ايندا آهن

ايتري ۾ اسٽيج تي هڪ پوائتي صورت اوچتو ظاهر ٿئي ٿي. جنهن جي هڪ هٿ ۾ "رن زالائپ" جو نشان آهي ۽ ٻئي هٿ ڏهاڳ ۽ ماتم جي لٺ آهي. اسٽيج تي ويٺل ڪائڻ پيئڻ ۾ مشغول سڀئي ديوتا هن پوائتي صورت کي ڏسي ساڻس ويڙهہ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا آخرڪار وڏي ڏڪم ڏڪا کان بعد سڀئي ديوتا اُن پوائتي بلا کي قابو ۾ ڪري وڏي ٽڪي ٽڪرا ڪري اسٽيج کان ٻاهر اڇلائي ڇڏن ٿا. ان طرح ڊرامي جو پهريون منظر ختم ٿي وڃي ٿو. ڊرامي جو ٻيو منظر هن طرح شروع ٿئي ٿو.

بہ ڇوڪريون سمنڊ ڪناري
ٻاهہ جي مچ مان پيدا ٿين ٿيون
سفيد ڏاڙهي عمر رسيده لٺ هٿ ۾
"ايل" ديوتا اسٽيج تان ٻئي پاسي ويٺو آهي
ٻاهہ مان پيدا ٿيل نوجوان حسينائون "ايل" طرف ڊوڙن ٿيون

هاڻي هيءُ منظر سامعين ناظرين تماش بينن لاءِ ڏاڍو نازڪ منظر آهي سيني جو ساهہ مٺ ۾ آهي هر ڪنهن کي ڊپ وڪوڙي ويو آهي تہ "ديوتا ايل" ڏاڍو ڪراڙو ٿي ويو آهي. عمر جي لحاظ کان ديوتا ايل هنن دوشيزائن سان مباشرت نہ ڪري سگهيو تہ هيءُ عورتون ڌڪيون نہ ٿينديون. جيڪڏهن اڄ هيءُ حسينائون ڌڪيون نہ ٿيون تہ ڪائنات جو ڪوئي فصل "ڊڊو" سنگ نہ جهليندو ڪوئي ميوو ٻور نہ ڪندو فصل سنو نہ لهندو ڏڪار ملڪ کي افريت وانگر ويڙهي ويندو پر جيڪڏهن ايل ديوتا همت ڪري هنن ٻنهي تي قادر ٿي ويندو ۽ ساڻن مباشرت ڪندو ۽ هيءُ ٻئي ڌڪيون ٿي وبون تہ ڪائنات جي هر شيءِ پيداوار ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندي. فصل ۽ ميوا ٻوٽن سميت ٻلون پل فصل ڏيندا انهيءَ ڪشمڪش ۾ تماشبين ڏسن ٿا تہ ديوتا ايل ٻنهي-

ڪنوارين ڪي پنهنجي ڪُتيا ۾ اندر وٺي ويجي ٿو ۽ پنهنجي لٺ جيڪا سندس مڙداڻي عضوي جي علامت آهي اُها اُن ڪُتيا جي دروازي تي طاقت جي نشان طور اُڀي ڪري رکي ٿو.

"راس ال شمراء" جي دڙن مان لڌل نڪر جي تختين جو ليکڪ ان وقت تختي تي لکي ٿو تہ هاڻي هيءُ ڊرامون نهايت نقطہ عروج کي پهچي ٿو. چو تہ هر ڪنهن کي اِهو انتظار آهي تہ ديوتا جي جهوپڙي مان شال زنانا اهي آواز ٻڌڻ ۾ اچن جيڪي جلد شروع ٿيا.

اي منهنجا مڙس، اي منهنجا مڙس
اُف، هي هي، تنهنجو عضوو تناسل
ڏاڍو سخت آهي ذرا آهستي هَلُ
توبهہ، مري ويس رحم ڪر منهنجا مڙس
رحم ڪر منهنجا مڙس رحم ڪر

جنهن کان بعد ڊرامون ڏسندڙ خوش ٿيندي محسوس ڪن ٿا تہ نوجوان عورتون خدا وند "ايل" جون زالون بڻجي چڪيون آهن نر ۽ ماديءَ جي ميلاپ سان يقينن ڪنهن ٽين شيءِ جي تخليق ضرور ٿيندي جيڪا سڀ کان بهتر ۽ افضل هوندي.

تختين جو ليکڪ هن طرح بہ لکي ٿو تہ: ڪڏهن ڪڏهن ڊرامي جي انهيءَ نازڪ مرحلي وقت ايل ديوتا جي جهوپڙي مان عورتن جا هيءُ آواز بہ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن تہ:

اي منهنجا بابا اي منهنجا بابا
اِهو ڇا ٿو ڪرين اِهو ڇا ٿو ڪرين
پنهنجو لٺِ جهڙو سيٽيل مڙداڻو هٿيار
ذرا هيٺ ڪر ذرا هيٺ ڪر
ها! هاڻي نيڪ آهي جُهڪي ويو آهي

انهن آوازن ٻڌڻ سان ماڻهو سمجهي ويندا تہ اهي باهہ مان پيدا

ٿيل ڇوڪريون ايل ديوتا جون ڏيڙرون ٻنهي ڇُڪيون آهن پر ايل ديوتا پنهنجي مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي.

تڏهن ايل ديوتا جهڪي سندن ڇپن
جي رَس چوسڻ جي ڪوشش ڪري ٿو
جيڪا ڏاڙهونءَ جي رس ڪان به مٺي آهي
پوءِ ايل اُنهن عورتن سان اجا به
پيار ڪري ٿو جنهن جي ڪري ٻئي عورتون
ڏکيون ٿي وڃن ٿيون ۽ ٻار ڄڻن ٿيون
هڪڙي صبح کي ڄڻيو ۽ ٻي شام کي جنم ڏنو.

مگر ڊرامون هتي ختم ڪونه ٿئي ٿو ديوتا ايل ٻيهر به انهن عورتن سان بي انتها پيار ڪري ٿو ۽ مباشرت ڪري ٿو جنهن ڪري هنن ٻنهي جي پيٽ مان ست ديون جهڙا جاندار پيدا ٿين ٿا جن جي هيٺئين جاڙي زمين تي ۽ مٿئين جاڙي آسمان تي آهي سندن وات ۾ آسمان وانگر پکي پکڙ اُڏامندا نظر اچن ٿا ۽ ساموڊي مڇيون ترنديون وتن ٿيون ڪنعاني ديو مالائي ڪهاڻين مان پتو پوي ٿو ته ديوتا "ايل" جي حقي زال عاشطره آهي. جيڪا سميرين جي عشق وَ محبت ڪرائڻ ۽ عاشقن جي همدرد عشتاره ۽ عربن جي "زهره" ديوي جي نالي سان مشهور آهي. ديوتا ايل کي "عاشطره" جي پيٽ مان ٿي ٻار پيدا ٿين ٿا هڪڙو پُٽ بعل ٻيو موت ٽئين اناث ڌيءَ. ديوتا ايل ۽ موت ٻئي ڄڻا بعل کان نفرت ڪن ٿا. ان نفرت جو اصل ڪارڻ اهو هيو ته "اناث" موت جي بجاءِ بعل سان پيار ڪندي هُئي ۽ بعل به اناث کي چاهيندو هيو اُن ڪري انهن ٻنهي پيار ڪندڙن ٻيءُ ايل ۽ ڀاءُ موت کان پڇڻ جي زحمت ئي نه ڪئي ۽ پاڻ ۾ شادي ڪري ورتي.

ايڏين سگهارين قوتن سان ٽڪراءُ جي ڪري بعل ۾ جوان مردي وڌي وئي هن ڦهريون مقابلو سمنڊن جي ديوتا "يم" سان ڪيو ۽ اُن کي ماري مڇيائين جيڪو پنهنجي حدن مان نڪري انسانن جي آبادين ۽

زرخيزين کي نقصان ڏيندو هو اهڙيون تمثليون ۽ نظم به هن ڊرامي ۾ شامل ڪيون ويون هيون جنهن ۾ بعل جي پذيرائي جي بي حد تعريف ۽ تشريح ڪئي وئي آهي هڪڙو سين هن ڊرامي جو هيءُ به آهي ته بعل ۽ سندس زال "اناث" پنهنجي محل ۾ تخت تي ويٺا آهن ته موٽ جو قاصد پيغام کڻي سندس دربار ۾ اچي ٿو پيغام جا نظمي ٻول هن ريت آهن.

آءُ اُهو آهيان جيڪو ديوتائن تي حڪومت ڪندو آهيان
ديوتا توڙي انسان سڀ منهنجا تابعدار آهن
آءُ زمين جي هر شيءِ تي حاوي آهيان
بعل پريشان ۽ ڪڪو وڪو ٿي وڃي ٿو
اناث سندس همت ٻڌرائي چوي ٿي پرواهه نه آهي
موت سان مقابلو ڳالهين ۾ ڪري سگهجي ٿو
پوءِ به قاصد تيار ڪري موت جي دربار ۾ موڪلجن ٿا
قاصدن موت جي دربار ۾ هن طرح اظهار ڪيو
اسان جو آقا بعل وڏو بهادر سپهه سالار آهي
جيڪو سدائين ڪڪرن تي سواري ڪندو آهي
اُهو توکي يعني موت کي سلام ڪري ٿو
چوي ٿو اي موت آءُ تنهنجو غلام آهيان
۽ تنهنجو اول کان آخر تائين غلام رهندس
موت، بعل جي هن غير مزاحمتي پيغام تي ڏاڍو خوش ٿيو.
چو ته موت جي اطاعت ڪرڻ خود موت قبولڻ آهي
ٻئي قاصد پوءِ بعل جي پيءُ خداوند "ايل" وٽ وڃن ٿا
۽ بعل جي پيغام ۽ بعل جي موت قبولڻ جي خبر ڪن ٿا
۽ هيءُ به ٻڌائين ٿا ته بعل جي موت سان
پوري ڪائنات بنجر ٿيڃي ويندي آهي آسمان مان پاڻي ڦڙو نه ڪرندو.
سخت ڏڪار پئجي ويندا مال ماڻهو ساهدار بکون مري ويندا

هيءَ خبر ٻڌڻ سان خداوند "ايل" غمگين ٿي ويو ته
جيتوڻيڪ بعل کي پسند نہ ڪونہ تہ ڪري پر هن جو
ڪائنات جي هر ذري ذري ۾ ساهدارن سان پيار آهي
ڪيس پوري خبر آهي تہ بعل جي موت سان
سڀ ساهدار چرند ۽ پرند موت جو لقمون ٿي ويندا
خدا وند ايل غمگين ٿي تخت تان لهي زمين تي ويهي ٿو
۽ بعل جي موت تي رڙيون ڪري مٽي مٿي ۾ وجهي ٿو.
هيءَ خبر جڏهن بعل جي زال اناٿ کي ملي ٿي تہ هو
همت ٻڌي شمس ديوي (لات) کي ساڻ ڪري بعل جي لاش تي اچي ٿي
۽ موت کان سخت لفظن ۾ سوال ڪري ٿي تہ
منهنجي مڙس کي ڪنهن ماريو آهي جنهن تي
موت جواب ڏئي ٿو آءُ ئي بعل جو قاتل آهيان
جنهن تي "اناٿ" ڪاوڙ منجهان موت جو سر وڍي ٿي وجهي
موت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري جنڊ ۾ پيهي سنهو ڪري ٿي
پوءِ "اناٿ" موت وارو پينل اٽو ڪٽي زمين تي ڇٽڪاري ٿي
جنهن جو مطلب آهي موت جهڙي سگهاري قوت جنهن بعل کي ماريو
ان جا ذرا جڏهن ڌرتيءَ تي پوندا تہ ڌرتيءَ ۾ سگهہ پيدا ٿي پوندي
۽ ڌرتيءَ ۾ سگهہ اچڻ سان بعل ازخود جيئرو ٿي پوندو
هڪ رات خداوند "ايل" خواب ڏٺو
تہ آسمان مان تيل جي برسات وسي رهي آهي
اُها برسات وادين ۽ نهرن ۾ ماکي جهڙي مٺي آهي
جڏهن برسات زمينن ۽ ٻنين ۾ پڪڙي تہ ڌرتي
جيڪا موت جي خاڪ پوڻ ڪري ڳڻ ڪنيون بيٺي هئي
ڌرتيءَ تي برسات پوڻ سان زمين جو ذرو ڦٽي پوي ٿو
مثل شيون جيئريون ٿي وڃن ٿيون چوطرف ساوڪ ۽ سبزي
وڌي وڃي ٿي ساوڪ جي مهڪ تي بعل بہ ڪَرَ موڙي اٿي ڪڙو ٿئي ٿو ۽
موت بہ. جنهن کي ڏسي خداوند رحيم "ايل" ڏاڍو خوش ٿئي ٿو

۽ ماڻهن کي چوي ٿو منهنجو جيڪو ڪم هيو اهو مون پورو ڪري ورتو
هاڻي بعل هميشه حيات رهندو ۽ موت بہ زنده رهندو
مون کي سخت محنت سبب ننډ ٿي اچي آرام ڪرڻ ڏيو
پوءِ خداوند رحيم "ايل" آرام ڪرڻ لاءِ هليو وڃي ٿو
جنهن کان بعد شمس ديوي (لات) ۽ اناث
بعل کي ڳولڻ نڪرن ٿيون. ڇا ٿيون ڏسن تہ
بعل موت کي دسيو وينو آهي ۽ ماري رهيو آهي
ليڪن موت بعل هٿان مري نٿو سگهي
جنهن تي شمس ديوي (لات) چيو موت کي ڇڏي ڏي
خداوند "ايل" آرام ڪرڻ کان اول چئي ويو آهي تہ
موت ۽ بعل ٻئي زنده رهندا جيستائين ڪائنات آهي
موت ۽ بعل کي ڪوئي ماري ڪونہ سگهندو.
موت بہ مضبوط آهي بعل بہ مضبوط آهي
هو جهنگ جي ماڙن سانهن وانگر هڪ ٻئي کي
زخمي ڪندا رهندا ۽ ڪندا رهندا
مگر انهن مان ڪوئي نہ مرندو
هو نانگن وانگر هڪ ٻئي کي ڏنگيندا رهندا
پر موت ڪنهن جو پاسو نہ وٺندو
جو تہ ٻئي منهنجا پُٽ آهن ۽ تاحيات آهن

اهڙي طرح هن ڊرامي جو خاتمو ٿئي ٿو ۽ بعل جي وري زنده ٿيڻ سان ڌرتيءَ تي هريالي ڇانئجي وڃي ٿي هر ماڻهو، ساهوارو خوشي خوشي ٽپا ڏيندو رهي ٿو. پڪي مٽيون مٽيون لاٽيون لون ٿا ڇو تہ بعل جي زنده ٿيڻ سان موسم بهار ڌرتيءَ تي موٽي اچي ٿي.



# سينا زوري

هن کان اڳ آءٌ جنس جي عنوان تي شادي بابت صرف اشار تن اُن جي ٿوري گھڻي ڳالھہ ڪئي آهي. پر خود مسٽر وائري (Viroy) منهنجي هن ڳالھہ سان متفق آهي تہ انسان ڪي جيستائين پيٽ ۾ بُک هئي تيستائين مرد جو نہ عورت جي حڪمراني تي اعتراض هيو نہ وري ڪيس رکي رکي شهواني احساسن جا طوفان ستائيندا هئا نہ وٽس ڪنهن عورت ڪي غلام بنائي شادي ڪرڻ جو تصور هيو نہ گھر وسائڻ جي جستجو نہ وري پار ۽ خانہ داري جو فڪر هيو جنهن جو حاصل مطلب هنن لفظن ۾ سمجھي سگھجي ٿو تہ جيستائين مرد جو پيٽ هيو خالي تيستائين سندس جنسي خواهش دٻيل رهي پر زراعت ۽ مالداري واري عقل اچڻ کان پوءِ پيٽ پري کائڻ سان سندس ڪر مستين ۾ اضافو ٿيڻ شروع ٿيو. ورنہ ڊاڪٽر باچوفن Bachofen ۽ هيروڊوٽس 550 ق. م تائين اکين ڏٺا شاهد آهن تہ وچ ايشيا ۽ هند، سنڌ ۾ اهڙا قبيلا سندن زندگي ۾ بہ موجود هئا تہ جن ڏينهن ۾ عورت مرد ڪي پرٽائي پنهنجي گھر وٺي ويندي هئي. جن ۾ وچ ايشيا وارا لائسي قبيلا ۽ ڏکڻ هندستان جا سماترا ۽ جاوا پيٽن وارا ماٿهو قابل ذڪر هئا. جنهن جو نشاني طور ڏنڌلو پرت اسان وٽ گھر جاٽو يا گھر نائي جو رواج اڃا تائين موجود آهي. تاريخ جي ورڪن ۾ اگر ڳوليندا سون تہ گھر نائي يا جنڊو پاڙو جو رواج اسان کي مذهبن جي دور کان وٺي ثبوت طور ملي ٿو جو بائيبل ۾ آيو آهي تہ حضرت يعقوب پنهنجي زال بيبي منصوران کي حاصل ڪرڻ لاءِ پورا چوڏهن سال پنهنجي سَهري لابن جي گھر ۾

رهي ان جي مال جي سار سنڀال ۽ ڏنار ٻي ڪري گذاريا هئا. جنهن محنت مزدوري جي عيوض لابن کيس پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏنو هو. جيڪا ثابتي ظاهر ٿي ڪري تہ شادي جي معاملي ۾ مرد جي ڪائي حيثيت ڪانہ هئي مرد عورت جو غلام هو مرد جي محنت عورت جي حاڪميت جو وڏي ڪان وڏو ثبوت آهي پر هڪ عام چوائي آهي تہ طاقت پنهنجو اظهار پاڻ ڪندي آهي هزارين سال عورت جي غلامي ۾ رهندڙ مرد جيڪو جسماني طور عورت کان سگهارو اڻ ٿڪ ۽ نرڄو هيو تنهن شادي جي معاملي ۾ پاڻ کي عورت وٽ وڪڻڻ ۽ غلام ٿيڻ واري رواج کان بغاوت ڪندي ڪنهن ڪمزور قبيلي جي عورت کي زوري ڏنڊا هٿي ڪلهي تي کڻي ڪنهن اڻانگي هنڌ آڻي غلام بڻائي پنهنجي حماقت جو تجربو ڪيو هو. جنهن کان بعد اِهو ريچڪ عام ٿي ويو هر سگهاري مرد پنهنجي زال زوري ڀڄائي آڻي پاڻ وٽ رهائڻ هڪ وڏو ڪارنامو سمجهڻ لڳو. جنهن لاءِ بہ اسان بائيبل جو سهارو وٺي ڳالهہ جي سچائي ڪندا هلنداسون تہ بائيبل جي صحيفہ قاضيون باب21 آيت 10 ۾ آيو آهي تہ اُنهن ٻارهن هزار مرد تيار ڪيا ۽ جن کي حڪم ڏنو تہ ميبيس جلعاد جي ماڻهن مان سيني مردن کي قتل ڪريو ۽ اُنهن عورتن کي بہ جيڪي مرد: سان هر بستر تي چُڪيون آهن باقي اُنهن ڪنوارين ڇوڪرين کي ڪٽي اچو جن جي ڪنوارپ صحيح وَ سالم آهي. پوءِ انهن ڪنوارين ڇوڪرين کي هو سرزمين ڪنعان ۾ سيلا جي وچ لشڪر ۾ کڻي آيا جيڪي تعداد ۾ چار سَوَ هيون. پوءِ انهن قبيلہ بن يامين کي گهرايو ۽ انهن ڪنوارين ڇوڪرين جون شاديون نوجوانن سان ڪرايون مگر ڪيترا نوجوان مرد بچي پيا. تڏهن جماعت وارن چيو تہ باقي بچي پيل نوجوانن جي شادي لاءِ بہ ڪنوارين ڇوڪرين جو بندوبست ڪيو وڃي. متان اسرائيلي نسل جو هيءُ پاڙو (بن يامين) نابود نہ ٿي وڃي. مگر ٻين يهودين چيو تہ اسان قسم کنيو آهي تہ "بن يامين" پاڙي (قبيلي) وارن کي پنهنجون ڇوڪريون هرگز ڪونہ

ڏينداسون، تہ پوءِ هنن پاڻ ۾ مشورو ڪيو تہ سيلا جي اتر ۾ بيت اهل
واري سڙڪ جي هُن پار سيلا جون ڇوڪريون هر سال خداوند جي عيد
ملهائڻ لاءِ دف وڄائينديون نچنديون اچي گڏ ٿينديون آهن ان ڏينهن
انهن ڇوڪرين کي زوري ڪڍو آهي پوءِ بن يامين قبيلي وارن ان مشوره
تي عمل ڪندي ڇونڊي ڇونڊي هر هڪ پاڻ لاءِ نوجوان زال جو
انتخاب ڪري زوري ڪڻي اچي شاديون ڪيون.

بائيبل جهڙي ڪتاب جي شاهدي سان پڪ پوي ٿي تہ انسان
پهريون پهريون قتل ۽ غارتگري جنس جي ئي حصول لاءِ سکيو هو
جنهن جي حمايت ۾ هابيل ۽ قابيل واري ويڙهہ ۽ قتل بہ جنس جي
حاصلات جو ئي ڪارڻ آهي. مؤجوده دور ۾ انساني ارتقا تي جيتري بہ
عالمن ۽ آرڪيالاجسٽن ۽ محققن تحقيق ڪئي آهي تہ سيئي ان نتيجي تي
متفق آهن تہ انسان جيستائين شڪاري هيو تيستائين ونس جنس جو
ڪوئي احساس يا شعور ذهن ۾ ڪونہ هيس ڇو تہ شڪار ۾ جيترا
ماڻهو ٿورا هوندا اوترا اُن جا ڀاڱا ٿورا ۽ وڏا هوندا جنهن جي ڪري
ڪُجهہ وقت لاءِ سندس پيٽ جي پورائي ٿي پئي سگهي پر جڏهن ماڻهو
ڏنارپي طرف متوجهہ ٿيو تہ اُن وقت کيس احساس ٿيو تہ ڪاش ڪو
هيو بہ ساٿي هجي جيڪو مال چارڻ، ڏهڻ ۽ ڦرڙا سنڀالڻ جي ڪم ۾
ساڻ هٿ ونڊائي اِن ڪري هن کي آس پاس جي ماڻهن جي عورتن تي
نظر پئي جيڪي بہ اڪيئي انهيءَ ڪم ۾ رُڌل هونديون تن کي زوري ڪڻي
آڻي پنهنجي نڪاڻن تي اول غلام يا قيدي بڻائي رکيائين ۽ بعد ۾ هن
سان ميل ميلاپ وارو برتاءُ ڪري ٻچا ڄڻائڻ وارو عمل ڪرائي اُن تي ۽
ڄڻيل ٻارڙن تي پنهنجو حق تسليم ڪرڻ لڳو. مال جي پالنا ڏنار ٻپي ۽
ٿوري گهڻي پوکي راهي لاءِ لازمي هيو تہ ماڻهو گهڻي کان گهڻا هجن ٻار
ڄڻڻ ۽ افرادي قوت وڌائڻ جو واحد ۽ آسان وسيلو عورت آهي. تنهن
ڪري گهڻي کان گهڻيون عورتون گڏ ڪري انهن سان ميل ميلاپ واري
ڪيفيت وڌائڻ لاءِ لازمي آهي تہ زال مڙس وارو ئي ورتاءُ ضروري هيو ان

ڪري هر مرد ڪي زال ۽ شادي جو تصور ڏينهون ڏينهن ذهن ۾ پختو ٿيندو ٿي ويو، پر جيئن تہ زال پرائي جائي هُئي جيڪا آساني سان ملي نٿي سگهي جنهن لاءِ زور ذري جي ضرورت ضروري هُئي ان ڪري انسان ڪي انسان سان وڙهڻ مارڻ واري عادت ڏينهون ڏينهن پختي ٿيندي وئي اڳي جو انسان پيٽ پالڻ لاءِ فقط جانورن سان وڙهندو هيو اُهو هئي دور ۾ پيٽ پالڻ سان گڏ جنس ۽ ملڪيت خاطر انسانن جي شڪار جو عادي ٿي پيو جيڪو اڄا تائين جنگ وجدال جي صورت ۾ يا ڪنهن مذهبي رواداري يا سياسي مفادن جي حاصلات يا اِڪانامي پختگي لاءِ نئين رنگ ۾ موجود آهي.

اسان تہ هزارين سال اول انسان جي شادي واري تصور ۽ طور طريقن تي ڳالهائي رهيا هئاسون تہ زور ذري ڪان سواءِ ڌرتيءَ تي جيئڻ عبس هيو جيڪي جاندار ڪمزور هيا اُهي پنهنجو تحفظ ڪري نہ سگهيا انهن جو اڄ وجود ئي ڪونہ آهي. انسان جيڪو سيني جانورن ڪان جسماني طور ڪمزور مگر دماغ جي طاقت ۾ واڌارو هيو اُهو پنهنجي دماغي صلاحيتن سان پنهنجي نسلي واڌ ويجهہ ۾ ايترو تہ زور ٿي ويو جو هاٿي سندس مقابلي جو ڪوئي جانور ڪونہ رهيو هيو اُن ڪري هن شادي جي روپ ۾ پنهنجي نسل ڪي دوام ڏيڻ خاطر پاڻ جهڙي جنس سان وڙهڻ شروع ڪيو وچ ايشيا جا قبيلا تاتاري ترڪ، ازبڪ، ترڪمان، ڪرگينزين ۽ قلماقن ۾ تہ ڏهين صديءَ عيسوي تائين عام رواج هيو تہ هڪڙو قبيلو ٻئي قبيلي تي هلان ڪري ويندو هو فاتح قبيلو مفتوح قبيلي جا سڀ وڙهڻ جهڙا مڙد ماري باقي عورتن ٻارن ۽ اُنهن جي مال متاع ڪي ڪٺي آٽي پنهنجي قبيلي جو ٽپو هٽي پنهنجو ڪري چڏيندا هئا ۽ نوجوان عورتن سان شاديون ڪري چڏيندا هئا خود چنگيز خان تاتاري جنهن پوءِ ايشيا ۽ يورپ ۾ ظلم ۽ بربريت جي باهہ ٻاري ڏني هُئي اُن جي سڳي ماءُ سندس قبيلي جا مخالف ماٺهو زبردستي ڪٺي وجي اُن سان شادي ڪري ويهي رهيا. پوءِ جڏهن تموچين (چنگيز

خان) وڏو ٿيو جيڪو ان جو اصل نالو هيو ۽ پوءِ چنگيز خان (سيني کان طاقتور) لقب حاصل ڪرڻ بعد پنهنجي مخالف قبيلي وٽان پنهنجي ماءُ وڙهي آزاد ڪرائي ان قبيلي جون سوين عورتون زبردستي کڻي آئي پنهنجي قبيلي جي مردن سان شاديون ڪرايون هئائين زبردستي زال کڻي اچي پرڻجڻ نه صرف ايشيائي قبيلن ۾ رواج هيو پر يورپ وارا اسان کي ايشيا کان اڳرا نظر اچن ٿا. جرمني جا وحشي قبيلا ۽ ساري روم جا ماڻهو جيستائين زال زوري نه کڻي ايندا هئا تيستائين چڙا چڙ مل پيا گذاريندا هُئا. ولڊيورانٽ پنهنجي دور جي ڳالهه ڪندي چوي ٿو ته اسان جي سانپر ۾ فيوٽانا جا وحشي ايستائين اُن مرد جي شادي نه ڪرائيندا هُئا جيستائين هو ٻه چار قتل نه ڪندو هو. فلپائين جي ڊياڪ قبيلي جو ته رواج هيو ته جيڪو مرد گهڻا خون ڪندو هو اُهو سيني ۾ مڙس ماڻهو ليکيو ويندو هو پوءِ ان کي اختيار هيو ته قبيلي جي جهڙي ٻه ڇوڪريءَ تي هٿ رکندو هو اُها ساڻس شادي ڪرائي ويندي هئي ۽ اُها شادي ٿيل ڇوڪري پنهنجي هڪ جيڏين ۾ فخر سان ڊاڙ هڻندي هئي ته منهنجو مڙس وڏو ماڻهو مار بهادر آهي. ان زوري زبردستي واري شادي کان سنڌي ماڻهو ٻه محفوظ ڪو نه هُئا انهن ۾ ٻه اڄ تائين هر قبيلي ۾ رواج آهي ته شادي وقت گهوٽ جي ايتري ته پذيرائي ڪيچن توڻي عملي طرح ڪئي ويندي آهي گويا گهوٽ پنهنجي ڪنوار وٺڻ لاءِ پنهنجي لشڪر جي اڳواڻي ڪري رهيو آهي. شادي واري ڏينهن گهوٽ کي اُن وقت جو ڪوئي نه ڪوئي هٿيار هٿ ۾ ضرور ڏنو ويندو آهي. هڪ ٻيو ماڻهو جنهن کي "اهنر" چئبو آهي اُهو هر گهڙي هر لمحي گهوٽ سان باڊي گارڊ وانگر ٻٽ هوندو آهي ڪنواريتن جي هر ساٿ سوڻ جو جواب اهنر جي ذمه هوندو آهي جڻ ته گهوٽ اها ڪنوار ميٺ محبت ۾ نه پر پراڻي رسمن جي ياد تازي ڪندي زبردستي ڪنوار حاصل ڪرڻ آيو آهي وري گهوٽ جون ڀينرون، رشتداريون ۽ چاچي عورتون ڪيچ ٻه اهڙا ڳائينديون جنهن ۾ گهوٽيتن ۽ ڪنواريتن جي وچ ۾

اشتعال ايارڻ جهڙا الفاظ ۽ جملا شامل هوندا مثلاً: اسان ڪنوار وٺي ويندا سين توٽي کلو توٽي روئي.

2. ڪنوار جڏهن خوبصورت آهي تڏهن گهوٽ اُن کي وٺڻ آيو آهي. اهڙي تهڙي تي گهوٽ جي اک ٻه نه ٻڌي.

3. پلي مليس ڪنوار، آهي سورهيه سردار، تنهن کي پلي ملي ڪنوار وغيره وغيره.

بلوچستان ۽ افغانستان ۾ ته اڄ ڪلهه ايتري فائرنگ شادي جي وقت گهوٽ جا طرفدار ڪندا آهن جڻ ته هو ٻهو جنگ جو منظر هجي اِهو سڀ ڪجهه انسان جي پراڻي دور جي لاشعور جي ياد آهي جڏهن هرڪوئي گهوٽ پنهنجي ڪنوار زور زبردستي کڻي اچي پرٽبو هيو. ولڊيورانٽ آفريڪا جي وحشي قبيلن جي شادي بابت ٻڌائي ٿو ته اڄ ٻه ڪن ڪن افريڪي قبيلن ۾ رواج آهي ته گهوٽ رات جو يا ڏينهن جو ڪنهن اهڙي ٽائيم تي سهري جي گهر ايندو جڏهن پورو لوڪ لڪاءِ گهري ننڊ ۾ هوندو يا گهر کان ٻاهر هوندو پوءِ گهوٽ پنهنجي ڪنوار کي مٿي ۾ زور کان ڏنڊو هڻي بيهوش ڪري زال ڪلهي تي کڻي ساهريجي گهر کان نڪرندو هو ساهريجا ٻار ۽ عورتون اُن جو سروٽن ۽ پٿرن سان پيڇو ڪندا مگر گهوٽ پنهنجي ڪنوار زبردستي کڻي وڃڻ جو لوهو مڃائي رهندو آهي. زوري کڻي اچي شادي ڪرڻ واري رسم واري تڪرارن انسان ذات جو تڪراري صورت ۾ ڏاٽيون پيچي ڇڏيو. اسان هتي فقط تاريخ واري دورن جي ظلم جو داستان بيان ڪنداسون ته لڱ ڪانڊارجي وڃن ٿا تاريخ کان اول ته الائي ڪهڙا ڪيس ٿيا هوندا. ايشيائي شهزادو 3000 ق.م يونان جي خوبصورت ڇوڪري هيلن کي جڏهن زوري کڻي آيو ته پورا 29 سال يونان جي جوڌن ٽراءِ شهر تي حملا ڪندي رت جا درياءَ وهائي ڇڏيا نه صرف هن جنگ ۾ يونان جا جرنل ۽ سولجر استعمال ٿيا پر يونانين جا ٻارهن جا ٻارهن ئي خدا زيوس سوڌا جنگ ۾ لهي آيا. جيستائين هيلن واپس نه ٿي جنگ

جاري رهي. 2000 ق.م جڏهن راجا دسرت جو پٽ رام 14 سال بنواس ٿيو تہ رام جي زال سيتا کي سري لنڪا جو حاڪم راوڻ، پنهنجي مردن جي غير حاضري ۾ ڪُتيا مان زوري کڻي سري لنڪا وٺي لڪايو تہ راوڻ کان سيتا واپس ڪرڻ لاءِ رام لڪشمڻ ۽ هنومان پوري سري لنڪا کي باهہ ڏئي راوڻ کي ماري سيتا واپس ايوڌيا موٽائي آندي جنهن ڏينهن جي خوشيءَ ۾ هندن وٽ ڏياري جي عيد جو ڏڻ ملهايو وڃي ٿو.

پنجال جي راجا دروپد جڏهن پنهنجي ڌيءُ جو "سويمبر" ڪوٺايو تہ پوري هند سنڌ جا راجائون ۽ راجڪمار دروپدي جو مقرر شرط پورو ڪرڻ لاءِ سرزمين تي پهتا اميدوارن ۾ ماتا ڪُنتي جا پٽ ارجن سميت پنجئي پاندو پائر بہ هئا تہ سنڌ ديش جي راڄڌاني "سبي" جو راجا ۽ راجڪمار "جيئدرٿ" بہ شامل هيو دروپدي جو شرط ماتا ڪُنتي جي پُٽ ارجن پاندو تير هڻي پورو ڪيو ۽ دروپدي کڻي ورتي مگر سنڌ جي ناڪام عاشق راجا جيندرٿ کان سٺو نہ پڳو اُن زبردستي ڪري ان وقت دروپديءَ کي زوري کڻي پنهنجي ديش سنڌ يعني سبي ۾ آڻي ٿانيڪو ڪيو پويان پاندون ۽ پنچال (پنجاب) جي راجا جي عزتن جو سوال هيو جن جنگ جي تياري ڪئي جنهن ۾ پوري هند ۽ سنڌ جي راجائن ۽ پرجائن. حصو ورتو دنيا جي سڀ کان اول انسان جي وڏي کان وڏي قتل غارت جي اها پهرئين جنگ هئي جنهن کي تاريخون "مهاڀاري اول" جي لڙائي جي نالي سان پنهنجي ورقن ۾ جاءِ ڏين ٿيون ۽ هڪ ضخيم ڪتاب "مهاڀارت" نالي ان لڙائي جي پس منظر ۾ لکيو ويو جيڪو يونان جي شاعر "هومر جي ڪتاب ايليئڊ کان تمام وڏو ڪتاب آهي. جنهن ۾ هيلن جي واپسي واري 29 سالن جي خونريزي کان هزارين دفعا وڌيڪ بيدردي سان انساني خون جي ارزاني ٿي هئي يعني پورو ڏکڻ ايشيا جنگ ۾ شامل هيو. خدوخال جو خوبصورت اوتار ڪرشن مهاراجا بہ ڏروپدي جي واپسي لاءِ ميدان جنگ ۾ لٿل هو. قديم دور جي روايت عورت زوري کڻي اچي پرڻجڻ واري

رسم کي تاريخ ۾ئي هند ۾ ڏاڍو خراب ڪيو آهي اُهو اُتي ته قنوج جي راجا "چند والي" پنهنجي ڌيءَ کي اختيار ڏنو ته تون پلي سويمبر ڪوٺائي پنهنجي مڙس جو انتخاب ڪر. مگر شرط اِهو آهي ته منهنجي جاني دشمن اجمير ۽ دهلي جي راجائن جي راجڪمارن کي اِن سويمبر جي ڪوٺ هرگز نه ڏجائن شهزادي قنوج ته پنهنجي پيءُ جي حڪم جي تعميل ڪئي مگر دهليءَ جو راجڪمار "پرٿوي راج" ويس بدلائي پنهنجي ساٿين سميت سويمبر واري ميلي ۾ پهچي ويو اجا سويمبر جي ڪارروائي پوري ئي ڪانه ٿي ته پرٿوي راج پنهنجو ڏاڪو جمائي سڄي سويمبر تي قبضو ڪري شهزادي قنوج کي زبردستي کڻي وڃي دهلي ۾ شادي ڪري ويهي رهيو ان ڪان پوءِ راجپوتن ۾ جيڪي جنگيون پاڻ ۾ لڳيون انهن ۾ ايترا ته راجپوت طرفن ڪان مارجي ويا جيترا نه دروپدي جي واپسي لاءِ ماريا هئا نه وري سيتا جي واپسيءَ لاءِ ان ڪري آهستي آهستي خونزيري ڪان بچڻ لاءِ زبردستي ڪنوار کڻي اچڻ جو رواج مذمر ٿيندو ويو ۽ شادي ڪرڻ جي نئين رواج باهمي ميٺ محبت سان ڪنوار جي رقم ادا ڪرڻ جي عيوض شادي ڪرڻ جو رواج عام ٿيندو ويو جيڪو خود آسان هيو ڇو ته انسان هميشه بهتر ڪان بهتر جي تلاش ۾ اج تائين پريشان ۽ سرگردان رهيو آهي. بهتر ڪان بهتر جو ذڪر ڇڙيو آهي ته هيءَ ڳالهه به ڪندا هلون ته هڪ پاسي بهتر ڪان بهتر ٿيڻ جون ڳالهيون ڪندڙ مهاراج ڪرشن جيڪو مهاڀاري لڙائي ۾ ارجن جي رٿ جو گهوڙن جون واڳون به سنڀاليندو رهيو هو ۽ کيسن بهتر ڪان بهتر صلاحون به ڏئي رهيو هو ته پنهنجن جو رت وهائڻ مها پاپ آهي پر ٻئي پاسي ڪان ڪرشن مهراج جنس جي معاملي ۾ ايترو ته اڳتي ويل هيو جو هڪ دفعي گرو رجنيش جنس تي ليڪچر ڏيندي چيو هو.

ته هڪ عقيدتمند سمجهندو آهي ته ڪرشن خدا آهي

پر ان ڳالهه تي ناهي سوچيندو ته ڪرشن مختلف ماڻهن جي سورهن هزار عورتن کي اغوا ڪيو هو. مگر هن شادي صرف هڪ عورت سان ئي ڪئي هئي. روزانه نه ڪا خوبصورت عورت هن جا

سپاهي پڪڙي ايندا هئا ۽ هو اشارو ڪندو هو ته اُن کي محل ۾ اندر موڪليو ويندو هو. ڪرشن عورتن سان اهڙو ورتاءُ ڪندو هو جڻ ته اُهي انسان نه بلڪ جانور هجن. هو ڪڏهن به اِهو ڪونه سوچيندو هو ته انهن جا ٻار به آهن... مڙس گهر، راڄ ۽.... خاندان به آهن مگر هو انهن عورتن جي سموري خانداني زندگي کي تباهه ڪري ڇڏيندو هو... هن سورهن هزار عورتن سان ڇا ڪيو هوندو؟ اِهو ڪوبه نٿو سوچي سگهي.



# نيلام عروس

زمانہ قديم جي رواج مطابق طاقت سان زال حاصل ڪري شادي ڪرڻ واري رسم جي پورائي هر مرد جي پهچ ڪان مٿيرو هُئي، ڇو تہ ڪنوار جا مزاحمتي وارث بہ اڪيون پوٽيون ڪونہ ويٺا هوندا هئا جيترو جنهن مرد لاءِ زوري زال ڪٽي آڻي شادي ڪرڻ باعث فخر هيو. اوترو ڪنوار جي مالڪن لاءِ شرم جهڙي ڳالهہ هئي ان ڪري وڏا فساد ۽ خونريزيون ٿيڻ شروع ٿيون. اهو تڏهن جڏهن ماڻهن وٽ مالداري وڌي وئي يا زراعت جا ميدان آبادي هيٺ اچڻ لڳا جن لاءِ ماڻهن جي گهڻي کان گهڻي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي جنهن ڪري ڪٽنبن قبيلن جي صورت وٺڻ شروع ڪئي. سماجيات جي ماهر محترم تنوير جوڻيجو پنهنجي ڪتاب "سماجيات جا اصول" ۾ ٻڌايو آهي تہ قبيلي لاءِ ضروري نہ آهي تہ سڀ فرد هڪ ئي نسل جي هڪ ئي ابي ڏاڏي جي اولاد هجن. بلڪ قبيلي جي لاءِ ضروري آهي تہ ساڳئي ٻولي ساڳيو مذهب يا عقيدو رکندڙ ماڻهو قبيلي جي هر مفاد کي ذهني طور قبول ڪندڙ هجن. انسانن جي انهيءَ وحدت ۾ جڏهن گهڻا ماڻهو گڏ ٿي ويا تہ جيترا ماڻهو اوترا آواز جي جدول مطابق ڪنهن بہ قبيلي مان ڪائي جواڻ جماڻ نينگري تہ ڪُجاءِ پر رڍ ۽ ٻڪري جو ڦروٽو بہ زبردستي ڪڍي نٿي سگهيو. مالدار دولتمند ۽ سگهاري افرادي قوت وارن قبيلن ۾ تہ پنهنجي نسل ۽ قبيلي تي ايترو وڏائي ۽ فخر پيرجي ويو. جو هو پنهنجي قبيلي جي ڇوڪري رضا خوشيءَ سان ڪنهن ٻئي قبيلي کي ڏيڻ ۾ بہ

نسلي هتڪ ۽ تذليل پيا سمجهن تڏهن تہ سنڌي سماج ۾ دودي چنيسر واري قصہ ۾ هن جملہ تي هرڪو سنڌي فخر ڪندو آهي تہ.
”جي ڳولي وٺي ڳجرين تہ سڏبي دودل ڀينڙي“ ان اصول مطابق جڏهن قبيلا سگهارا ٿيڻ شروع ٿيا تہ ڪنهن قبيلي مان نياڻي زوري کڻي اچڻ جوئي شير ڪان گهٽ جوکم وارو ڪم نہ هيو. ان ڪري نسل انساني ۽ قبيلي ۾ واڌ ويجهہ لاءِ قبيلائي سردارن ۽ نيڪ مردن هڪ نئون آسان طريقو ايجاد ڪيو تہ شادي ڪرڻ وارو گهوٽ ڪنوار جي قيمت اُن وقت جي پٽاندر والدين کي ڏئي نياڻي پرڻائي گهر وٺي اچي. جنهن کي پشتو ۾ ”حق شير مادر“ ۽ سنڌي زبان ۾ ”وَرُ“ يعني معاوضو يا بدو“ چيو ويندو آهي. پوءِ ان ڪنوار جو حق شيرمادر، وَرُ يا بدو جو گراف مختلف سماجن ۾ مختلف قسم جو هوندو هو ۽ شايد اڃا تائين مؤجود آهي. پشتون سماج ۾ ڪنوار جي معاوضي جي ڪسوٽي سندس حُسن جواني ۽ جسماني بناوت ۽ خد و خال هوندي هئي ڇوڪري جيتري خوبصورت هوندي اوتري هن جي قيمت ڳري هوندي. جيڪا زمانہ قديم ۾ تہ ڳئون ٻڪريون اٺ ڏاچيون ۽ ٻئي پالتو مال سان پوري ڪئي ويندي هئي. سنڌ ۾ بہ تقريبن ساڳيو ئي پشتون رواج آهي مگر ٿورو فرق اِهو هيو تہ گهوٽ جيڪڏهن ”بدي“ ۾ سگ ڏئي ٿو تہ اُهو مال پئسن سون چاندي ڪان بهتر هو تہ متيءَ مائٽي گهري ٿيڻ جا امڪان وڌي ويندا هئا ٻنهي ڌرين جي مامن ۽ نانن ۾ واڌ ٿيڻ ۽ محبت وڌڻ لڳي قبيلي ۾ تہ اهو رواج اڄ بہ آهي تہ جيڪا ڇوڪري مال جي گاهہ جي وڏي ڀري ناهي کڻي اچي کُتر هٽي ڏِڳن ڍورن کي جلدي ڪارائي اُن جي فيہ ڳري ڪئي ويندي هئي. شملہ ۾ تہ اڄ جي تهذيب يافتہ دور ۾ بہ هر سال ”زال ڪار“ يعني زال خريد ڪرڻ جو ميلو لڳندو آهي.
سنڌي ماڻهو جڏهن پنهنجي نياڻي پرڻائي ڏيندا هئا تہ ان کي ڪير ولوڙڻ واري ڪاٺ مان نهيل مانڌاڻي ڪچ ۾ ضرور ڏيندا هئا يعني اِهو

اهڃاڻ هوندو هو ڪنوار لاءِ تہ ساهري در وٽي توڪي مال سنيالٺو ڏهٺو ۽ ڪير ولوڙٺو آهي. ساڳئي ئي نموني ڪئناڊا جي ڪنوارن کي هڪ هٿ ۾ ديڳڙي ۽ بغل ۾ ڪاٺين جو ڇڳو ڏيندا هئا تہ هاڻي توتي فرض ٿي ويو آهي تہ تون پوري خاندان لاءِ ڪاڌي پچائڻ جو بندوبست ڪجاءِ. چين جي عورتن کي شادي جي رسم وقت هر جو مُنيو هٿ ۾ ڏنو ويندو هو تہ توکي هاڻي ساهرن در وٽي زمين ۾ هر هلائڻو پوندو، عرب جي عورتن کي وري شادي رات گهوڙي جي سنجڻ جو سامان ڏاج ۾ ڏنو ويندو هو تہ ساهريءَ در وٽي مڙس جي گهوڙي جي پالنا ۽ اُن کي سنجڻ ناهڻ جو انتظام ڪر.

وچ ايشيا توٽي روس وارا قبيلا جڏهن پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ڪري ڪنوار گهوٽ جي حوالي ڪندا هئا تہ ڪنوار جو پيءُ بہ چار چهبڪ ڪنوار کي پُٺي تي هڻي پوءِ ڪنوار ۽ چهبڪ گهوٽ حوالي ڪندو هو ان جو مطلب اهو هو تہ مڙس کي اِهو اختيار ڏنو ويندو هو تہ ڪنهن بہ وقت ڪڏهن بہ پنهنجي زال کي جائز يا ناجائز نموني مارڻ جو حق مڙس کي ڏنو وڃي ٿو ان ڪري تہ مشهور آهي تہ آزربائيجان جو مشهور علام "ملا نصيرالدين" جڏهن بہ گهر کان ٻاهر نڪرندو هو تہ پنهنجي زال کي بہ چار موچڙا هڻي پوءِ درجي ٻاهرين چائٺ ٽپندو هيو. اهوئي تہ ڪارڻ آهي جو وچ ايشيا ۾ عورت کي "زن"ئي سڏبو آهي انهن علائقن ۽ فارسي سان لاڳاپيل ٻولين ۾ لفظ "زن" جي معنيٰ ئي آهي، هَڻ يا "مار" اِهوئي سبب آهي جو اتر جي قبيلن جو مثلاً بلوچن ۽ پٺاڻن جي سنڌ ۾ آباد ٿيڻ ڪري سنڌي عورت جو پٽسن تي وڪامڻ ۽ مڙس هٿان مارجڻ جو رواج رائج ٿيو: ورنہ سنڌي عقيدي مطابق عورت برڪتن جي ديوي آهي. ويجهڙائي وارن سالن تائين سنڌي ماڻهو ڏُکي عورت کي پنهنجي فصل جو ٻنو ٻنو ان ڪري گهمائيندا هئا تہ فصل جي هِن سَنِي ۾ سنگ پيدا ٿي پوي تہ پيداوار ۾ برڪت پوي، ولڊيورانٽ ڪيترن ئي ملڪن جا حوالا ڏيندي ٻڌائي ٿو تہ اڪثر آبادگار پنهنجي

زالن سان حق ادائي واري مباشرت اڪثر فصلن جي وچ ۾ اِن نيت سان ڪندا آهن جيئن فصلن ۾ واڌ ويجهه ٿئي، جيئن نسل انساني ۾ واڌ ويجهه ٿي آهي پراڻا ڪاشتڪار تہ پنهنجي زال سان حق ادائي فصل جو ٻور ٿيڻ جي موسم ۾ فصل جي ڪنهن وچ واري هنڌ ڪندا هئا تہ فصل گهٽي ڪان گهڻو ٻور جهلي ۽ پيداوار ۾ اضافو ٿئي. قديم سنڌي عورت ديوي سمان هوندي هُئي. اُن جي تقدس جي پڪي نشاني اسان وٽ ان ڳالهہ ڪان وڌيڪ ٻي ڪابہ ڪانہ آهي تہ سنڌي نياڻيءَ ڪي مقدس ڪتاب جهڙي پاڪائي سان مشابهت ڏني ويندي آهي. خونريزي يا پراڻن تڪرارن وچ ۾ عورت اچي ويندي آهي تہ تڪرار نبري ويندا آهن ڏنڊ ڏوهہ معاف ٿي ويندا آهن پر جيئن جيئن ڌارين ملڪن ڪان ماڻهو مثلاً آريا، سٿين، هُن، تاتاري، ايراني، عرب آفريڪي ۽ ترڪي ماڻهو سنڌ ۾ آيا جن وٽ عورت جي ڪائي عزت ڪانہ هُئي تہ قديم سنڌي ماڻهو بہ آهستي آهستي اُنهن جي تقليد ڪرڻ لڳا عورت جو مقام ڏينهون ڏينهن ڪرندو ۽ مرتبو گهٽبو ويو. ايستائين جو ٻين ڌارين قومن جي پيروي ڪندي سنڌي ماڻهو پنهنجي زالن، ڀينرن ۽ ڌيئرن حتاڪ مائرن ڪي بہ ڪارو ڪاري جهڙي بدنام بَنيءَ جو ٻارڻ ڪري سمجهڻ ڪي عزت ۽ آبرو وارو ڪم سمجهڻ لڳا.

هونئن بہ حقيقت ۾ ڪاروڪاري رواج سنڌ جو قديم رواج ڪونہ هيو اُهو تہ سنڌ ۾ وچ ايشيا جي ماڻهن وٽان سنڌ ۾ آيو جيئن مٿي آزربائيجان جي ”ملان نصيرالدين جو مثال يا تاتارين جو رواج وارو مثال ڏئي آئي آهيان تہ تاتاري پيءُ شاديءَ جي رخصتي وقت ڪنوار ڪي بہ چار چهبڪ هٽي پوءِ اُهو چهبڪ ۽ ڪنوار گهوٽ حوالي ڪندو هو. اُن جي مقابلي ۾ سنڌ اندر رواج هيو تہ ڪنهن مڙس ڪنهن عورت ڪي هڪ دفعو ڌيءَ يا ڀيڻ زبان سان چئي ڇڏيو تہ اُها عورت سندس لاءِ سڳين ڀينرن ڌيئرن ڪان افضل هوندي هئي جنهن جا ڪيئي مثال لوڪ ڪهاڻين ۽ لوڪ گيتن ۾ عام جام آهن جنهن جو هڪ زنده جاويد مثال اڄ بہ

سنڌ توڙي هند ۾ "رکڙي" تهوار يا راکي ٻنڌڻ نالي سان مشهور آهي، پر اهو رکڙي ٻڌڻ جو رواج سنڌ ۾ السلام اچڻ کان بعد ماٺو ٺيندي ٺيندي ممنوع ٿي ويو. اگر ان رسم ۽ تهوار کي غير مسلم روايت سمجهي ختم نہ ڪيو وڃي ها تہ هوند سنڌ ۾ ڪاروڪاري جي رسم تي ايتري خونريزي هرگز ڪانہ ٿئي ها. جڏهن راکي ٻنڌڻ رسم ۾ شڪ جو بنياد ئي ڪونہ آهي تہ نام نهاد غيرت جو وجود ئي جنم ڪونہ وٺي ها. هونئن بہ اصول آهي تہ جڏهن ڪي بہ ٻہ شيون ٽڪرائبيون آهن تہ اُنهن جي ٽڪراءَ مان ٽين شئي جنم وٺي بيهندي آهي جيڪا اُنهن ٻنهي ٽڪرندڙ شين کان وڌيڪ طاقتور هوندي آهي تہ جڏهن بہ ٻن جنسن جي وچ ۾ پيار ٿي پوندو آهي تہ رقيبن (نگهبانن) وٽ وري شڪ پيدا ٿي پوندو آهي. شڪ ۽ پيار واري تصادم ۾ فساد جنم وٺندو آهي جيڪو وڃي رتوڇاڻ تي پنهنجي انتها ڪندو آهي. اگر رضائي ڀيڻ ڀائرن واري حقيقي ۽ سچي پيار وانگر "راکي ٻڌڻ" وارن ڀيڻ ڀائرن تي شڪ نہ ڪيو وڃي ها تہ هوند نوبت ڪاروڪاري واري تذليل تائين پهچي ئي ڪانہ ها.

چو تہ سيڪس محتاج هوندي آهي فڪر جي. جهڙي طرح حقيقي ۽ رضائي ڀيڻ ڀائرن لاءِ سيڪس جو تصور ئي ڪري نٿو سگهجي اهڙي طرح "راکي ٻنڌڻ" وارا ڀيڻ ڀائر بہ اُهڙا ئي پاڪ ۽ مقدس آهن جهڙا حقيقي ۽ رضائي ڀيڻ ڀائر. جڏهن تہ اسلام وٽ "رضائي" ڀيڻ ڀاءُ جي صورت موجود آهي جن جي تہ رکڙي واري رواج موجب هڪ ٻئي سان شادي بہ ممنوع آهي، اُهو "رضائي" رشتو هن ريت آهي تہ ڪي بہ ڌاريا ٻار جيڪڏهن هڪ ماءُ جي ٿڃ گڏ يا جدا جدا پيئن ٿا تہ اُهي هڪ ٻئي جا رضائي ڀائر سمجهيا ويندا آهن. اهڙي طرح راکي ٻنڌڻ وارا ڀاءُ ڀيڻ بہ مقدس سمجهيا ويندا آهن.

ولڊيورانٽ جهڙو مجيل تاريخدان چوي ٿو تہ يورپ ۽ آفريڪا جي قديم قومن ۾ رواج هيو تہ پنهنجي ڌيءَ کي سينگاري سنواري

گهوڙي تي چاڙهي خريدارن اڳيان گهمايو ويندو هو ته جيئن خريدار اُن جي قيمت وڌائي پيءُ کي ڏين. هو ٽنٽسوٽون قبيلي ۾ ته رواج هيو ته اگر ڪائي ڪنواري ڇوڪري وڏو اگهه نٿي ڪري ته هڪ ڳئون، هڪ رڍ، هڪ ٻڪري حتاڪ ڪمبل يا ڪجهه نقدي سڪن جي عيوض جن سڪن جو تعداد وڌ ۾ وڌ ڇهن کان سورهن تائين مس هوندو هو ته نياڻي وڪڻي ڇڏيندا هئا.

ولڊيورانٽ غير مهذب دور جي ماڻهوءَ کان ڪنوار جي خريد وَ فروخت تائين جائزو وٺندي چوي ٿو ته غير مهذب توڙي خريد ٿيل عورت سان محبت ۽ جذبات جو تصور ڪوئي ورلي مليو آهي مسٽر ليذيا جو چوڻ آهي ته بربيبا جا ماڻهو شادي ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪونه سوچيندا آهن ڇو ته اُتي سيڪس فري هوندي آهي. سيڪس تي بندش نه هجڻ ڪري ماڻهن جا سيڪسي جذبا متاثر ڪونه ٿا ٿين اُن ڪري هتان جا ماڻهو شادي واري جهنجهٽ ۽ ٻارن جي پالنا واري ذميداري کان بچندي شادي لاءِ سوچين ئي ڪونه ٿا. رومانوي محبت اڪثر اُتي ٿيندي آهي جتي اخلاقيات جي نالي سان محبت ڪرڻ تي پهرا ٻيهاريا ويندا آهن. نفسيات جي عالمن جي متفق راءِ آهي ته غيرتمند ماڻهو بنيادي طور مسڪين ماڻهو هوندا آهن جن کي محبت ۽ رومان ڪرڻ کان اول پيٽ پڙي ڪائڻ جي ڳڻتي وڌيڪ هوندي آهي جنهن ڪري مسڪين ۽ محتاج ماڻهوءَ جي ذهني سوچ به محدود هوندي آهي اُن جو اصل ڪارڻ اهو هوندو آهي ته پيٽ ٻڪيئي ماڻهو وٽ بيت پڙي ڪائڻ کان علاوه ڪائي ٻي سوچ ذهن ۾ سرجندي ئي ڪانه آهي ته پوءِ اُهو ماڻهو شادي يا سيڪسي ميل ميلاپ لاءِ ڪٿان سوچيندو. روز اول کان رومانوي محبت جو عنصر اڪثر جواني وارن ڏينهن ۾ ئي پنهنجا گل ڪلائيندو آهي پر جيئن جيئن دنيا تهذيب جي طرف رڙهڻ لڳي تيئن تيئن پيار ڪرڻ تي اخلاق جي نالي سان پهرا سخت ٿيندا ويا. جنهن جو اثر وري به غريب ماڻهن جي غريب ملڪن

تي وڏيڪ پيو باقي دولتمند ماڻهو يا خوشحال ملڪ تہ هر نموني دولت جي سهاري، پنهنجي خواهشن جي تڪميل ڪري پيا وٺن جيڪو اڄ تائين ڪوئي لڪل ڇپيل عمل ڪونہ آهي، غير تهذيب يافتہ ملڪ محبت يا پيار ڪرڻ جي معاملي ۾ ايترا تہ پوئتي آهن جو اُنهن وٽ عشقيہ شاعري تمام گهٽ مگر ورلي ملي آهي. هڪ دفعي عيسائي مشينري مذهبي تبليغ خاطر الگونقوئنز قبيلو جي ٻوليءَ ۾ بائيبل جو ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو تہ پوري عيسائي مشينري ڪي سندن زبان ۾محبت جو متبادل لفظ ئي ڪونہ پيو ملي. جيئن آءُ اڳ چئي آئي آهيان تہ "ڊوَ بنا ڊولا، ڪانهي ساڃاهہ سونهن جي، اهوئي سبب آهي جو غربت ۾ رومانٽڪ ٿيڻ جو تصور ئي ڪونہ هوندو آهي حالانڪ جيئن ڪنهن وڻ يا ٻوٽي جي ٻج ۾ پوري جو پورو وڻ يا ٻوٽو سمايل هوندو آهي پر جيستائين اُن ٻج ڪي موافق آبهوا ۽ سازگار ماحول نہ ملندو آهي تيستائين اُهو ٻج پنهنجي نمود وَ نماءَ کان قاصر هوندو آهي. اهڙي طرح فطرت انساني ۾ بہ جيستائين بُک ۽ خوف ذهن ۾ سمايل آهي تيستائين رومان مرده يا بيمار حالت ۾ انسان جي لاشعور ۾ غير متحرڪ ٿيو پيو هوندو آهي. انساني جبلتن تي تحقيق ڪندڙ عالمن ڪيترن ئي ملڪن جي سروي ڪندي نتيجا ڳڏ ڪيا آهن جن ۾ هوٽنٽا قبيلو جا ماڻهو شادي بابت ڏاڍا سرد مهر هوندا آهن گولڊ ڪوسٽ ۾ شادي يا زال مڙس وچ ۾ پريم جي ذري برابر چٽنگ بہ ايرندي نظر نہ ايندي آهي. قديم آسٽريليائي قومن جو بہ تقريبن ساڳيو ئي حال هوندو هو سينيگال ۽ نيگرو قبيلن بابت "مسٽر ڪيلي" چوي ٿو آءُ پنهنجي ميزبان بابا کان پڇيو آءُ ڪڏهن نہ ڏٺو آهي تہ تون پنهنجي زال سان ڪڏهن ڊبيل لفظن ۾ بہ اظهار محبت نہ ڪيو آهي نہ وري ساٿس ڪڏهن پيار سان پيش آيو آهين تہ منهنجي سوال جي جواب ۾ چيائين اگر آءُ ائين ڪيان جيئن تون چوين ٿو تہ هيءَ عورت ذات اهڙي شتر بي مهار آهي جو منهنجي قابو ۾ ئي نہ اچي. وري هڪ

آسٽريلوي ڪان پڇيم ته جڏهن توهان وٽ عورت يا زال لاءِ محبت نه آهي ته پوءِ شادي ڇو ٿا ڪريو ته جواب ڏنائين مون شادي اِن لاءِ ڪئي آهي ته منهنجي زال گهر ۾ مون لاءِ ڪاڏي پيتي بستره ۽ آرام جو پورو بندوبست رکي ۽ سفر ۾ منهنجو پورو سامان کڻي مون سان گڏ هلندي رهي. غيرتمندن سماج لاءِ شادي جنس پرستي نه پر هڪ نفعي بخش سودو آهي. اگر عورت وحشي لاءِ گهاٽي جو سودو هجي ها ته هو ڪڏهن به شادي جو تصور نه ڪري ها. تاريخ جي تهذيب واري جنتري ۾ هيءُ اٽل فيصلو ڏنو ويو آهي ته جنهن معاشري ۾ عورت جي شراڪت جو عنصر سمايل آهي اهو معاشرو ڏينهون ڏينهن وڌيو ويجهو آهي. پر جنهن سماج مان عورت کي خارج ۽ ناڪاره سمجهي الڳ رکيو ويو آهي اهو هميشه تباهه ۽ برباد رهيو آهي جنهن لاءِ تازو افغانستان ۾ طالبان حڪومت جا پنج ساله دور اقتدار زنده مثال آهي جنهن ۾ عورت کي هڪ ناڪاره جنس سمجهي چؤديواري ۽ غارن ۾ بند رکيو ويو. نتيجو اِهو نڪتو جو هر قسم جا ماهر ماڻهو مثلاً فنون لطيف جا ادارا، استاد، ڊاڪٽر، شاعر، اديب، ڪلاڪار ۽ فنڪار حتاڪ ڪار ڪم واري طبقي سان تعلق رکندڙ عورتون به ملڪ ڇڏي هليون ويون جنهن سان حاڪم طبقه خلاف نفرتن جو ڊيل طوفان اندر ئي اندر طلاتم ۾ اچي ويو جنهن جو نتيجو 2001 جي اختتام تي دنيا اڳيان ظاهر ٿيو. هزارن نه بلڪ لکن طالبان جي خونريزي ۽ دربدري انسانيت کان ڇرڪ ڪڍي ڇڏيا. جيئن آءُ اڳ ۾ "مسٽر ڪيلي" جو قول نوٽ ڪري آئي آهيان ته غير مهذب معاشري ۾ شادي ڪرڻ هڪ نفعي بخش ڪاروبار هيو ۽ جيئن جيئن ملڪيت جو تصور وڌندو رهيو تيئن تيئن آزاد مباشرت گناهه صغيره مان گناهه ڪبيره بڻجندو ويو مسٽر ولڊرانٽ چوي ٿو ته ملڪيتي ادارن جي زور وٺن کان اول شادي

شده عورت أذاري طور به ڪنهن ٻئي مرد جي حوالي ڪئي ويندي هُئي مگر ان عورت تي حق ملڪيت ان جو ئي تصور ڪيو ويندو هو جنهن سان هُن جي شادي ٿيل هئي عورت جي شادي ٿيڻ ڪان بعد مرد جي ملڪيت ٿيڻ جو تصور ايترو ته زور وٺي ويو جو مڙس جي مرڻ ڪان بعد ستي ٿيڻ جي رواج به مڙس جي ملڪيت سندس حوالي ڪرڻ جي رسم ۾ شامل ڪيو ويو. ستي ٿيڻ جو رواج نه صرف هندستان ۾ هيو پر قديم تهذيبن جي مهذب ماڻهن بابل ۽ نينوا ڪان علاوه مصر جي ماڻهن ۾ به هيو جن جو جيئرو جاڳندو مثال احرام مصر آهن جو مرد جي مرڻ بعد ان جا نوڪر چاڪر سامان خورد نوش هٿيار پنهوار ڪنيزون ۽ زالون پڻ ساڻن گڏ دفنايون ونديون هيون اِهو سمورو ڪيل تڏهن رچايو ويو جڏهن سماج مادري نظام مان تبديل ٿي پدري نظام طرف اچي رهيو هو ۽ عورت ڪي وفاداري جي نالي اهڙن سخت قائدن ۾ جڪڙيو ويو. آمريڪا جا ريڊ انڊين ماڻهو يورپ وارن جي هڪ هڪ زال واري رواج تي ٺوڪون ڪندي چوندا هئا ته "نيڪ روح" عورت ڪي پيدا ئي اِن لاءِ ڪيو آهي ته أها مرد جي عيش وَ عشرت جو وڏ ڪان وڏ خيال رکي. جنهن وٽ گهڻيون زالون آهن ته سمجهه ته نيڪ روح ان مرد تي بي انتها مهربان آهي. بدنصيب آهي أهو مرد جنهن ڪي هڪ زال آهي يا زال ئي ڪانه آهي. مگر ياد رکڻ گهرجي ته گهڻين زالن جو تصور جنسي عياشي ڪانسواءِ ڪجهه به نه آهي. اهڙن مردن وٽ لفظ پيار يا محبت ديواني جي گار متعلق آهي جنهن ڪي ڪابه اهميت ڪانه هوندي آهي. ائين سمجهجي ٿو ته شادي جي شروعات ئي اول اول ملڪيت ۽ غلامن جي واڌءَ ڪان ٿي آهي باقي جنسي تسڪين ته غير مهذب ماحول ۾ ٻئي نمبر تي نظر اچي ٿي.

●

## عورتاڻو ۽ مرداڻو طوهر

جڏهن شادي جو تصور اچي ٿو ته مرد عورت سان گڏ انهن جي خاص عضون جن سان عيش وَ عشرت ۽ نسل انساني جي واڌ ويجهه جو تعلق آهي هڪدم اُن طرف ڌيان ڇڪجي ويندو آهي ۽ ڪيئي سوال ذهن جي افق تي ابري ايندا آهي. مثلا گهوٽ جي مرداڻي عضوي ۾ ايتري سگهه آهي! جو ڪنوار جي پرده بڪار ڪي ٽوڙي سگهي يا نه؟ يا عورت جي ٻچي داني ۾ اها صلاحيت آهي ته مرد جي پمپ ٽيل مرداڻي عضووي سان سندس اندام نهاني ۾ نسل انساني جو جيوگهرڙو نو مهينا ڌهه ڏينهن افزائش پائي انساني صورت ڪٺي عالم وجود ۾ اچي سگهي ٿو يا نه؟ يا عورت سنديِ ته نه آهي جنهن ۾ مٿي بيان ڪيل خوبيون ناپيد ته نه آهن؟ سنڌ ۾ ته مٿي ذڪر ڪيل سوالن جي اڻ پورائي تي گهوٽين ۽ ڪنوارين جي وچ ۾ ڪهاڙين جا تجلا ٿي پوندا آهن ڪيئي ڏڙ ڏوڙ ۾ ملي نسل در نسل تڪرارن جو ڪارڻ بڻجي پوندا آهن.

مثلاً شادي واري رات لانئن ڪان بعد اگر مرد يعني گهوٽ جي مڙداڻي عضوي ۾ ايتري سگهه نه آهي جو ڪنوار جي پرده بڪار ڪي ٽوڙي نه سگهيو آهي ۽ ڪنوار صبح جو پنهنجي پيڪن ڪي ٻڌائي ٿي ته توهان جيڪو مون ڪي مڙس ڏنو آهي ته اُهو نامرد آهي ته ڪنوار جي اِها دانهن سندس پيڪن لاءِ عزت ۽ وقار ڪي للڪار جي دانهن آهي. جنهن ۾ ڪنوارين جو گهوٽين خلاف ڪاوڙ جو پارو اينرو ته چڙهي ويندو آهي جو هڪ ٻئي جي خون جا پياسا بڻجي مرڻ مارائڻ لاءِ تري

بيهندا آهن تہ جڏهن توهان جو گهوٽ نامرد هيو تہ اسان جي نياڻي جي لڄ سان اهڙي طرح هٿ چراند يا مزاڪ چو پئي ڪئي وئي.

هوڏانهن اگر گهوٽ جو نسل انساني جا جيو گهرڙا پمپنگ ڪرڻ وارو عضوو مضبوط آهي ۽ بنا رت وهائڻ ۽ سواءِ ڪنهن رڪاوٽ جي پنهنجي منزل مقصود تائين پهچي وڃي ٿو تہ گهوٽ کي يقين ٿي وڃي ٿو تہ ڪنوار پاڪ دامن ڪونہ آهي. مون کان اول هيءَ ڪنهن نہ ڪنهن مرد کان پنهنجو "پردہ بڪار" ڦاڙائي چُڪي آهي. ان ڪري سنڌي سماج جي هر قبيلي ۾ اها روايت عام آهي تہ اُن گهوٽ کي حق پهچي ٿو تہ انهيءَ ئي رات ڪنوار کي قتل ڪري چپ چاپ ۾ پنهنجي ڄڃ کي واپس بغير ڪنوار جي موٽائي وٺي وڃي سگهي ٿو. سنڌي سماج ۾ انهن پنهي سخت قائدن جي ڪري گهوٽ جي ماءُ ۽ ڪنوار جي ماءُ شادي واري رات ڏپ کان ننڊ ڪون ڪنديون آهن ۽ پيون پاسا گسائينديون آهن انهيءَ ڪمرہ يا انهيءَ هنراڏو ٺاهيل ڪوٺي سان جتي گهوٽ ۽ ڪنوار کي لائون ڏنيون وينديون آهن ڪڏهن هيئن بہ ٿيندو آهي تہ اگر گهوٽ ۽ ڪنوار هڪبئي سان ٺهيل آهن ۽ پردہ بڪار اڳ ۾ ئي ڦاٽل آهي تہ ڪنهن ڪڪڙ ۽ ڇيلي جو رت يا گهوٽ ماءُ يا ڪنوار ماءُ جي آگر کي جهير ڏئي ان جي رت جا ٽيپا اُن پردي تي هاري جيڪو مٿي ذڪر ڪيل آزمائش لاءِ سفيد چادر جي صورت ۾ بستري تي وڇايو ويندو آهي ۽ ان تي هاريو ويندو آهي پوءِ گهوٽ ماءُ ۽ ڪنوار ماءُ فخر وچان مردن توڙي عورتن کي ڏيکارينديون آهن تہ گهوٽ ماءُ فخر ڪندي آهي تہ منهنجو پٽ اهڙو جوان جنهن هڪ ڌڪ سان ڪنوار جو پڙدو "بڪار" ڦاڙي ڇڏيو ۽ ڪنوار ماءُ ان تي فخر ڪندي تہ منهنجي ڌيءَ ايتري پاڪ دامن آهي جنهن جي زندگي ۾ اڄ تائين گهوٽ کان اول ڪوئي مڙد داخل نہ ٿيو آهي. حقيقت ۾ اها رسم ڪيڏي شرمناڪ آهي قانون فطرت ۾ عجيب عجيب رنگ سمايل آهن جنهن جي هڪ هڪ پهلوءَ تي غور ڪرڻ سان عقل دنگ رهجيو وڃي. عمر گذري

وڃي ٿي مگر جوڙڻ واري جي هڪ جوڙ جو انت ليي نٿو سگهي. بڪار جو پڙدو نہ صرف عورت جي زناني عضوي جي مُنهن وٽ ٻچي داني جي حفاظت لاءِ هوندو آهي پر مرد جي مرداڻي عضوي جي مٿان بہ هڪ خاص پردو کل جي ڳوٿري وانگر چڙهيل هوندو آهي. انهي ٻنهي پردن لاءِ فطرت جون جُدا جُدا حڪمت عمليون رکيل آهن جنجي آءٌ پنهنجي قلم سان هن ڪتاب ۾ مڪمل شرح تہ ڪري ڪونہ ٿي سگهان ڇو جو پنهنجو سماج اڃا ايترو بہ فراخدل ڪونہ ٿيو آهي جو انهن ٻنهي عضون (مرداڻ ۽ زناني عضون) کي اصل نالن سان سڏي سگهان جيڪي ٻولي ۾ تہ روزمره استعمال ٿين ٿا مگر لکت ۾ آڻڻ باعث ندامت ۽ شرمندگي آهي، تڏهن بہ آءٌ همت ڪري مرداڻي عضوي جي پرده بيڪار تي ڪُنڊ پاسو وٺي ڳالهائيندي چوان ٿي تہ مڙداڻي عضوه جو پرده بڪار ڦاڙڻ يا وڍڻ جو رواج بہ نهايت ئي قديم آهي جنهن جو اول اول ڏس پتو اسان کي يهودين جي ڪتاب پيدائش مان ملي ٿو تہ حضرت ابراهيم عليه سلام 80 ورهين جي عمر ۾ وحي جي صلاح سان پنهنجي مڙداڻي عضوي جو پردو ڪترايو هو جنهن ڪان بعد حضرت ابراهيم جي پيروڪارن اُن جي تقليد ۾ اُن عمل کي سنت ابراهيمي يا طهر جي نالي سان هر نرٻار جو بلوغت ڪان اول طهر ڪرائڻ شروع ڪيو جيڪو پوءِ چئن ئي الهامي ڪتابن فرقان، توريت، انجيل، زبور، جي مڃڻ وارن ۾ بہ رائج ٿي ويو. پر تاريخ جو اسان جڏهن ڳوڙهو مطالعو ڪريون ٿا تہ مرداڻي عضوي جي غلاف بڪار ڪٽڻ جو رواج مصر ۾ اسان کي تڏهن ملي ٿو جڏهن مصر جو پهريون پهريون فرعون "زوسر" آهي جنهن مصر جي ٻنهي حصن کي ملائي اُن مٿان پنهنجي حڪومت جو داٻو رکيو. جنهن جي حاڪميت جو پيرڊ 5150 ق.م آهي جنهن جو داناءُ وزير "امهوتپ" نالي هيو جنهن جي صلاح سان بہ "زوسر فرعون" نيل درياءَ تي بند ٻڌرائي مصر جي جابلو ۽ مٿاهين زمين تي باقائده زراعت ڪرڻ جو رواج وڌو هو جنهن وزير "فرعون زوسر" جو باقائده هڪ

مجسمو ٺهرايو جيڪو اڄا تائين سالم حالت ۾ آهي جنهن مجسم جي مرداڻي عضوي جو غلاف "بڪار ڪٽيل آهي يعني طهر ٿيل آهي. جڏهن تہ عالمن جي تحقيق مطابق حضرت ابراهيم جو جنم 2100 ق.م ۽ وفات 1985 ق.م آهي. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت ابراهيم، مصر جي پهرئين فرعون زوسر کان تقريبن ٽي هزار سال بعد پيدا ٿيو آهي ۽ 80 ورهين جي عمر ۾ مصر ويو آهي جتي هن اڌ عمر ۾ وحي جي صلاح سان طهر ڪرايو آهي. جڏهن تہ حضرت ابراهيم جي عمر 175 سال ٻڌائي وڃي ٿي. جنهن سان هيءَ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي تہ مرداڻي عضوي جو غلاف ۽ بڪار ڪٽڻ جو رواج قديم مصرين کان شروع ٿيل آهي. جيئن تہ مصر آفريڪا کنڊ ۾ آهي ان ڪري آفريڪا جي ٻين ملڪن تي بہ مڙداڻي عضوي جي غلاف بڪار ڪٽڻ سان گڏ زناني عضوي جي طهر جو بہ رواج عام ٿي ويو هو جيڪو اڄا تائين ڪن قبيلن ۾ اڄ بہ موجود آهي خاص ڪري سوڊان، پيرو، مصر، ملايا، سعودي عرب ۽ يمن جا ڪجهہ قبيلا اڄا تائين ڪٿي ڪٿي عورتاڻي طهر جي رسم ڪي بحال رکيو پيا اچن. ماضيءَ قريب 1930ع جي شروعاتي ڏهاڪي ۾ برطانيہ جو هڪ صحرائي مهم جو "سينٽ جاني فلي" عرب علائقن جو وڏو سفر ڪيو هو ۽ اُن سفرنامہ تي هڪ ڪتاب بہ The Empty auarter (ربع الخالي) لکيو هو جنهن ۾ عرب قومن جي تاريخ سان گڏ انهن جي ريتن رسمن ڪي بہ لکيو هئائين جنهن ۾ خاص طور تي "مناسر" قبيلي جي زناني طهر جي رسم جو ذڪر ڪندي چيو هئائين تہ هن قبيلي جي ڇوڪريءَ جي جڏهن شادي ٿيڻ واري هوندي آهي تہ شادي کان ٻہ مهينا اول هڪ تقريب ۾ ڪنوار ٿيڻ واري عورت جو طهر ڪيو ويندو آهي جيڪو جراحي جو ڪم هن قبيلي جون پوڙهيون پڪيون عورتون خيمي اندر ئي ڪنديون آهن "مناسر قبيلي کان علاوه قحطان، مرده، بني حجر ۽ عجمان وارا ڏيءَ جي ڄمڻ کان ڪجهہ ڏينهن اندر طهر ڪرائي ڇڏيندا آهن. عورتاڻي طهر جا طور

طريقا مختلف ملڪن توڙي علائقن ۾ جدا جدا هوندا آهن. ڪٿي عورتائي مخصوص عضوي جا صرف مٿيان چپ ڪٽي ڇڏيندا آهن ته ڪٿي وري زناني عضوي جي منهن وٽ جيڪو ڪٽڪ جي داڻي وانگر اڀريل هوندو آهي اهو ڪٽي ڇڏيندا آهن. ڪن ڪنڌن تي وري رواج هوندو آهي ته زنانه عضوي جي چپن اندران ٿي اندران گوشت ڪوري ڇڏيندا آهن ڪٿي ته وري پوري نهائين کان وٺي زناني عضوي جي آخري حصه تائين پوري جو پورو گوشت ڪوري لاهي ڇڏيندا آهن عورتائي انهيءَ ٿنهي چئني طريقن واري عمل جي ڪارڻ کي اڄ تائين علم بشريات جا عالم به سمجهي ڪونه سگهيا آهن ته اِن رواج جي پونڻ جي پس منظر ۾ انسان ذات کي ڪهڙو فائدو پهچي ٿو جو ته علم ال انسان جي مطالع مان خبر پوي ٿي ته فرسوده يا رائج العمل ريتن رسمن ۾ ڪائي نه ڪائي ڳالهه اهڙي ضرور رکيل هوندي آهي جنهن ۾ انسان ذات جي ڀلائي جو ڪوئي نه ڪوئي ڪڏهن نه ڪڏهن عنصر ضرور موجود رهيو آهي پر هن عمل ۾ ته اڄ تائين ڪوبه اهڙو واضح اهڃاڻ نه مليو آهي جنهن سان عورت جي ڀلائي جي ڪائي نشان ڏهي ٿيندي هجي. سواءِ ان ڪوڙي روايت جي ته زناني طهر سان عورت جون شهواني خواهشون مائيون پئجي وينديون آهن. طهر ٿيل عورت جنس پرستي واري لاڙي کان مبرا ٿي ويندي آهي. زناني طهر بابت زمانہ قديم کان وٺي مصر توڙي اُن سان لاڳاپيل ملڪن ۾ اڻ طهريل عورت نياڳي ۽ سنڌ سمجهي ويندي هئي ۽ جيستائين ڪنهن عورت جو طهر ٿيل نه هوندو هو ته اُها عورت مباشرت جي لائق نه هوندي هئي. ان کي ڪدڙي واري حيثيت جي برابر سمجهيو ويندو هو يعني نه نر نه مادي.

گهڻن ماڻهن جو وري اهو خيال آهي ته عورتاڻو طهر مرداڻي طهر جو رد عمل آهي اهو رسم مردن عورتن کي زوري ان لاءِ ڪرايو آهي ته اسان وانگر عورت به ان ڪل ڪنڊ واري آزار کان ڇو واندي هجي جيڪا مردن جي انتقامي ڪارروائي آهي.

مرداڻي طهر جي رسم حضرت ابراهيم؊ مصر کان موٽندي ايشيائي ۽ يوربي قومن کي سنت ابراهيمي جي نالن سان ڏني هُئي اِن کان اول يونان جرمني ۽ روم وارا اِن رسم کان ناواقف هوندا هئا. يونان ۾ جيڪي ورزش آکاڙا هوندا هئا انهن ۾ پوري جسم تان ڪپڙا لاهي ورزش ڪئي ويندي هئي جن آکاڙن کي يوناني ماڻهو پنهنجي زبان ۾ جمنيزم 'Gymnasium' جي نالي سان سڏيندا هئا جيڪو لاطيني زبان جي جيمنوس Gymnos سان لاڳاپيل لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "اگهاڙو جسم" جو تہ انهيءَ دور ۾ ڪن خاص قومن کانسواءِ باقي ماڻهن وٽ اگهاڙ عيب ڪونہ هوندي هُئي. اگهاڙپ الاهي جمال جو مظهر سمجهي ويندي هئي اُن ڪري ساري يورپ ۾ عمارتن توڻي جو روڊن تي اُگهاڙا مجسما نشامبر ڪيا ويندا هئا. پر جڏهن يهودي نسل جي مردن کي اگهاڙو ٿي آکاڙن ۾ ورزش ڪندي سندن طهر ٿيل ماڻهو ڏسندا هئا تہ انهن تي طرح طرح جون ٽوڪون ڪندا هئا ۽ اُنهن کي لونڊي باز يا مُشت زن جهڙن لفظن سان ياد ڪندا هُئا ان ڪري يهودي نوجوان مجبورن پنهنجي شرم جو ڀرم رکندي جدا نئين سر جسم جي ڪنهن ٻئي هنڌ تان کل لهرائي وري طهر وارو ڪٽيل پردو بحال ڪرائي ڇڏيندا هئا انهيءَ ڪري تہ چوٽو پوي ٿو تہ انسان ذهني طور هڪ هنڌ ٽڪاءُ ئي نہ ڪندو آهي ڪڏهن طهر ڪرڻ جائز آهي تہ ڪڏهن ناجائز ان ڪري اها خبر پئجي نٿي سگهي تہ عورت جو طهر ڪڏهن کان جائز ٿيو ۽ ڪڏهن کان ناجائز ٿيو يا عورت جي طهر ۾ حياتياتي ڪهڙا فائدا آهن يا نقصان جڏهن تہ عورت جي مخصوص عضوي جو نالو ئي شرمگاهہ رکيو ويو آهي ۽ هميشه پردن ۾ بند آهي ان ڪري ان طرف ماهرن يا عالمن جو ڌيان گهٽ رهيو آهي جيڪڏهن ڪنهن عورت جو طهر آهي يا نہ آهي جڏهن سندس نالو ئي شرم گاهہ آهي تہ ان تي ڪير ويهي تحقيقات ڪري ۽ مغز ڪپائي.

●

# عورتپڻو يا رت روئڻو

جڏهن کان ماڻهوءَ ۾ ماڻهپو آيو آهي تڏهن کان سندس واسطو رت سان پيو آهي. رت سان ماڻهوءَ جي شناسائي ازلي ابدي آهي. هڪ دفعي افلاطون چيو تہ خداوند زيوس جو مون تي وڏي کان وڏو احسان اهو آهي جو مون کي غلام هجڻ کان بچايائين پر اِن کان بہ وڌيڪ مون مٿان اِهو احسان اٿس جو مون کي عورت ڪري پيدا نہ ڪيائين نہ تہ هر چنڊ جي ڦيري مون کي رت جا ڳوڙها روئڻا پون ها. رت جي ڳوڙهن مان افلاطون جي مراد هر مهيني عورت کي حيض اچڻ طرف آهي. جنهن ۾ چنڊ جي ڪلائن جو ڦيرو بہ ساڍا اٺتيهہ ڏينهن آهي ۽ عورت کي حيض جو دورانو بہ ساڍا اناويهہ ڏينهن هوندو آهي. تڏهن تہ ايرانين عورت جي اِن دورانيہ جو نالو "ماهہ واري" رکيو. ماهہ مان سندن مراد چنڊ آهي معنيٰ عورت جي حيض ۽ چنڊ جي ڦيري جي مدت مراد هڪ جيتري هوندي آهي. رت ڏيڻ جي معاملي ۾ عورت سدائين مرد کان اڳري هوندي آهي هر مهيني حيض جي دورانيئي ۾ رت ڏيڻ، جواني ۾ اچڻ بعد "پرده بڪار" ڦاٽڻ مهل رت وهائڻ، ٻار جي ڄڻڻ مهل رت جا درياءَ وهائڻ اهو سڀ ڪجهہ عورت جي مقدر ۾ صرف اِن لاءِ آهي تہ عورت مرد جهڙي جنس ڪانہ آهي. عورت کان ايترو رت وهڻ يا وهائڻ لاءِ يهودين وٽ هڪ ڪهاوت مشهور آهي تہ ايترو سارو رت وهائڻ عورت لاءِ الله تعاليٰ اها سزا مقرر ڪري ڇڏي آهي جو بهشت ۾ مرد يعني حضرت آدم عليه سلام کي ڏنا ڏئي ڪڻڪ جو ڪڻو کائڻ لاءِ مجبور ڪيو هئائين. بهرحال ڪهاوتون ڏٺِ تي نهنديون آهن انهن ۾

سچ گهٽ مَٽُ وڏيڪ هوندو آهي پر هيءَ حقيقت پنهنجي جاءِ تي اٽل آهي تہ عورت جنس کي جسماني طور مرد کان وڌيڪ رت ڏيٺو پوي ٿو. هڪ آمريڪي ماهر عورتاڻي بيمارين جي ڊاڪٽر جو چوڻ آهي تہ حيض اصل ۾ ٻچي داني جي مايوسيءَ جا ڳوڙها آهن ۽ پرده بڪار جي ٽٽڻ سان بہ زنانہ عضوي جي عصمت دري جا چڻ تہ ڳوڙها آهن ۽ پرده بڪار ۽ ماهوار جي رت جو نالو وٺڻ کانسواءِ خود بائيبل بہ ٻڌايو آهي تہ "رت حيات آهي، پر ان کي يونان جي وڏي کان وڏي شاعر هومر ايليئيڊ ۾ تمام خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيو تہ رت ۽ روح جو پاڻ ۾ ايترو گهرو سبنڌ آهي جو ڪارگر زخم مان ٻئي گڏ نڪرندا رهندا آهن. اِن ڪري پوري انسانيت کي هزارن بلڪ لکن سالن کان اِهو ڊپ نہ بلڪ حقيقت واضح هُئي تہ اگر رت خارج ٿي ويندو تہ روح بہ جسم مان هليو ويندو أن ڪري هر وقت رت جو تقدس انسانن وٽ رهيو ئي رهيو آهي، ۽ رت کي جسماني سگهہ جو هر وقت بدل سمجهيو ويو آهي. زمانہ قديم ۾ جڏهن عورت کي ماهواري ايندي هئي تہ واسطيدار ماڻهو پريشان ٿي ويندا هئا تہ هاڻي ڇا ٿيندو شايد انهيءَ رت وهڻ سان ان عورت جو. موت واقع ٿي ويندو الائي ڇا!! اهو ان ڪري جو ماڻهو ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ۾ سگهہ پيدا ڪرڻ لاءِ ماڻهو جو رت بہ پيئندا هئا. جن کي عرف عام ۾ آدم خور يا ڏائڻ سڏيو ويندو هو. ڪٿي تہ رت جو ايترو تقدس هوندو هو جو دوستي پڪي ڪرڻ لاءِ ٻئي ڌريون پنهنجو پنهنجو رت ڪڍي ملائيندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي رت شريڪ ڀاءُ چوندا هئا. يا زمين جي زرخيزي وڌائڻ لاءِ زمين کي رت جو ريج ڏيندا هئا. انهن سيني ڳالهين جي باوجود عقل سالم رکڻ تائين ماڻهو حيض ۽ بڪار واري رت کان ايترو تہ ڊڄندا هئا جو انهن کي ڪنهن جن ڀوت ياٰ مافوق الفطرت قوت جو ڪرشمو يا ڪارنامو ڪري سمجهندا هئا ان ڪري رت جي انهن ٻنهي نمونن کان ماڻهن کي ڊپ ٿيندو هو ۽ تصور ڪيو ويندو هو تہ ڇوڪريءَ تي ڪنهن بد روح جو ڀاڇو پيو آهي جو

اوچتو رت وهڻ شروع ٿيو آهي. "ڊيسمنڊموررس" چري گوانا قبيلي جي هڪ رسم جو حوالو ڏيندي چوي ٿو جڏهن به ڪنهن عورت يا ڪنواري ڇوڪري کي حيض ايندو آهي ته أن کي هڪ جدا الڳ ٿلهي جهوپڙي ۾ بند ڪيو ويندو آهي ۽ أن دروازي تي مسلسل دهل وڄايو ويندو آهي ته بدروح ان ڇوڪري کي وڏيڪ نقصان نه رسائي سگهي ۽ ڈهل جي آواز کان ڊڄي ڀڄي وڃي. حيض واري رت کان خوف ۽ نفرت جو اِهو عالم هيو جو هزارين سالن تائين اِهو تصور ڪيو ويندو هو ته حيض اچڻ واري ڇوڪري جنهن به شيءِ کي هٿ لائيندي ته أها شيءِ پليد ٿي ويندي پليني Pliny پنهنجي ڪتاب "Natural History" ۾ لکيو آهي ته ماهواري واري ڇوڪري شراب کي هٿ لائيندي ته سرڪو ٿجي ويندو. آئيني کي هٿ لائيندي ته انڌو ٿي پوندو ڪنهن تکي اوزار کي هٿ ۾ ڪٽندي ته مُڏو ٿي پوندو. ڳوهيل اٽو پليت ٿي پوندو. ماکيءَ جي ماناري پرسان گذرندي ته ماکيءَ جون مکيون پنهنجو مانارو ڇڏي ڀڄي ويندي يون. ريڊ انڊين ۽ اوزاڪ قبيلن وارين عورتن جو خيال هيو ته حيض واري عورت مڙس يا ڪنهن مرد جي ويجهو به ويندي ته أهو حرامي ٻار پيدا ٿيندو. يهودين وٽ ته اڄ تائين اِها رسم آهي ته ماهواري دوران عورت سان نه هٿ ملائيندا آهن نه وري ان کي ڇُهندا آهن. يوگنڊا جا قبائل ته اِن عقيدي جا هوندا هئا ته حائضہ عورت جنهن ٿانوَ کي هٿ لائيندي هئي أهي ٿانوَ ڀڃي ڀوري اُڇلائي ڇڏيندا هئا. برطانيہ جا قديم باشندا ته حائضہ عورت کي مڃي مارڻ به ڪونہ ڏيندا هئا. اهڙي طرح اسان وٽ سنڌ ۾ اڄ به اهو رواج آهي ته مٿي ميري واري عورت جيڪڏهن آچار جي ڪني جو ڍڪ لاهي ڏسندي ته آچار سينوارجي خراب ٿي ويندو.

برطانيہ جو مشهور ماهر بشريات سر جارج فريزر جو چوڻ آهي ته حيض واري عورت جي جسم مان برقي ويوز خارج ٿيندا رهندا آهن جنهن سان مسلجڻ سبب ڪي نه ڪي مُزر تبديليون اچي سگهن ٿيون.

جنهن مان هيءَ ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته مذڪوره حالات ۾ ماهواري واري عورت سان جنسي تعلقات قائم ڪرڻ خطره کان خالي نه هوندو آهي.

بائيبل ۾ حيض واري عورت سان مباشرت ڪندڙ لاءِ قبيلي بدري يا موت جي سزا هوندي آهي آتشڪ جهڙي بيماري جو به اصل ڪارڻ حائضه عورت سان مباشرت هوندي آهي. حيض دوران مباشرت ۾ پيدا ٿيندڙ ٻار گهڻو ڪري بيمار نبل ڪُند ذهن ۽ بدشڪلو پيدا ٿيندو آهي. جديد سائنس ته تسليم ڪيو آهي ته حيض واري عورت سان مباشرت جي ڪري عورت کي ٻچي داني ۾ ڪينسر ٿيڻ جا وسيع پئماني تي خطرا لاحق هوندا آهن. پٿر جي دور کان وٺي جديد دور تائين هر لمحه هر گهڙي انساني عقل شعور کان رت ڪڏهن به اهميت جي حساب سان وانجهيل ڪونه رهيو آهي. رابرسن جي خيال موجب قديم مذهبن ۾ ٻليدان (قرباني) واري سوچ تڏهن کان شروع ٿيل آهي جڏهن کان انساني ذهن رت جي اهميت کي تسليم ڪيو هوندو. اهوئي سبب آهي ته انسان جي ذهن تي خوف جي تاثر کان پيدا ٿيل ديويون ۽ ديوتا هر وقت سندس عقيدي تي حاوي هجڻ ڪري انهن جي خوشنودي لاءِ رت کي زندگي جي علامت سمجهي سندن هٿراڌو ٺاهيل بتن اڳيان رت جو نظرانو پيش ڪرڻ ۾ ئي خوف کان نجات جو وسيلو ڄاتو هجين. ايستائين جو ڪُنل جاندار جو رت پوءِ اهو ڪهڙو به جانور يا ماڻهو هجي ان جو رت ديوتائن جي سگهاري ٿيڻ جي خيال سان بتن مٿان هاريو ويندو هو. زمانه قديم ۾ جسماني ۽ اخلاقي پاڪائيءَ لاءِ به رت وهايو ويندو هو. مٿرا عقيدي جا ماڻهو وري جسم جي پاڪائي لاءِ رت پنهنجي جسم تي هاري پوءِ مندرن يا بتن اڳيان حاضر ٿيندا هئا. جادوگر قسم جا ماڻهو پنهنجا ٽوٽا ڦيٽا رت سان ئي لکندا هئا. رت جي وهائڻ واري عقيدي مطابق ڪنواريءَ ڇوڪريءَ جو رت وهائڻ سڀ کان بهتر ۽ مقدس سمجهيو ويندو هيو. هنگريءَ جا بادشاهه زادا ته پنهنجي

جوانيءَ کي قائم دائم رکڻ لاءِ ڪنواريءَ ڇوڪريءَ جي رت سان ڇهين ڇهين مهيني وهنجندا هئا. تاريخ جي شروعاتي دور ۾ قسطنطنيه جو بادشاهه سخت بيمار ٿي پيو هو درباري حڪيم جي صلاح سان بادشاهه کي ڪنواري ڇوڪريءَ جي رت سان وهنجاري صحتياب ڪيو ويو هو. ٻلي ڳڙ جي علاج لاءِ ماڻهوءَ جي رت سان گهوٽيل جڙي ٻوٽيون ملائي شفا بخش مرهم ٺاهيو ويندو هو قول قرار ۽ عهدو پيمان کي پڪو پختو ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي جي ٻانهن مان رت ڪڍي پيتو ويندو هو. جنهن ۾ فتح، آفتن کان بچاءُ، زمين جي زخيري، فصلن جو پلو ٿيڻ، اولاد جي پيدا ٿيڻ برسات پوڻ لاءِ اول نريا مادي ماڻهو کي ٻليدان ڪري رت وهايو ويندو هو. پوءِ جيئن جيئن انساني ذهن ترقي ڪئي ته ماڻهن بجاءِ گهوڙن ڍڳن ٻڪرن جي ٻليدان جو رواج پيو. قديم يوناني پيٽن جا ماڻهو ته هڪ ٻئي سان ويڙهه ڪرڻ کان اڳ پهريائين ڪنهن ڪنواري ڇوڪري جو رت جسم تي ملي پوءِ جنگ ڪندا هئا بعد ۾ 3000 ق.م بقول هيومر جي ايليئيڊ موجب ڪاري يا اڇي گهوڙي جو رت وهائي پوءِ ميدان جنگ ۾ لهندا هئا. هندستان جي مشهور جنگين ۾ رامائڻ ۽ مهاڀارت ڪتابن جي شاهدين مؤجب جنگ کان اول ڪاري يا اڇي گهوڙي جي قرباني ضروري سمجهي ويندي هئي. روم جي ڊائنا مندر ۾ هر سال ڊائنا ديوي جي بت کي خوبصورت گهوڙي جي رت سان غسل ڏياريو ويندو هو ته ڊائنا جي خوبصورتي بحال رهندي اچي. اهو رواج اڳ ڪنهن خوبصورت ڪنواري دوشيزه جي رت سان مقدس سمجهيو ويندو هو پر پوءِ ان رسم کي آسان ڪرڻ لاءِ دوشيزه بجاءِ خوبصورت گهوڙي جي رت کي ارزان ڪرڻ جائز قرار ڏنو ويو. روم ۽ يونان وارن جي رسم جي تقليد ڪندي ايران وارا وري پنهنجي ”منڙائو“ ديوتا جي بُت اڳيان اول ڪنهن خوبصورت نوجوان بعد ۾ خوبصورت ”سانهه“ جو رت وهائيندا هئا. رومي جرنيل وري پنهنجي فتح جي جلوس وقت مريخ مندر جي اڳيان دشمن جي سپهه سالار يا جرنيل جو

رت وهائي آسماني خوشنوي حاصل ڪندا هئا. قرطابنہ وارا وري پنهنجي ملڪ تان مصيبت ٽارڻ لاءِ پنهنجي ديوتا ”مولڪ“ جي بت اڳيان باهہ جا وڏا مچ ٻاري انهن ۾ معصوم ٻارڙن کي اڇلائي ان جي رت جو واس ڏئي مصيبت ٽرڻ جو تصور ڪندا هئا.

هندستان ۾ گونڊ ۽ ماريا قبيلن جا ماڻهو پنهنجي فصلن جي زرخيزي وڌائڻ لاءِ نوجوان ڪنواري ڇوڪريءَ جي رت سان ڇنڊا هڻندا هُئا. سندن عقيدي جو طرز عمل هيو تہ هر قرباني واري ڇوڪريءَ کي ڪنهن وڻ سان مضبوط ٻڌندا هُئا پوءِ هر هڪ قبيلي جو پريو مڙس خنجر جا چير ڏئي رت جون ليون پري فصل مٿان ڇٽڪار ڪندو هو.

آفريڪا جي وحشي قبيلن وارا موسمن کي بحال رکڻ لاءِ هر ٻارهين مهيني ميلو منعقد ڪندا هئا جنهن ۾ هڪ سال اول ڪنهن نوجوان مرد جو انتخاب ڪيو ويندو هو جنهن کي پورا ٻارهن مهينا سُٺا سُٺا طعام ڪارايا ويندا هئا ۽ قبيلي جون خوبصورت ڇوڪريون رات ڏينهن اُن کي پيون وندرائينديون هيون ۽ ميلي واري موقعي تي سال ختم ٿيڻ مهل اُن کي قتل ڪري سندس رت کي آسمان طرف ڇنڊا هڻي اڇلايو ويندو هو.

ميڪسيڪو ۾ سورج ديوتا ”پولو ڪٽلي“ جي روشني ۽ توانائي کي برقرار رکڻ، نئين ڏينهن تازو توانو ٿي ابرڻ لاءِ سج لهڻ کان ڪجهہ گهڙيون اول جبل تي مؤجود مندر اڳيان قربان ٿيندڙ ماڻهوءَ جو سينو ٻٽر جي خنجر سان چيري اُن مان ڌڙڪندڙ دل ڪڍي اشارن سان سج کي ڏيکاري ويندي هئي تہ سڀاڻي پنهنجي ٽائيم تي اُڀري ايندين تہ توکي وري نئين سر نئين ڌڙڪندڙ دل نظراني طور پيش ڪئي ويندي. ميڪسيڪو وارا قربان ٿيندڙ انسان جو انتخاب گهڻو ڪري جنگي قيدين مان ڪندا هئا ان ڪري ڪين هر وقت نئين سر نوان قيدي قربان ڪرڻ لاءِ جنگ وَجدال سان منهن ڏيڻو پوندو هو. ميڪسيڪو وارا سورج ديوتا اڳيان ڌڙڪندڙ دل پيش ڪرڻ کان علاوه ٻارهين مهيني.

پنهنجي ڏرتيءَ جي ديوتائن "ازتڪون ۽ زائپ نوتڪ" جي بتن اڳيان نظراني طور ماڻهوءَ جي چمڙي لاهي وهندڙ رت بتن کي مليندا هئا. قديم فلسطين ۾ ٻارهن سَوَ کان چوڏهن سَوَ ق.م يهودين جي آباد ٿيڻ کان اول جا ماڻهو جن جا قربان گاهه گهٽو ڪري جبلن مٿان هوندا هُئا اُهي ماڻهو پهريائين پهريائين قرباني وارين جاين تي ماڻهوءَ جي قرباني ڪندا هُئا پر پوءِ انهن ۾ ڪي چڱا ماڻهو پيدا ٿيا جن ڪين ماڻهوءَ بجاءِ ٻڪري جي ٻچڙن جي قرباني ڪرڻ سيکاري ڪنعان وارا يهودين کان اول پنهنجي ننڍڙن ٻارڙن کي قربان گاهن تي ڪُهندا هُئا ۽ رت هاريندا هئا اُن کان علاوه پنهنجي ٻارن کي مرتبانن ۾ بند ڪري مندر کي نظرانو ڏيندا هئا. قديم يهودي ڪائڻ پيئڻ واري قرباني جو گوشت ڪائيندا هئا. آنڊن ۽ اوجهري کي باهه تي ساڙيندا هُئا.

ڀارت ۾ وري ڪالي ديويءَ اڳيان نر ڇوڪرو قربان ڪري اُن جو رت ديويءَ جي بت تي ڇڙڪائيندا هئا.

فرعونن جي دور ۾ نيل درياءَ ۾ وڌيڪ پاڻي آڻڻ لاءِ هر سال ڪنواريءَ ڇوڪريءَ کي سينگاري سنواري ڪنوار بڻائي نيل درياءَ جي لهرن حوالي ڪيو ويندو هو. ڪالديا، ايشوريا ۽ بابل واري دورن ۾ خداوند مر دوڪ جي مندرن ۾ اهڙا حوض نهيل هوندا هُئا جيڪي سارو سال انساني رت سان ڀريا پيا هوندا هُئا. جنهن جي شاهدي هيروڊوٽس پڻ ڏني آهي ان کان علاوه نجي عهدو پيمان يا باس باسڻ لاءِ پڻ انساني رت وهائڻ جا واعده اقرار ڪيا ويندا هئا، جن جي پوري ٿيڻ سان اولاد جو رت وهائڻ بہ شامل هوندو هو. يهودين جي مقدس ڪتابن ۾ صاف صاف آيو آهي تہ جڏهن افتاح اسرائيلي، بني عميون وارن وٽ قيد ٿي ويو تہ قيد ۾ باس باسي هئائين تہ خداوند خدا يهودا اگر مون کي بني عميون جي قيد مان صحيح سلامت آزاد ڪرايو تہ گهر پهچڻ بعد گهر جو جيڪو ماڻهو سڀ کان اول منهنجو استقبال ڪندو اُن کي خداوند خدا يهودا جي حضور ۾ قربان ڪندس. ٿيو ائين

جو بني عميون جي قيد مان ڇٽڻ بعد سڀ کان اول سندس اڪيلي نوجوان ڌيءَ سندس استقبال لاءِ اڳتي آئي ۽ هن پنهنجي باسيل باس جي پورائي لاءِ نياڻي ڪُهڻ ۾ دير اصل ڪان نہ ڪئي.

تاريخ انسانيءَ ۾ مرد کان وڌيڪ عورت جو رت پاڪ پوتر رهيو آهي. قربان گاهن توڙي عيش و طرب جي ضرورتن ۾ نوجوان ڪنوارين ڇوڪرين جي رت کي اوليت ڏني وئي آهي. تڏهن تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ چواڻي عام آهي تہ "ڌيري ڌائڻ = سهنجي حور" جنهن جو مطلب آهي تہ جيڪڏهن عورت سهنجي ستابي ۽ جسيم آهي پوءِ توڙي جو رنگ روپ خد و خال اڻ سهائيندا آهن تڏهن بہ حور برابر آهي پر خوبصورت ڊوسمن واري اگر ڌيري آهي توڙي جو جوان آهي تڏهن بہ ڌاڻ برابر محسوس ٿيندي آهي. اِهوئي سبب آهي جو عورت جي سورهن سينگارڻ ۾ سنڌي سگهڙ يا زمانہ قديم جا ڏاها ماڻهو رت واري يعني جسيم عورت جو انتخاب سونهن جي ماپي ۾ ڪندا هُئا. جيڪا ماهواري يا پرده پڪار ٿڻ ۽ ٻار ڄڻڻ وقت رت وهائڻ جي باوجود ديڪ بہ ٻٽي ٻٽائي تہ رهي.

هونئن تہ عربي لقب مؤجب عورت جي معنيٰ آهي اگهاڙي، ننگي يا ٻار ٻار ڊڪجڻ جي لائق پر هڪ پراڻي سنڌي ٻولي جي ڪهاوت موجب عورت لفظ فارسي زبان جي اثر مؤجب ٻن لفظن هور + رت جو مرڪب آهي "هور جيڪو لهجن جي ڦير ڦار سان هور رت جي بجاءِ "عورت" پيو اُچارجڻ ۾ اچي. اصل ۾ هور لفظ جي معنيٰ آهي. وري وري يا ٻار ٻار ۽ رت پنهنجي نج معنيٰ رکي ٿو رَت يا بلد جنهن لفظ جي عورت اُچار جي معنيٰ ٿيندي ٻار ٻار رت ڏيڻ واري جيڪو ماهہ واري، پرده بڪار جي ٿڻ ۽ ٻار ڄڻڻ مهل يا ڪچي ڇڪي اچڻ پوري زندگي ۾ سوين ٻار عورت کي رت ڏيٺو يا ڏسٺو ٻوي ٿو تنهن ڪري سنڌي ٻولي مطابق نالو پيو عورت يعني ٻار ٻار رت ڏيڻ واري جنس. پر هن جنس رت ڏيڻ جي عمل جو اتي دنگ يا ڇيهہ ڪونہ ڪيو آهي هيءَ تہ

انسان ذات جي عظيم مُحسن آهي. جيڪا زراعت ۽ ڏناربي ڪان وٺي ٻه اڍائي سال پنهنجي نومولود ٻار کي پنهنجو ٿڃ پياري جيڪو پڻ رت ڏيڻ جو هڪ قسم آهي پالي وڏو ڪري ٿي. ان ڪري ئي سندس ناءُ ٻيو آهي عورت يعني هر هر رت ڏيڻ واري ۽ زبان ۾ عورت جي معنيٰ آهي اگهاڙي تڏهن تہ ارسطو چيو تہ رت زندگي آهي رت جو تعلق روح سان آهي. جنهن روح کي رنجايو تہ ڄڻ خدا کي رنجايو تڏهن تہ عورت مقدس آهي جو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم آخري زمان فرمايو تہ جنت ماءُ جي پيرن هيٺان آهي.



# پردهِ بڪار لاءِ انساني عقيدا

پردهِ بڪار قدرتي طور انساني جنس جي عورت واري زناني عضوي جي سَتر واري هنڌ ۽ ٻچيداني جي منهن تي تمام باريڪ پردو جائي ڄمر کان موجود هوندو آهي. هيءُ پردو ماهر حيوانات ۽ بشريات جي تصديق مؤجب هر ممااليا يعني ٻچا ڄڻيندڙ ۽ کير پيارڻ واري مادي جي عضوي ۾ مؤجود هوندو آهي. مگر جانورن جي ماديءَ جي پرده بڪار گهٽي ڊوڙ ڊوڙڻ يا ٽپو ڏيڻ سان ٽٽي پوندو آهي. ساڳئي حالت عورت جي پرده بڪار سان به هوندي آهي پر ڪي ڇوڪريون اهڙيون هونديون آهن جن جو گهڻو پنڌ نه ڪرڻ يا جسماني ورزش نه ڪرڻ مثلاً ٽپا ڏيڻ يا نه ڊوڙڻ واري عمل نه ڪرڻ سان ڦاڙيءَ تائين پرده بڪار سالم حالت ۾ مؤجود رهندو آهي. جنهن ڪي شادي واري رات مڙس جي مرداڻي عضوي جي زور سان ٽوڙيو ويندو آهي ۽ جنهن سان پڻ رت وهي پوندو آهي. سنڌ جي گهڻن قبيلن ۾ شادي واري رات اِن پرده جو ٽٽڻ ڪنوار جي عصمت جو اهڃاڻ سمجهيو ويندو آهي. پر بشريات جي عالمن ڊسمنڊ مورس، هيولاڪ ۽ ٻين ڪيترن ئي ماهرن جن ايشيا ۽ يورپ جي ڪيترن ئي قبيلن جي ريتن رسمن تي تحقيقات ڪئي آهي انهن هر قبيلي جي سوچ ڪي هڪ ٻئي کان مختلف بيان ڪيو آهي. ڊسمنڊ مورس لکي ٿو ته يونانين وٽ ان جو نالو شاديءَ جي ديوتا جو نالو هيو جيڪو شاديءَ جي رات پاڻ ان پردي کي اچي ٽوڙيندو هو. ان کان اول قديم دور جا ماڻهو ايشيائي توڙي يورپي ۽ آفريڪي ان پرده جي رت کان وڏو خوف کائيندا هئا. سندن ذهن تي

اها ڳالهہ چانيل هُئي تہ اِهو پرده بڪار ديوتائن جو عورت جي پاڪائي لاءِ ناهيل پردو آهي جيڪو عام ماڻهو ان پردي کي ٽوڙيندو اُهو هميشه لاءِ شادي واري ديوتا جنهن جو نالو مختلف قومن ۽ قبيلن ۾ جدا جدا هيو اُهو اُن پردي ٽوڙڻ واري ماڻهوءَ جو دشمن ٿي پوندو ۽ هر وقت کيس عذابن ۾ مبتلا ڪندو رهندو. اهوئي سبب هوندو هو تہ يورپ ۾ شاديءَ جي رات ڪنوار کي ديوي ديوتا جي مندر حوالي ڪيو ويندو هو جتي مندر جو مکيہ پروهت يا ان جو جاءِ نشين يا مندر ۾ مقرر ڪيل انهيءَ ڪم لاءِ ڪوئي مهنت ان ڪنوار جو پرده بڪار ٽوڙي پوءِ گهوٽ ۽ مالڪن حوالي ڪندو هو. جتي ڪنهن مندر ۾ اهڙي ڪاريگر جو انتظام ٿيل نہ هوندو هو تہ اُتي قبيلي وارا ڪنهن نيچ ذات جي نوجوان کي هڪ رات لاءِ ڪرايو ڏئي پنهنجي رهائش واري هنڌ کان گهڻو پري هڪ هٽرادو ڪکن پَن جو چونرو يا مَنهہ ٺاهي ساري رات ڪنوار اُن ڪرايہ جي نوجوان حوالي ڪندا هُئا تہ جيئن پرده بڪار جي ديوتا کي اها خبر پوي تہ ڪوئي پرده بڪار ٽوڙيندڙ ماڻهو گهوٽ جو عزيز يا مائٽ نہ آهي تہ پوءِ گهوٽ اُن ديوتا جي ڏمر کان بچي ويندو. پرده بڪار جيئن آءٌ اڳ ۾ چئي آيس تہ نسل انساني جي مادي جنس ۾ توليد کان اول ماءُ جي پيٽ ۾ جيئن ٻيا عضوا جڙڻ شروع ٿيندا آهن تہ هيءُ بہ ڪوريئڙي جي تاڃيءَ جي تارن کان بہ نازڪ تند جي صورت ۾ وجود وٺڻ شروع ڪندو آهي ۽ پوءِ آهستي آهستي جيئن ٻيو جسم نشو نما پائيندو آهي تيئن هن جي واڌ ويجهہ جو عمل بہ جاري رهندو آهي. عورتاڻي سن بلوغت واري پيرڊ ۾ جيڪو 12 کان چوڏهن سالن جي عمر جي دورانيہ ۾ ٻن سالن تي محيط هوندو آهي پنهنجي تڪميل جي مرحلہ تي پهچندو آهي. انهن ٻن سالن دوران عورتاڻي جنس جي اندروني توڙي بيروني جسم ۾ نمايان تبديليون ظاهر ٿيڻ شروع ٿينديون آهن مثلاً ٻچي داني ۾ آنن پيدا ڪندڙ ڳوٿرين ۾ نسل جي واڌ لاءِ آنا پيدا ٿيڻ شروع ٿيندا اهن. ڇاتيءَ تي ٻُن جو اُڀار وڌي ويندو

آهي. مخصوص عضوي مٿان نهائين تي وار اڀرڻ شروع ٿيندا آهن جيڪي
ٻن سالن دوران ڪارا ٿوهه ٿي ويندا آهن وڏي ڳالهه ته نه چاهيندي به
ٻار ۾ جنسي وابستگي جو رجحان وڌي ويندو آهي. جنهن جي تبديلي
کان بعد ٻار جواني جي حدن کي پهچي ويندو آهي. ڇوڪرين جي عمر
جي اوسر جڏهن سورنهن سالن کي پهچندي آهي ته پوءِ اُهي مڪمل
عورتون بڻجي وينديون آهن ۽ نر ڇوڪرن جي اوسر عمر ارڙهن سالن
تي پهچڻ بعد هو به باقائده مرد بڻجي ويندا آهن جن ۾ نسل پيدا ڪرڻ
جي مڪمل صلاحيت پيدا ٿي ويندي آهي.

زمانه قديم جي ماڻهن جو خيال هوندو هو ته عورت کي پيٽ ۾
ٻار پرده بڪار ٽٽڻ کان بغير ئي سڄ جي ڪرڻ جي اندر داخل ٿيڻ يا
ڪنهن ڪاڏي ڪائڻ جي نتجيي سان ئي پيدا ٿي پوندو آهي. شادي کان
اول ٻار ڄڻڻ ڪوئي عيب ڪونه هوندو هو. ماڻهن جي عقيدي موجب
جيتوڻيڪ ڪابه ڪنواري ڇوڪري ٻار ڄڻي به ويهي ٿي تڏهن به ان جو
پرده بڪار پنهنجي جاءِ تي جيئن جو تيئن مؤجود آهي جيڪو سواءِ
ڪنهن مرد جي مرداني عضوي جي دخول کان سواءِ ٽٽي نٿو سگهي. ان
ڪري پرده بڪار کي ٽوڙڻ لاءِ ماڻهن وٽ جدا جدا علائقن ۽ قبيلن ۾
جدا جدا طريقه عمل ۾ اچڻ لڳا شادي واري رات گهوٽ کي ڪنوار جي
پرده بڪار ٽوڙڻ جي ڏوهه کان بچڻ ۽ پرده بڪار جي ديوتا جي عذاب
کان نجات خاطر کي اهڙا جادوگر به هوندا هُئا جيڪي پٿر جي ٺهيل
مرداڻي عضوي سان ڪنوار جو پرده بڪار ٽوڙي گهوٽ حوالي ڪندا
هئا پرده بڪار جي ٽٽڻ جو ڊپ يا گهوٽ کي پرده جي محافظ کان
بچائڻ لاءِ اسان وٽ سنڌ ۾ به لوڪ ڪهاوتن جي هڪ هيرو جو
ڪردار به موجود آهي جنهن جو نالو "دلوراءِ بادشاهه" آهي اسان جي
سنڌ ۾ جيترا به پراڻا دڙا مؤجود آهن انهن لاءِ مختلف ڪهاوتون ۽
ڪهاڻيون موجود هونديون آهن پر هڪ ڪهاڻي دلوراءِ بادشاهه جي
نالي هر هڪ دڙي سان منصوب ضرور ڪئي ويندي آهي اُها آهي ته ڦتل

دڙي جو بادشاھ ڪنهن زماني ۾ ان دڙي واري شهر جو حاڪم هوندو هو ان حاڪم جو قانون هوندو هو ته جيڪا به ڪنوار جنهن رات شادي ڪندي هئي ان ڪي پهرئين رات بادشاھ دلوراءِ جي خلوت خاني ۾ رهڻو پوندو هو. هڪ رات ڪنهن اهڙي ڪنوار جي شادي ٿيڻ واري هئي جيڪا ڪنوار سندس جي ”محرم“ هئي يعني ڀيڻ، ڀاڻج يا ڀائٽي هئي ماڻهن ڪيس گهڻو ئي سمجهايو ته محرم ڪنوار سان تنهنجو عام قانون لاڳو ٿي نٿو سگهي مگر دلو راءِ ڪونه مڙيو ڪنوار کي پنهنجي خلوت خاني ۾ گهرائي ورتائين جنهن لاءِ عذاب خداوندي نازل ٿيو ۽ پورو شهر غرق ٿي ويو. ڪهاوت پنهنجي جاءِ تي سوَ في صدُ سچ ته ڪونه هوندي آهي مگر ان جي ڪن خاص پهلوئن کان انڪار به ڪري نٿو سگهجي. ڊاڪٽر مبارڪ جي چوڻ موجب ڪهاوت تاريخ جو بنيادي ستون ضرور آهي. دلوراءِ جو ڪنوار کي پهرئين رات پنهنجي خلوت خاني ۾ گهرائڻ سان اهو پلي پت امڪان موجود رهي ٿو ته دلوراءِ بادشاھ انهن دورن جو بادشاھ آهي جنهن دور ۾ انسان وٽ اِهو تصور هيو ته ڪنواري جي پرده بڪار جو محافظ هڪ ما فوق الفطرت ديوتا آهي جيڪو به مرد ان پردي کي ٽوڙيندو اُهو ان جي عطاب ۾ اچي ويندو. ان ڪري ماڻهو شادي واري رات ڪنوار کي مندر جي پروهت يا ڪرائي جي نوجوان يا جادوگر جي حوالي ڪندا هئا ٿي سگهي ٿو ته اسان جو گمان دلوراءِ واري ڪهاوت کي هنن بنيادن تي هتي ڏياري سگهي ٿو ته سنڌي ماڻهن وٽ ڪنهن دور ۾ اهو اعتقاد هيو ته حاڪم وقت ۽ سردار ۾ ستن بزرگن جي سگهه آهي ۽ سنڌي ماڻهن جو عقيدو هجي ته اگر حاڪم وقت شادي جي رات پرده بڪار ٽوڙيندو ته اُن کي عورت جي پرده بڪار جو محافظ بد روح ڪجهه ڪري نه سگهندو ڇو ته ان جي سگهه ڪائنس ستوڻي آهي. جيڪا ڳالهه سماجي ڏاڍ نه بلڪ هڪ رسم سمجهي وڃي ٿي ۽ اها رسم زماني قديم ۾ اسان وٽ به رائج هجي ۽ پوءِ ستين صدي عيسوي وقت سنڌ ۾ اسلام اچڻ کان بعد ان

رسم کي نندڻو ويو هجي منهنجي ان خيال جي حمايت ول ڊيورانٽ به هن طرح ڪئي آهي ته سموري يورپ ۽ گهٽي ڀاڳي پرده بڪار توڙڻ جو ڪم اٽلي ۽ روم جا جاگيردار ڪندا هئا جيڪي پنهنجي ننڍڙي جاگير جا چڻ ته خودمختيار بادشاهه ۽ پروهت پڻ هوندا هئا. تي سگهي ٿو ته سنڌ ۾ به جدا جدا رياستن جي حاڪمن جو نالو ڪهڙو به هجي پر اُن جو خطاب "دلوراءِ" هجي جيئن مصر جي هر حاڪم جو خطاب "فرعون" روم جي هر حاڪم جو خطاب قيصر ۽ اُتر جي ملڪن تاتارين سميت حاڪم وقت جو خطاب "خان" يا خاقان هوندو هيو اهڙي طرح سنڌ ۾ هر طرح جو خطاب به اُن وقت "دلوراءِ" هجي چو ته دلوراءِ جو نالو اسان کي هر ڪنوار جي ڀهرئين رات ڀاڻ وٽ رهائڻ واري ڪُڌي ڪرتوت ۾ نظر نٿو اچي پر مشهور سورهيه مورڙي ملاح جي قصي ۾ به اسان کي "دلوراءِ" جهڙي فياض حاڪم جو ڪردار نظر اچي ٿو جنهن وٽ مورڙو ملاح دانهين وڃي ٿو ۽ سمنڊ ۾ موجود وهيل مڇي کان ڀائرن جي انتقام وٺڻ لاءِ لوهو پڃڙو ٺهرائي ڏيڻ ۾ مورڙو ملاح جي مدد ڪري ٿو. ان کان علاوه سومرن جي دور ۾ به اسان کي دلوراءِ جو نالو سمن تائين ملي ٿو سنڌ جا سمان اصل ۾ راءِ سڏبا هئا جيئن راءِ سهاسي راءِ سهيرس وغيره. دلوراءِ بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "سومرن جو دور" ۽ ص 212 ۾ هن طرح راءِ ڏئي ٿو ته دلوراءِ جو دور هن وقت تائين روشن ٿيل ناهي مگر اسان جي راءِ مطابق دلوراءِ عربن جي پڇاڙي واري وقت بعد مشهور حاڪم هيو جيڪو وڏو مدبر ۽ داناءُ پڻ هيو.

جنرل ايم. آر. هيگ پنهنجي مضمون "برهمڻ آباد ۽ منصوره" ۾ لکي ٿو ته دلوراءِ جو ڪردار به مون کي توجهه جي قابل نظر اچي ٿو جنهن جي چڱي يا بُري شُهرت مُلڪان ملڪ مشهور آهي. جيڪو منهنجي خيال مطابق عربن کان اڳ يا پوءِ جو ڪوئي راجه ٿي گذريو آهي. جيڪو عربن خلاف ڪن عوامي بغاوتن جو اڳواڻ ٿي رهيو هوندو

جنهن جي ڪردار ڪُشي لاءِ عربن اهڙيون ڳالهيون ٺاهيون هونديون.

دلو راءِ بابت يقيني ڄاڻ منشي حڪم چند 1875ع ۾ ڏني ٿو. جيڪو ٻڌائي ٿو تہ ڄام پور ڪان (سرائي بيلٽ) ٿي ميل پنڌ تي هڪ شاهي دڙو آهي. جنهن کي مقامي ماڻهو دلوراءِ جي ٺيڙهہ جي نالي سان ياد ڪندا آهن. اڪثر سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪن خاص دڙن کي بہ دلوراءِ سان منسوب ڪيو ويندو آهي جن سان اِها ڳالهہ منسوب ڪئي ويندي آهي تہ هيءُ راجا هر ڪنوار جي پهرئين رات پاڻ لاءِ مخصوص ڪندو هو جنهن ڪري مٿس ڏمر ٿيو شهر برباد ٿي ويو هن ڳالهہ مان ولڊيوران جي هن ڳالهہ کي هٿي ملي ٿي تہ قديم ماڻهو عورت جي پرده بڪار واري ديوتا کان ڊڄندا هئا ان لاءِ ڪوئي خاص ماڻهو مقرر ڪندا هئا. مگر سنڌ جا ماڻهو جين ۽ ٻڌ عقيدي موجب هر قسم جو رت وهائڻ گناهہ سمجهندا هئا. جنهن لاءِ سچائي سان ڪجهہ چئي نٿو سگهجي. دلوراءِ تي اهو الزام آهي يا ڪائي رسمي پورائي آهي.

مٿين روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ پرده بڪار ٽوڙڻ هر ڪنهن مرد جو ڪم نہ بلڪ قوي تجربيڪار صاحب حيثيت واري مرد جو عمل آهي جيڪو پڻ صحتمند نسل جي واڌ ويجهہ جو پڻ ڪارڻ بنجي سگهي ٿو. باقي هيڻو، ڪمزور، ڪراڙو ۽ نامرد انسان ان لائق نہ آهي تہ هو عورت جو پرده بڪار ٽوڙي ۽ اُن جي ٻچيداني ۾ ڪمزور قسم جا جيو افزائش لاءِ داخل ڪري نسل انساني لاءِ ڇپا ڦڏا يا بيمار ٻار پيدا ڪري. جيڪي پوري سماج لاءِ باعث عذاب هجن. مسٽر هيولاڪ جو چوڻ آهي تہ آفريڪا کان علاوه يورپ ۾ بہ اهڙا قبيلا مؤجود هوندا هُئا جيڪي ڇوڪريءَ جي انهيءَ پرده بڪار جي رت کان خوف کائيندا هئا اهو رت ڪنهن بہ روح جي ذبح ٿيڻ جي علامت سمجهندا هئا جنهن جي انتقام لاءِ اُن بد روح جا پيا ساٿي نہ صرف ان ماڻهو جنهن ڇوڪريءَ جو پرده بڪار ٽوڙيو کان بدلو وٺندا پر پورو قبيلو اُن جي انتقامي ضد ۾ اچي ويندو. ان ڪري هر قبيلي جي ڇوڪري جڏهن سن

بلوغت تي پهچندي هئي ته اُها پاڪ پوتر ۽ مقدس سمجهي ويندي هئي. زردشت وارا مقدس باهه جي رکوالي ڪنوارين ڇوڪرين کان ڪرائيندا هُئا. سندن تصور هيو ته ڪنوارين ڇوڪرين جي پاڪيزگي ۽ پر اسرار قوت جي ڪري مقدس باهه ڇپيون ڪڍي ڇوڪرين کي ڇُمڻ ۽ ڇُهڻ چاهي ٿي. جنهن سوچ ان وقت جي انسان کي ڪنواريون ڇوڪريون باهه ۾ اڇلائڻ ۽ قرباني ڏيڻ جو تصور پيدا ڪيو. جنهن کان بعد دريائن جي لهرن ۽ ديوتائن جي مندرن تي قرباني لاءِ ڪنوارين ڇوڪرين جو نئي تصور پيش ڪيو ويو هو. قديم رومن "انڪا" INCA تهذيب وارا ته وڏي ڪان وڏو احتياط ۽ احترام ڪندا هُئا ڪنهن نئين سامايل ڇوڪريءَ جو جنهن جا ڏڪَ (ببا) صوفي پير جيڏا ٿي ويندا هئا ته ان کي خاص ڪري "ويستا" جي مندر ۾ خدمت لاءِ مامور ڪيو ويندو هو ايستائين اُها نينگري مندر جي ديوين ديوتائن جي بُتن جي ۽ زائرين جي خدمت ڪندي رهندي هُئي جيستائين سندس ڏڪ (ببا) ڏاڙهون روپ نه ڌاريندا هئا يا سندس نهائينءَ تي مڪمل طور ڪارا وار نه ڄمي ايندا هُئا. جيڪو عرصو ٽن کان چار سال ٿي پئي سگهيو اُن کان بعد اُن ڪنواري ڇوڪريءَ کي گهر آباد ڪرڻ ۽ شادي ڪرڻ جو حق هوندو هيو. اهوئي سبب آهي جو لفظ ويستال 'VESTAL' پاڪ دامني جي علامت طور استعمال ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ٽن چئن سالن جي عرصي دوران اُهي ڪنواريون نينگريون سورج ديوتا جي داسين جي نالي سان پُڪاريون ويندڀون هيون جن جي پرده بڪار جي وڏ ڪان وڏ حفاظت ڪئي ويندي هئي اگر اتفاق سان ڪنهن ڪنواري جو پرده بڪار ٽٽل هجڻ جو شڪ يا يقين ٿي ويندو هو ته اُن نينگري کي سورج ديوتا جي مندر "ويستا" جي صحن تي جيئرو دفن ڪيو ويندو.

جيڪا روايت خود بائيبل ۾ به داخل ڪئي وئي ته اگر ڪنهن ڪنواري ڇوڪري جو پرده بڪار ٽٽل آهي ته اُن ڇوڪري ۽ ٽوڙيندڙ کي سنگسار ڪرڻ جي سزا ڏني وڃي. جيئن ته ويستا جي مندر جون

داسيون سفيد رنگ جا ڪپڙا اوڍينديون هيون ان ڪري سفيد رنگ امن آشتي ۽ پاڪ دامني جي علامت بڻجي ويو جيڪو اڄ تائين موجود آهي.

قديم روم جي ويستا مندر وارو رواج ٿوري وقت ۾ پوري دنيا ۾ ڦهلجي ويو. جدا جدا ملڪن جي زبانن مطابق سورج ديوتا جي داسين سان مندر پرجي ويا. مندر جي ديوين ۽ ديوتائن جي بتن توڙي پروهتن جي خدمت لاءِ هزارين داسيون جمع ٿي ويون جيڪي جدا جدا زبانن جي لهجن مطابق تاريخ جي ورقن ۾ ڪٿي، داسيون ڪٿي "ننون" ڪٿي گوسائيون ۽ ڪٿي "مرليون، سڏجڻ ۾ آيون. ستين صدي عيسوي جي شروع ۾ جڏهن محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪري ملتان پهتو هو ته ملتان ۾ سوين خوبصورت مندر ڏسي ڇيائين ته هيءُ ته سڄو سارو مندرن جو شهر آهي ائين چئي سيني مندرن کي ڊاهي هڪ مسجد ٺاهڻ جو حڪم ڏيندي چيائين صرف هڪ سورج ديوتا جي مندر کي نه ڊاهجو جو اُن جي ڏهڻ سان ملتان شهر جي خوبصورتي متاثر ٿي ويندي. ابوظفر ندوي تاريخ سنڌ ۾ لکي ٿو ته سورج ديوتا جي مندر ۾ اُن وقت هزارين داسيون ۽ مرليون مؤجود هونديون هيون جيڪي هند ۽ سنڌ کان آيل زائرين جي خدمت ۽ مندر لاءِ مامور هيون جن جي نظرانن سان پوري رياست جيتري آمدني ٿيندي هئي.

ڏهين صدي عيسوي جي شروع ۾ محمود غزنوي ظاهري طور ته سومنات مندر کي ڊاهڻ ۽ گجرات مان ڪفر جو قلعو قمع ڪرڻ جي بهاني پنجاب ۽ سنڌ تي سترهن دفعا ڪُشت وَ خون جي بازار گرم ڪئي هئي پر جڏهن سومنات جي سرزمين تي پهتو ته اُتي مندر جون هڪئي وقت ڇهه سوَ خوبصورت داسيون، آٺ مڻ وزني مندر جو سونو د؛وازو، بيشمار هيرا جواهر ۽ دولت ڏسي سندس وايون بتال ٿي ويون جو جيترو وقت گجرات ۾ رهيو ته صرف دولت سميٽڻ ۾ ئي وقت گذاري ڇڏيائين پر ڪچ ۽ گجرات ۾ ڪفر جو قلعو قمع ڪرڻ طرف ڪوئي توجهه ڪونه رهيس ۽ نه ئي وري ڪوئي شاهجهان وانگر ڪائي

نالي واري مسجد ٺهرائي سگهيو نہ وري ڪا اهڙي نشاني ڇڏيائين جو اڄ تائين سندس جي نالي سان يادگار طور ڳڻي وڃي. مگر سندس ڪاهہ جي سلہ ۾ گجرات جي مختلف معزز گهراڻن مان چونڊجي آيل ڇهہ سوَ مندر جون داسيون جيڪي پردہ بڪار جي حفاظت ۽ تربيت وٺڻ ٽن سالن لاءِ مندر ۾ آيون هيون اُهي پنهنجي عصمت ۽ شان گجرات جي فتح جي نالي وڃائي صفيہ (مال غنيمت ۾ آيل ڇوڪري) جي نالي سان غزني جي جرنيلن ۽ سردارن جي بسترن جي زينت بڻجي بي مول بانديون سڏجڻ لڳيون.

ڊسمنڊ مورس پنهنجي تحقيقي ڪتاب ۾ 'Bundling' جي عنوان سان لکيو آهي تہ انسان پنهنجي ارتقائي دور ۾ پردہ بڪار کي ٽوڙڻ کان ۽ مباشرت کان ايترو تہ ڊڄندو هو جو جڏهن بہ ڪن ٻن نوجوانن جي شادي ڪندا هئا تہ گهوٽ ڪنوار کي آمهون سامهون پاسيرو سمهاريندا هئا. ڪنوار کي پيرن کان مٿي ٽئين وٽ رسو ٻڌي پير ڇڪي چيلهہ ۽ رانن سان ٻڌندا هئا تہ جيئن ٽي ڏينهن ٽي راتيون گهوٽ ڪنوار گڏ سمهڻ جي باوجود هڪٻئي سان مُجامعت ڪري نہ سگهن جنهن سان پردہ بڪار جي محافظ بد روح کي دوکو ڏنو ويندو هو تہ گهوٽ ڪنوار گڏ سمهڻ جي باوجود بہ پردہ بڪار سان هٿ چراند ڪونہ ٿا ڪن ورنہ سندن عقيدي موجب ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين گذرڻ کان اول اگر پردہ بڪار ٽٽندو تہ پردہ جو محافظ بد روح گهوٽ کي وڏي نقصان ۽ هرجن ۾ وجهندو. يورپ جي ماهر جنسيات جي عالمن جو چوڻ آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل رسم ريڊانڊين قبيلن ۽ انگلستان جي سمورن قبيلن ۾ هزارن سالن تائين رائج هئي. انگلستان سميت سموري جرمني، هنگري ۽ روم جي گهڻن قبيلن ۾ پردہ بڪار جي محافظ بد روح جي ڊپ کان ٽي راتيون ممنوع مباشرت هونديون هيون جن کي "Tobia Nights" چيو ويندو هيو. جنهن لاءِ پوري يورپ ۾ هڪڙو مثال مشهور هوندو هو تہ ميڊيا جي علائقہ جي "سارہ" نالي سان هڪ

خوبصورت ڇوڪري هوندي هُئي، جنهن سان هر نوجوان شاديءَ جو خواهشمند هوندو هو اتفاق سان ڪنهن پاڙيسري نوجوان سان سندس شادي ٿي. شادي واري رات اُهو نوجوان پاڻ روڪي نہ سگهيو ۽ پرده بڪار کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ پرده بڪار جي محافظ شيطاني روح "اسموڙيس" اُن جو ڪنڌ ڀڃي مري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح ستن نوجوانن "ساره" سان شاديون ڪيون ستن ئي ساره جي پرده بڪار ٽوڙڻ لاءِ پهرئين ئي رات تڙ تڪڙ کان ڪم ورتو ۽ ست ئي ڄڻا پهرئين ئي رات اجل جو لقمون بڻجي ويا. اتفاق سان هڪ پرهيزگار شخص جو پٽ "ٽوبياز" سرڪاري ڪم سان ميڊيا آيو ۽ "ساره" سان شادي جي خواهش ڏيکاري شادي ڪيائين مگر هن پوريون ٽي راتوين ڇوڪريءَ کي هٿ ئي نہ لاتو اهڙي طرح پرده بڪار جي محافظ "اسموڙيس" کي دوکو ڏنو ۽ پوءِ ان کان بعد هو باقي زندگي زال سان مباشرت ڪندي خوش و خرم گذارڻ لڳو. يوناني ۽ لاطيني ٻولين ۾ هنن ٽن راتين کي "Tobia Nights" جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. پرده بڪار جي ٽٽڻ واري خوف ۽ "اسموڙيس" بد روح جي انتقام واري وهم کان اٿر قبوليندي ٽي هزار ق.م کان يورپي ماڻهن جو ڌيان عورت ۽ مرد جو سڌو سنئون فطرتي مباشرت وارو عمل اڄ تائين گهٽي کان گهٽو متاثر ٿيو آهي. نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪٻئي کي چُمي ڏيڻ يا جسم جا نازڪ عضوا هڪ ٻئي سان گسائي عارضي لذت تہ حاصل ڪن ٿا پر تقاضائي فطرت واري عمل کان مڙيو ئي ڇرڪندا ڇرڪندا آخر ان نتيجي تي پهتا آهن تہ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هم جنسي جي مرض ۾ مبتلا ٿي ڇوڪريون ڇوڪرين سان ۽ ڇوڪرا ڇوڪرن سان سرعام پيار جون پينگهون وڌائيندي سماج ۽ معاشره کان بي نياز ٿي پنهنجي شهواني لذتن جا مزا ماڻي رهيا آهن. يورپ ۽ آمريڪا جي ڪن رياستن ۾ تہ هم جنس پرست پنهنجي قانوني چارا جوئي وسيلي هڪٻئي سان باقائده نڪاح ڪرڻ جا حق حاصل ڪرڻ لاءِ ڪورٽن جي حمايت

حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن تازو ڪاوش اخبار ۾ 20 جنوري 2002 بروز آچر هڪ خبر نشر ٿي جنهن جو لب لباب هن طرح هيو تہ عورتن وسيلي عورتن مان ٻار پيدا ڪرڻ ممڪن ٿي ويو آهي عورتن جي گهرڙن مان "اسپرم" پيدا ڪري اولاد پيدا ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ڪيو ويو. آمريڪي هم جنس پرست عورتن جي جوڙي رضاڪارانہ طور تجربن ڪرڻ لاءِ پاڻ کي سائنسدانن حوالي ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن اخباري نمائندن ٻنهي هم جنس عورتن واري جوڙي کان نئين ٻار پيدا ٿيڻ بابت سوال ڪيا تہ هنن وڏي خوشيءَ جو اظهار ڪندي چيو ان کان وڌيڪ اسان لاءِ ڪهڙي سعادت آهي جو پرده بڪار جي محافظ بد روح شيطان اسموڙيس جي دشمني حاصل ڪرڻ بغير اسان ٻئي ڄڻيون اولاد جون مالڪياڻيون بہ ٿي ويون ۽ اسان جي محبت جو زنده جاويد مثال اسان جي اکين اڳيان هجي.

رضاڪارنہ طور شڪاگو جي ريپرو ڊاڪٽر جينيٽڪس انسٽيٽيوٽ اداره کي پاڻ ارپيندي هم جنس پرست جوڙي ايدلي ۽ ڊان جيڪي ٻئي عورتون آهن ۽ ملڪي قانون مطابق هڪٻئي جون زال مڙس ۽ مڙس زال پڻ آهن تن 21 صدي ۾ 700 ق.م روم جي هم جنس پرست ڊڪٽيٽر جوليس سيزر جو بہ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو جيڪو زبردست زاني بہ هيو تہ بي انتها ڇُٽون بہ هيو جنهن لاءِ مشهور هو تہ سيزر زالن جو مرد ۽ مردن جي زال آهي.



## جانورن سان انساني سنجوڳ

ول ڊيورانٽ چيو هو تہ انساني فطرت مطابق ٻڪ ۽ سيڪس ۾ ڪوئي فرق ڪونہ آهي. جهڙي طرح ٻُڪ جي شدت انسان کي ڪچو پڪو نيڪ بد، حرام حلال، پنهنجو پرائو کائڻ لاءِ مجبور ڪندي آهي، تهڙي طرح شهواني خواهش بہ جڏهن غلبو ڪندي آهي تہ اُها بہ انسان کي خليفہ خدا جي بجاءِ شيطاني صفت جانور کان بد کان بدتر بڻائي ڇڏيندي آهي. شهواني غلبي وقت جڏهن اُهو انسان جي ذهن تي غالب ٿيندو آهي تہ ان وقت خود شيطان بہ اڪيون ٻوٽي شرمسار ٿيڻ لڳندو آهي ڇو تہ شيطان ۽ انسان ۾ فرق اهو بہ آهي تہ شيطان صفت شهواني ڪان مُبرا آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ اگر انسان کي منهنجي هن لکيت جو مشاهدو ڪرڻو آهي تہ هو پاڻ کي ڪنهن اڪيلي ڪمره ۾ پاڻ ۽ عورت کي ننگي حالت ۾ هوش سنڀالي ڏسي يا باٿ روم ۾ تڙ ڪرڻ مهل شهواني رشتي جي نامحرم انسان جو تصور ڪري پاڻ سنڀالي ڏسي تہ هوند دنيا جهان جا سڀ بدڪار شيطان شرم کان منهن ڦيرائي ٻئي پاسي ڪري ڇڏيندا هجن.

گرو رجنيش هڪ دفعي پنهنجي ليڪچر ۾ چيو هو تہ جهڙي طرح درياءَ کي پنهنجو رستو ڳولهڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي آهي، تهڙي ريت، جنسي ضرورتون بہ گهڻي دير تائين سماجي توڙي معاشرتي پابندين جو انتظار ڪونہ ڪنديون آهن. اُهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن رنگ ۾ پنهنجي ظهور جو طريقو ڳولي

ڪيڏنديون آهن. ساڳئي وقت جنس جي افاديت ڪان انسان سميت ڪوئي بہ ساهدار جيڪو پنهنجي نسل جي واڌ ويجهہ جي عمل سان هن صورت ۾ آيو آهي، اهو ڪنهن بہ لساني، قومي، مذهبي، علائقائي، يا ذات پات جي اوچ نيچ ۽ اميري غريبي جي تعصب وارين پابندين ڪان پنهنجي شهواني خواهشن لاءِ متاهون ۽ بي نياز هوندو آهي. مذهبي توڙي روحاني پابنديون اظهار چاهت اڳيان تڇ ۽ بي معنيٰ هونديون آهن. جن ڪي وڏن وڏن ڪوٽن جا ڪنگرا، سون چاندي جا هٿ ڪڙول ڪهاڙين جا شقڪا ۽ گولين جا زوزاٽ بہ روڪي ڪونہ سگهندا آهن.

چوڻ وارا تہ پاڻ ڪي بہ سچ چئي ڏيندا آهن جيڪا خوبي اسان سنڌي ماڻهن ڪان يورپ وارين قومن ۾ وڌيڪ آهي تڏهن تہ اسان اڄ ڪلهہ علم ادب ۾ يورپ وارن جو سهارو وٺي ڪائي سچ جهڙي ڳالهہ ڪري ويهندا آهيون، جيتوڻيڪ جو ڪجهہ يورپ وارن پنهنجي قلم سان لکيو آهي، اهو سڀ ڪجهہ اسان روزمره پنهنجي اکين سان ڏسون ٿا، ڪنن سان ٻڌون ٿا ۽ لاشعور واري ڇهين حس سان ڇتو پٽو محسوس بہ ڪريون ٿا پر ان ڪي زبان ۽ قلم سان اظهار جي صورت وٺرائي نٿا سگهون، جنهن جو اصل ڪارڻ ۽ بندش اسان ڪي اخلاق جي نالي پابندين سماجي توڙي قبيلائي يا قومي روايتي پڙهايل پٽيءَ جو حفظ آهي، ورنہ هن ہہ ٻيري جاندار ڪي ماڻهو يا ماڻهپو ڌارڻ لاءِ اڃا سوَن بلڪ هزارن ورهين جي سفر جي ضرورت آهي. تاريخ انسان جي ماضي جو آئينو آهي. جنهن ڪي ڏسي ڪري انسان مستقبل لاءِ بُرائي ڀلائي جي چونڊ پاڻ ڪري سگهي ٿو. ورنہ ماضي ۾ تہ سندس پرڪار اهي رهيا آهن جو ڊاڪٽر مورابو Murabe Au ارڙهن صدي عيسوي قوم باسق Basque جي پادرين وٽان معلوم ڪيو هو تہ ڪوهستان جا ٻيري نيز ريبار ۽ ٻڪرار سقليہ Sikily جا ڌنار، هاري ۽ زميندار جانورن سان شهواني ميلاپ ڪرڻ هڪ قومي مشغلو سمجهندا آهن. اتر يورپ وارا ماڻهو رڍن ٻڪرين ڪان علاوه گهڻن ئي ملڪن جي

مقدس جانور ڳڻون ۽ هرڻ کان به ڪونه مڙندا آهن.

مانتي گازه Mante Gazza پنهنجي ڪتاب "Amoride of Livominigli" باب پنجين ۾ لکيو آهي ته ريمني (Rimini) واري هنڌ تي منهنجي ملاقات هڪ پري نيز جي ريدار سان ٿي وئي جيڪو جسماني توڙي اعصابي طور ڏاڍو ڪمزور پئي محسوس ٿيو.مون اُن کان پڇيو ته تنهنجي هيءَ اهڙي بُري حالت ڇو ٿي وئي آهي، جنهن تي هن ٻڌايو ته هڪ جهنگل ٻيو ڪير مڪڻ تيون ڪوئي ڏسڻ ٽوڪڻ وارو به ڪونه پوءِ جنهن پهرو تي دل ڪيندي هئي شوق ڪري گذرندو هوس جتي ڪائي روڪ ٽوڪ ڪانه هوندي آهي ۽ اسباب به ميسر هوندا آهن ته پوءِ اتي شهواني خواهشن کي روڪڻ وس جي ڳالهه نه هوندي آهي. وري گٽيست "Guttciet" پنهنجي مشاهدي واري ڊائري "Dreissi of Yahuparseis " ۾ صفحي 301 تي لکيو هو ته ڪيترا روسي آفيسر جيڪي 1828 واري جنگ ۾ مونسان گڏ هئا جيڪي جنگ روس ۽ روم جيُ وچ ۾ انسان ذات جي قتل عام جو ڪارڻ بڻيل جنگ ۾ گڏ هئا، اتي گهٽي عرصي تائين گڏ رهڻ سبب مونسان ايترا ته مانوس ٿي ويا هئا جو پنهنجي جانورن سان مجامعت ڪرڻ جا اعتراف ڪري وٺندا هئا. هيءَ مشغلو نه صرف مردن جو هيو مگر عورتون به جانورن سان مجامعت ڪنديون هيون. ڊاڪٽر بلاخ يورپ جي ڪيترن ڪوهه خانن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته ڪيتريون پيشاور عورتون ماڻهن کي تماشو ڏيکارڻ لاءِ ٽڪيٽ وصول ڪري جانورن سان مجامعت ڪنديون هيون. اهڙي ڳالهه ماسچڪ(Maschaka) به ڪئي آهي. ڊاڪٽر روشه (Rossa) ورجينيا ميڊيڪل منٿلي "Virgina Medical Monthly" ماه آڪٽوبر سال 1882 جي صفحي 379 جي هڪ مضمون ۾ لکيو هو ته يورپ جي هڪ عورت هن طرح تماشو ڏيکاريندي مري وئي هئي.

ڊاڪٽر ڪرائوشو (Krausoo) لکيو ته بوسنيا جي عورتن کي اهو

فعل ڪندي آئون اڪين سان نہ ڏسان هان تہ هوند ڪنهن جي چوڻ تي ڪڏهن بہ اعتبار ڪونہ ڪريان ها.

شڪاگو جي ڊاڪٽر ڪيرنان (Keirnan) بہ پنهنجي هڪ پرائيويٽ خط ۾ ڊاڪٽر روشہ جي بيان جي تصديق ڪندي چيو تہ هر وڏي شهر ۾ اهڙي حالت موجود هوندي آهي مسوري (Missuri) واقع آمريڪا ۾ هڪ تعليم يافتہ نوجوان ڇوڪريءَ جو علاج ڪيو هو سندس چوڻ آهي تہ جڏهن اُن جي جسم ۾ پچڪاري هٽي زخم ڏوتا ويا تہ معلوم ٿيو تہ اندران هڪ نہ بلڪ ٽي زخم ظاهر ٿيا جيڪي خود اهڙي شوق جو ڪارڻ هئا.

برازيل ۾ دريا اميزان جي ڪناري وٽ ڪيست لناءِ (Castelnow) نالي هڪ سياح لکيو آهي تہ هڪ عورت جي دروازي اڳيان هڪ وڏو باندر ېڌو پيو هو الائي ڇو منهنجي ذهن ۾ آيو تہ معلوم ڪجي تہ هن باندر جي ڪيتري قيمت آهي، مون اصل مالڪياڻي بجاءِ پاڙي واري مائي کان اُن بابت قيمت معلوم ڪرڻ چاهي تہ پاڙي واري مائي کلندي چيو اهو باندر توکي پئسن تي ٿوروئي ملندو! مون پڇيو ڇو؟ تہ جواب ۾ چيائين اهو باندر تہ ان گهر واري مالڪياڻيءَ جو مڙس آهي، ڪائي عورت پنهنجو مڙس ڪپائيندي آهي ڇا؟

مٿي ذڪر ڪيل سڀني حوالن مان منهنجو مطلب آهي تہ انسان زمانہ قديم کان اڄ جي متمدن دور تائين پنهنجي ذهن مان اُهي پراڻيون عادتون ڪڍي اڃا مڪمل سڌريل انسان ٿي ڪونہ سگهيو آهي، ڇو تہ زمانہ قديم جي غير متمدن قومن ۽ قبيلن ۾ اهو رواج عام هيو تہ انسان ۽ جانور ۾ ڪوئي فرق نہ هوندو هو. سندن عقيدو هوندو هو تہ ڪڏهن انسان مرڻ کان بعد جانور جي صورت وٺي موت بعد وري ٻيهر پيدا ٿئي ٿو. ڪڏهن جانور ماڻهو ٿي پيدا ٿيندو آهي جيڪو اڄ تائين "جوڻ" واري عقيدي ۾ بہ اُن جي آواگون جي صورت ۾ سڌريل جهلڪ ملي ٿي، ٽي هزار ق. م وارو اعتقاد 330 ق - م يونان جي فلسفين فيثا

غورث ۽ سقراط ۾ بہ ملي ٿو، پيو تہ ڇڏيو پر ويجهڙائي ۾ شام ملڪ جو وڏي ۾ وڏو فيلسوف اديب ۽ شاعر خليل جبران بہ گهڻي ڀاڱي آواگون واري نظريہ کان متاثر نظر اچي ٿو، قديم يوناني مذهب جا ديوتا بہ ڍاند، سانهہ ۽ نيرڳي پکي جي صورت ۾ عورتن سان مجامعت ڪندا هئا. هندن جي اُپنشدن موجب مرڻ کان بعد روح ٻن رستن سان سفر ڪندو آهي هڪ "ديو آين" ۽ ٻيو "پترائين" جن مان اعليٰ روح پهرئين رستي سان سفر ڪري وڃي "برهم" يعني پنهنجي خالق حقيقي (خداوند) سان ملندو آهي، باقي ٻيا روح ٻئي رستي سان سفر ڪري وڃ تي آرام ڪري وري موٽي ڌرتي ڏانهن ايندا آهن. جيڪي پنهنجي نيڪ يا بد عملن جي ڪري پنهنجي پنهنجي رتبي موجب انسانن جانورن يا وڻن ٽڻن يا ٻوٽن وغيره ۾ داخل ٿي پنهنجي سزا جزا پوري ڪري پوءِ پاڪ پوتر ٿي وڃي مالڪ حقيقي سان ملندا آهن، ان ڪري جيئن آءُ اڳ ۾ لکي آئي آهيان تہ پراڻن عقيدن جي مد نظر غيرتمندن ماڻهن وٽ انسان ۽ جانورن ۾ فرق ئي ڪونہ هيو، ان ڪري اُها جبلت انسان اڃا تائين ڪانہ وساري آهي، جانورن سان شهواني شوق اڃا تائين موقعي ملڻ سان جيئن جو تيئن قائم دائم آهي، مختلف ملڪن ۾ مختلف جانورن سان انساني سنگم جو ذڪر نمام گهڻو ملي ٿو ان ۾ گهڻي ڀاڱي اُهي جانور اچي وڃن ٿا جيڪي اڪثر گهرن ۾ پرورش وٺن ٿا مثلن ڳئون، ٻڪري، رڍ، گڏه، ڪتو، ٻلي، سهو، بدڪ، ڪاز وغيره پر اڪثر روسي عورتن لاءِ اهو بہ آيو آهي تہ هو نانگ بہ انهيءَ ڪم لاءِ پاليندي يون هيون، ڊاڪٽر ڪوچر (Kocher) اسلام کان اول ڪِنِ عربن لاءِ ٻڪرين رڍن گهوڙين بابت فرانسيسي ڊاڪٽر مونديري (Mondiore) وري فرانسيسن لاءِ مادي سوئرن ۽ ڪتن بابت ذڪر ڪيو آهي ۽ جزيره سيلون جي سنهالي قوم جو ٻڪرين بابت ذڪر ڪيو آهي، هندستان ۾ تہ زمانہ قديم ۾ جنهن عورت کي اولاد نہ ٿيندو هو ان کي نر گهوڙي سان لڳ ڪرايو ويندو هو، سوامي ديانند سرسو

تي پنهنجي مشهور ڪتاب "ستيارٿ پرڪاش" صفحي 324 تي لکيو هو تہ پڌڻ ۾ آيو هو تہ گورک پور جي هڪ راجا "پوپون" اولاد نہ ٿيڻ سبب پنهنجي پياري راڻي سان نر گهوڙي جو يگہ ڪرايو هو جنهن سان ويچاري مري وئي هئي، جانورن سان انسان جي شهوائي ميل ميلاپ کي الهامي ڪتابن هر دور ۾ نندو آهي ۽ انهيءَ لاءِ سزائون بہ مقرر ڪيون آهن پر انسان جيڪو هر غير فطري عمل جو دلداده آهي اهو اڄ تائين پنهنجي انهي قبيح فيل کان بازئي نہ آيو آهي، حالانڪ بائيبل ۽ توريت ۾ ان جانور لاءِ قتل ۽ انسان لاءِ ڏهن سالن جي سزا مقرر آهي، ساڳئي سختي قرآن شريف ۾ بہ آهي مگر انسان جيڪو بي لغام جانور آهي ان کي الله ئي هدايت ڪري انسان جو شهواني طور جانور سان ميلاپ تاريخي طور پڪي پختي ثبوت سان اسان کي 550 ق -م يوناني سياح ۽ تاريخدان هيرو ڊوٽس (Herodotus) جي قلم جي زباني ملي ٿو جنهن منڊيس (Mendes) بابت هن طرح لکيو آهي تہ :هتي پان (Pan) ديوتا جي مندر ۾ هڪ وڏو ٿير ٻڪرو بيهاريل آهي. ماڻهو هن ٻڪري جي وڏي عزت ۽ تعزيم ڪندا آهن، سندن عقيدو آهي تہ اهو ٻڪرو پان ديوتا جو اوتار آهي جيڪا بہ بي اولاد عورت سندي ٿيل هن ٻڪري سان مجامعت ڪندي اها ٻار پيدا ڪري سگهندي، ان لاءِ ڪيئي عورتون ٻار پيدا ڪرڻ جي اميد تي هن ٻڪري جي مدد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتان جو ڪتان ڪهي هتي اچن ٿيون ۽ هر وقت مندر جي صحن تي ٻڪري سان ملاقاتي عورتن جا ميلا لڳا پيا هوندا آهن، اهڙي طرح قديم مصر جي عورتن بابت بہ دلاري (Dulare) لکيو آهي تہ شت پت برهمڻ جنهن جو ترجمو انگريزي ڪتاب "ڪتاب مقدس شرقيہ" جي جلد ٻارهين صفحہ 325 تي موجود آهي جو حاصل مطلب آهي تہ ميڪڊانلڊ ايم ڊي ڊي پنهنجي ڪتاب الموسوم بہ،

"ويدن وارا برهمڻ" صفحہ 62 تي هن ريت لکيو آهي،

"سڀ کان اڳ پرجا پتي اڪيلو هيو، هن چاهيو تہ دنيا پيدا

ڪريان تنهن ڪري پهرين هن اگني ديوتا، آديته ۽ پوءِ ٻيا ديوتا پيدا ڪيا، ان ڪانپوءِ پنهنجي منهن مان وات جي ڦوڪ سان "ڳئون" ديوي کي پيدا ڪيو، اگني ديوتا جڏهن ڳئون جهڙي خوبصورت ديوي کي ڏٺو ته هن جي دل ۾ لالچ پيدا ٿي پئي ۽ هو لطف ۽ مزي ماڻڻ ۽ عارضي لذت حاصل ڪرڻ خاطر سڀ ڪجهه ڪرڻ سان ڪري گذري ويو، جنهن ڪري انسانن ۾ به جانورن سان ميل ڪرڻ ۾ ڪائي قباحت ڪانه ٿي محسوس ٿئي.



# خواهشات شهواني ۽ خيال

خواهشات شهواني فطرت انسان ۾ هڪ اهڙو عنصر سمايل آهي جنهن جو سواءِ قلم ۽ زبان سان نالي وٺڻ ڪانسواءِ ان جو پريڪٽيڪل ڪرڻ ۽ ان کي ظاهر ڪري ڏيکارڻ ڏاڍو مشڪل آهي، البت اڄ ڪلهه جي جديد دور ۾ ان تي ڪافي ڪم ٿيو به آهي، مرد ۽ عورت جا سيلز حاصل ڪري هترادو ٻچي داني تيار ڪئي وئي آهي، جن سيلز جي ميلاپ سان ٻچي جو جرسومون پيدا ٿي اهو پرورش پائي سگهي ٿو، جنهن جو مثال ڊولي آهي، ان ڪان علاوه تازو لنڊن ۾ سال 1995ع ۾ بيمار ٿيل مڙس جا مرداڻا جرسومان حاصل ڪري "دائني بلڊ" نالي هڪ عورت به پٽ ڄڻيا آهن سنڊس انٽرويو فارين ڊيسڪ جي حوالي سان اخبار ڪاوش ۾ 10 فيبروري واري سپليمينٽري ۾ آچر ڏينهن سال 2002ع ۾ ڇپيو آهي، "مائي ڊائني بلڊ" پنهنجي هن عمل ۽ جديد سائنسي ايجاد تي خوش ته ڏاڍي آهي ڇو ته هن کي پنهنجي فطري خواهش موجب پنهنجي ئي مئل مڙس مان ٻه ٻار پيدا ٿيا آهن پر اها فطرتي لذت جنهن لاءِ عورت ٻار ڄڻڻ واري ٽائيم تي سور ڪائڻ واري اذيت به قبول ڪري ٿي اها ڪيس ملي ڪانه سگهي آهي ڇو ته "ڊائني بلڊ" جهڙيون عورتون جن جا مڙس مري ويندا آهن يا سالن جا سال ڪانئن پري رهندا آهن يا ڪنواريون هونديون آهن اهي "صبورو" جهڙي اوزار يا ان جي نعمل بدل ڪان شرم ڪائيندي ڪن جڙي ٻوٽين جي استعمال سان به حقيقي شهواني لذت جهڙي مصنوعي لذت حاصل ڪري وٺنديون آهن. ڊاڪٽر ريورڊين Reverden جو چوڻ آهي ته فرانس ضلع

آئين ڪوٽ داور (Ain-e-Cotedor) ۾ هيءَ ڳالهه تمام معمولي سمجهي ويندي آهي ته اتان جون ڇوڪريون هڪ ٻوٽيءَ جو پن جنهن کي اتان جي علمي زبان ۾ "لناريہ سنباليريا" (Linarinacynbalian) ۽ عام طور پٽن Pinton يا ٽمبارڊي Timbarde به چيو ويندو آهي ان پن سان زنانہ خاص عضوي تي ٿوري رڳڙ ڏيڻ سان ڇپن وٽ هلڪي سوج ۽ خارش پيدا ٿيندي آهي جنهن ڪي اگر سان مهٽڻ مهل بي حد مزو ايندو آهي وري ڊاڪٽر دوهرين پنهنجي ڪتاب "Leninengland goschte ghatste" جلد پهريون پيج 392 تي انگلستان جي عورتن بابت لکيو آهي تہ هتان جون نوجوان ڇوڪريون بہ هڪ ٻوٽيءَ جو پن استعمال ڪنديون آهن جنهن جي سوزش کي مهٽڻ سان جنسي مزو ايندو اٿن وري ايشيا وارن ملڪن ۾ مخصوص هندستان ۽ ايران ۾ ساڳئي جاءِ تي عطر گلاب جي مالش ڪنديون آهن يا صبوره تي ماکي ملي وقت گذارو ڪنديون آهن. ڪيتريون تہ اهڙيون بہ عورتون آهن جيڪي صبوره ٽمبارڊي يا پٽن، نہ وري عطر گلاب ۽ سنباليريا جو سهارو وٺن پر صرف خَيالن ۽ تصور ۾ ئي پنهنجي من پسند ماڻهو جو مزو ماڻي وٺنديون آهن، ناسفورو هڪ اطالوي ڇوڪري عمر ڇوڏنهن سال سان ڳالهائيندي جڏهن اقرار ڪرايو ويو تہ خبر پئي تہ هوءَ ڪارخانہ ۾ ڪم ڪندي سيني ماڻهن جي سامهون خيالن خيالن ۾ تصور ڪندي پنهنجي رانن کي رڳڙ ڏيندي ڏيندي مزو ماڻي وٺندي آهي.

ڊاڪٽر سنجوريگ Sunhureg ريولان Riolan ۾ لکيو آهي، ڪي عورتون تہ ايتريون مغلوب النفس آهن جو ڪوئي حسين ماڻهو يا ڪوئي ڪنهن جانور جو سيڪسي منظر اکين سان ڏسي منزل ماڻي وٺنديون آهن شرنگ نوٽزنگ (sehrenghnotizing) هڪ عورت جو احوال لکندي ٻڌايو آهي تہ ويچاري ان عورت جو اهو حال هو جو ڪڏهن ڪوئي سنو ڳانو يا ڪوئي خوبصورت مرد ڏسندي هئي تہ ڏادي بي تاب ٿي ويندي هئي ۽ خيالن خيالن ۾ گم ٿي تڪميل ڪري

ولندي هئي، اهڙي هڪ ڳالهه هندن جي سنسڪرت رزميہ شاعري جي
ڪتاب مهاڀارت جي آوپرپ ۾ بہ ملي ٿي تہ هڪ دفعي اپريچر نالي راجا
شڪار ڪندي ڪندي تمام ڏورانهين جهنگل ۾ وڃي نڪتو هو جتي
اداسيءَ ۾ ڪيس پنهنجي پياري زال ياد اچي وئي جنهن جي ياد اچڻ سان
هن جي مرداڻي قوت جاڳي اٿي ۽ زال جي تصور تصور ۾ شنتنگ بہ
ڪري ويٺو، پو ڇا ڪيائين جو خارج ٿيل قوت کي هڪ وڻ جي پن ۾
ويڙهي ڪنهن باز کي ڏنائين تہ هيءَ امانت منهنجي راڻي جي آهي ان کي
تازي تازي جلدي وڃي پهچاءِ اتفاق اهڙو ٿيو جو رستي ۾ ان باز تي وري
ڪنهن ٻئي پرمار باز حملو ڪيو انهي ويڙهہ بادشاهہ واري قوت مسافر
باز جي چنبن مان نڪري وڃي درياءَ ۾ پئي جنهن کي جمنا ندي جي جل
پري ڪائي وئي ۽ جل پري ڏُکي ٿي پئي جڏهن جل پري جي ٻار ڄڻڻ جا
ڏينهن ويجها آيا تہ هڪ ملاح جي ڄار ۾ جل پري ڦاسي پئي ملاح
تحفي طور ساڳئي جل پري بادشاهہ کي پيش ڪئي، جڏهن جل پري جو
پيٽ چيرو ويو تہ ان مان ان بادشاهہ جي شڪل صورت جهڙا نر ۽
مادي بہ ٻارڙا ڄمي پيا، بادشاهہ پٽ پاڻ جهلي پاليو ۽ ڇوڪري ملاح
کي ڏني، جنهن جو نالو ملاح "مڇيري" رکيو. مڇيري جڏهن وڏي ٿي
تہ ان جي شادي ڪرائي وئي جنهن "ويد وياس" نالي پٽ ڄڻيو" جنهن
ويد بياس جي اولاد مان ڪورو ۽ پانڊو بہ نسل اپري هليا يعني مڇيري
ڪورو پانڊو نسلن جي ڏاڏي هئي. حقيقت ۾ ويدوياس يا ويد بياس
اهو ماڻهو هيو جنهن هندو ڌرم جي بنيادي ڪتابن کي 14 سو سال ق،
م رگ ويد، سام ويد، يجرو ويد ۽ ارٿر ويد کي نئين سر لکي نئين
ترتيب سان جوڙيو هو.

●

# نسل انساني ۾ وهانوَ جي اصل حقيقت

هن کان اول آءُ شادي واري موضوع ۾ وواهہ يا وناهہ بابت گهڻو ڪجهہ لکي آئي آهيان تہ شروع شروع ۾ ماڻهن شادي ڪرڻ جي ضرورت ڪهڙن سببن جي ڪري محسوس ڪرڻ شروع ڪئي هئي. شايد انساني سماجيات جو اِهو پهريون قدم هيو جو هڪ مرد ۽ هڪ عورت قانوني طور يا سماجي طور عمر ڀر هڪ ٻئي سان سلهاڙيا پئي ويا يا ٻئي هڪ ٻئي جي ملڪيت جي ڳڻ واري تصور ۾ اچڻ لڳا هئا عورت ۽ مرد اِن رسم جي ايجاد کان اڳ بہ هڪ ٻئي سان ملندا هُئا، جنسي ميلاپ بہ ڪندا هئا. ساڳئي وقت هڪ ٻئي ۾ جنسي ڪشش بہ رکندا هئا پر لفظن ۽ ٻولي جي ڪميءَ سبب اُن کي شادي، وناهہ، وواهہ ميرج، بلاس يا ويناس ڪونہ چوندا هُئا. پوءِ جيئن جيئن قومن قبيلن ۽ ذاتين ۾ واڌ ويجهہ ايندي رهي تيئن تيئن هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي سمجهہ مطابق اِن عمل کي پنهنجو پنهنجو نالو ڏنو هيو، ۽ جيڪو عورت کي زبردستي حاصل ڪرڻ جو رواج هيو جنهن سان قبيلن ۾ وڏيون خونريزيون ٿينديون هيون جنهن بابت آءُ اڳ ۾ ئي ڳالهايو آهي تہ پوءِ رضا خوشي يا ڪنهن عيوض معاوضي جي بدل ۾ ڪنوار حاصل ڪئي ويندي هئي اُن طريقي سان انسانيت جي قتل و غارت گري ۾ ڪمي اچي وئي هئي. جيڪو تمام سهل ڪم هيو. اُن ڪري يونان وارن تہ هڪ نويڪلي ديوي صرف شادي ڪرائڻ يا جنس جي پيار ڪرڻ لاءِ منسوب ڪري ڇڏي هئي جنهن جو نالو هيو افروڊائيٽ يا وينس ديوي جنهن کي عربي ۾ زهره بہ چيو ويندو هو جنهن کي ايشيا

جا ماٺهو صبح جي تاري سان مشابهت ڏيندا آهن جنهن جي صفت هئي حسن عشق جي ديوي، جنسي جذبن جي علامت پروفا ڪرڻ کان بي نياز ڇو تہ محبوب هميشه وفا ڪرڻ کان بي نياز هوندو آهي وينس کي ملاحن مُهاڻن جي ديوي بہ ڇيو ويندو آهي. سموري نباتات ۾ زرخيزي ۽ هر جاندار ۾ جنسي ڪشش ۽ ڇڪ پيدا ڪرڻ بہ سندس ئي ڪم ۾ شامل هوندو هو. ماڻهن جي ڄم شادي ۽ گهريلو زندگي ۾ محبت ۽ اڳواڻي پيدا ڪرڻ بہ سندس ئي ڪم هوندو هو. زمين ۽ آسمان مان زرخيزي ۽ توانائي جي مالڪياڻي عشق حقيقي ۽ عشق مجازي بخشڻ واري، هر انسان ۾ جنسي جذبو پيدا ڪري عاشقن کي ڦاسائڻ واري ديوي، ڏکئي وقت عاشقن ۽ معشوقن جي مدد ڪرڻ واري، اولمپيا جي ٻارهن ئي ديوتائن مان بيحد خوبصورت پر بدلي وٺڻ جي شوقين گلاب جو گل، ڏوڏي جو ٻوٽو، ميندي جو وڻ، صوف جو ميوو، هنجهہ ڳيرو ۽ ڊولفن مڇي سندس پسند ۽ پاڪ نشان گهيتو هوندو هيس. يونانين جي ان نالي وينس جي نسبت سان سنڌي ماڻهن بہ محبت جي جنس ميلاپ جي ظهور کي نالو ڏنو وينس يا ويناس. جيڪو ٻولي ۽ لهجي جي چرخيءَ تي چڙهي وينس مان ويناس ۽ پوءِ وناهہ ونواهہ ۽ وواهہ يا وهانءُ ٿي ويو. جيڪو اڄ ڪلهہ عرف عام جي اصطلاح ۾ لفظ شادي پيو سڏجڻ ۾ اچي. جيستائين تاريخ جي ڳوڙهي مطالعي جو تعلق آهي تہ نہ فقط يونان جي قومن لاءِ عشق، محبت لاءِ جدا ديوي آهي پر هندستان ۽ مصر وارن لاءِ بہ جدا جدا ديوتا مصر وارن لاءِ قديم مصري قوم جي عشق وَ محبت جو بہ جدا ديوتا آهي جنهن کي "کيم" ديوتا ڇيو ويندو هو. جديد مصر جي تاريخدان مسٽر رالنس پنهنجي ڪتاب ۾ "کيم" ديوتا جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي تہ رڳو مصر پر يونانين وانگر جنسي ميلاپ لاءِ هندو ڌرم ۾ بہ عشق محبت ۽ پيار ڪرڻ ۽ ڪرائڻ لاءِ ديوتا جو وجود موجود نظر اچي ٿو. جنهن کي "ڪام ديو" ڇيو ويندو آهي پر عام طرح هن جو نالو "آن انگ" يعني

بغير جسم وارو ديوتا بہ سڏيو ويندو آهي. اهو ان ڪري جو هندو عقيدي مطابق شو ديوتا جي هڪ صفت ساڙيندڙ ۽ تباهہ ڪندڙ بہ آهي. جيڪا سموري سگهہ هن جي نرڙ واري اک ۾ هوندي آهي ۽ اها ٽين اک جنهن کي "ترلو چن" بہ چيو ويندو آهي سا هميشہ بوٽيل رهندي آهي پر شو جڏهن ڪنهن کي تباهہ ڪرڻ چاهيندو آهي تہ اُن تي اها ترلو چن کوليندو آهي جنهن مان اهڙا تباهہ ڪن شعاع نڪرندا آهن جيڪي شو جي سوچيل نشاني تي لڳي اُن کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏيندا آهن، جنسي ميلاپ ۽ عشق و محبت جي ديوتا "ڪام ديو" تي بہ شو مهراج ناراض ٿي اِن ترلوچن سان حملو ڪيو هيو جنهن ڪري ان ديوتا جو جسم خاڪ ٿي ويو مگر پوءِ بہ ڪام ديو پنهنجي ڊيوٽي بخوبي سرانجام ڏيندو ٿي رهندو آهي. خاص ڪري اُن وقت پيدا ٿي پوندو آهي جڏهن عورت ۽ مرد جا بہ اگهاڙا جسم پاڻ ۾ ملندا آهن تہ "ان انگ" ڪام ديوتا پنهنجي جوبن تي اچي ويندو آهي ۽ پن جسمن جي پيار جي پڄاڻي ڪان ڪام ديو بعد ان انگ بڻجي ويندو آهي. جيئن تہ وهانءُ نالو ئي آهي ٻن جسمن جي ميلاپ جي عمل جو پيو تہ هندو ڌرم 200ع تائين ڪوئي ڌرم يا مذهب تہ ڪونہ هيو اهو تہ آرين ۽ دراوڙن جي سماجي ۽ ثقافتي ميلاپ ڪان بعد هڪ "ڪلچرل اِڪائي" بڻجي چڪو هو ان ڪري جنسي ميلاپ لاءِ دنيا جي ٽين قومن ۽ قبيلن جي نسبت وهانءَ واري رسمن ۾ تمام گهٽي ڪان گهٽيون رعايتون هن اِڪائي ۾ ڏنيون ويون هيون جيئن جنسي ميلاپ ٿيڻ ۾ ڪابہ رنڊڪ سامهون نہ اچي هر صورت ۾ جنسي ميلاپ ٿيندو ئي رهي. جن مان ڪجهہ نمونا مان هن ڪتاب ۾ لکڻ وڌاءُ ڪونہ ٿي سمجهان. پر مان پنهنجي مقصد تي اچڻ کان اڳ يونانين جي ڏند ڪٿائي عاشقن ۽ عشق ڪرڻ جي ديوي وينس ۽ هندو ڪلچر جي عاشقن ۽ عشق جي حمايتي ديوي ڪام ديو جي

ذڪر ڪان بعد جديد دور جي اردو شاعر فراق جي شعر جو هيءُ بند لکڻ به مناسب سمجهان ٿي:

ڪوئي سمجهي تو اڪ بات ڪهون،
عشق توفيق هي گناهه نهين.

مون ڳالهه پئي ڪئي فطرت جي جنهن جو مطلب هو ته جنسي ميلاپ هر جاندار جي فطرت آهي ۽ اُها هر جاندار ڪنهن ڪان ٻاهران ڪونه وٺندو آهي پر سندس اندر ۾ ئي موجود هوندي آهي. باقي دنيا جون ڪلچرل اڪايون جن پنهنجي پنهنجي سمجهه موجب فطرت کي روڪڻ جا هزارين بند ٻڌڻ لاءِ بيشمار ريتن رسمن جو بنياد وڌو جنهن جو ٿورڙو ۽ آسان مقصد بقول گرو رجنيش جي اِهو آهي "ته ڪابه اقتداري قوت ماڻهن کي جنس متعلق آزادي سان جيئڻ جي اجازت نه ڏيندي آهي. ان ڪري جنسي ميلاپ يعني وهانءُ جو اول ڏاڍ مڙسي سان ۽ پوءِ ريتن رسمن سان شاديءَ جا مختلف نمونا ايجاد ڪيا ويا ته جيئن جنسي عمل به جاري رهي ۽ جنس جي حصول لاءِ ٿيندڙ فسادن ۽ تڪرارن ڪان به انسانيت بچيل رهي. جنهن ۾ هندو ڌرم سڀ ڪان سبقت حاصل ڪئي آهي ڇو ته هندستان دنيا جي قديم ڪان قديم ماڻهن جي رهائش جي اڪائي آهي اُتي جنسي ميلاپ جا قانوني ۽ رسمي طريقا به ٻين قومن جي نسبت تي تمام آسان ۽ سولا آهن.

هندن جي ڪتاب ڌرم شاستر منو سمرتي ۾ وهانءُ جا آٺ قسم آهن مگر بعض اوقات ڪٿي ڪٿي اُهي مذڪوره انگ ڪان تجاوز ڪيل به نظر اچن ٿا.

1- برهم ٻواهه (وهانوَ) هن طرح وهانوَ جو طريقو هندو ماڻهن ۾ عام آهي جنهن ۾ ڇوڪريءَ جا وارث پنهنجي نياڻيءَ لاءِ مناسب ڇوڪرو تلاش ڪندا آهن ۽ پوءِ ڏاج ڏوج سان شادي ڪري ڪنوار گهوٽ حوالي ڪئي ويندي آهي. ساڳيو ئي طريقو مذهبِ اسلام ۾ به قابلِ قبول وهانءَ طور مڃيو ويندو آهي.

2- ديو بواهہ: هن طريقي سان ڇوڪريءَ جي شادي ديوتا سان ڪرائي ويندي آهي ۽ اها ڇوڪري هميشه لاءِ اُن ديوتا جي مندر ۾ گذاريندي آهي جتي اُن ڪنوار کي ديوداسي يا مرلي چيو ويندو آهي يورپ ۾ بہ عيسائي مذهب اندر اهڙي شادي ٿيندي آهي ۽ اها ڪنوار هندو ڌرم جي ديوداسي يا مرلي وانگر هميشه ڪليسا ۾ رهندي آهي ۽ سندس نالو نن هوندو آهي جيڪي فرضي طور اهڙو يا ان سان ملندڙ جلندڙ وهانءُ مسلمانن ۾ ڪرايو ويندو آهي جنهن جي اسلام جي قائدن قانونن ۾ تہ اجازت ڪانہ هوندي آهي پر گهٽي ياڳي امير دولتمند ۽ اوچي ذات وارا مسلمان جيڪي نالي ماتر مسلمان هوندي بہ باقي مسلمانن کي پنهنجو مٽ نہ سمجهندا آهن يا پنهنجي ملڪيت جي تقسيم جي ڊپ کان پنهنجي نياڻين کي ڪنهن ڌارئي جي گهر جي نُنهن بنائڻ بجاءِ هميشه پنهنجي گهر ۾ رهائڻ جي بهاني قرآن شريف تي هٿ رکائي شادي جو حق بخشرائي ڇڏيندا آهن جنهن کان بعد اها ڇوڪري ڪراڙي ٿي مرندي مري ويندي آهي پر گهر جي در جي چائٺ پارڪو نہ ڪندي آهي اهڙا لقاءَ سنڌ ۾ اڪثر وڏيريڪي ذهنيت رکندڙ مسلمانن جي ڇوڪرين جا ٿيندا آهن.

3- ارشاد بواهہ: هندو ڌرم ۾ اڪثر الله لوڪ انسان جن وٽ نہ دولت نہ مال صرف بندگي هوندي آهي انهن جو گهر آباد ڪرڻ ۽ خدمت چاڪري لاءِ نياڻي پرڻائي ڏني ويندي آهي جنهن کي اڪثر "ڪنيادان" چيو ويندو آهي.

4- پرجا پتي بياهہ: هن وهانوَ ۾ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري خاص اهتمام سان شادي ڪندا آهن جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جي برادري کي مدعو ڪيو ويندو آهي ۽ وڏي ڏاج ڏاوڻن سان ڪنوار رخصت ڪئي ويندي آهي.

5- اسر بواهہ: تمام ننڍڙي پيماني تي وهانوَ ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ ڪنهن بہ خريد فروخت ۽ ڏيڻ وٺڻ جو عمل دخل ڪونہ هوندو آهي.

6- گنڌ رب بواهہ: هن وهانوَ ۾ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري جيڪڏهن پاڻ ۾ نهيل ۽ آزاد آهن تہ وهانوَ ڪري سگهن ٿا. جنهن ۾ ڪنهن شاهد يا گواهہ جي بہ ضرورت ڪانہ هوندي آهي نہ وري ريتن رسمن جي پوئواري جي. اهڙو تاريخي وهانوَ ڪاليداس جي مشهور ناٽڪ ۾ شڪونتلا ۽ راجا وشپت جو جهنگل ۾ ٿيو هو.

7- راڪشش بواهہ: ڪنهن شخص جي گهران زبردستي ڪنهن جي ڇوڪري ڪڍي اُن سان زوري شادي ڪئي وڃي تہ اُن کي راڪشش بواهہ چيو ويندو آهي پر هن قسم جو وهانوَ وڏو خطرناڪ هوندو آهي جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ وڏا تڪرار ۽ خونريزيون ٿينديون آهن جيڪو وهان جو تمام پراڻو ۽ جهالت جي دور جو وهانو هوندو آهي جنهن بربادي کان بچڻ لاءِ هندو عالمن وهانوَ ڪرڻ جا مختلف طريقا رائج ڪري ڇڏيا آهن. راڪشش بواهہ جي تباهہ ڪارين جهڙو هندو مت ۾ ٻيو بہ هڪ اهڙو وهانوَ آهي جنهن جي نشاندهي ڪندي ڪتاب ۾ ان جو نالو پشاچ بواهہ لکيو ويو آهي. جيڪو پڻ راڪشش بواهہ کان گهڻ تباهہ ڪار ڪونہ آهي.

8- پشاچ بواهہ: هيءُ وهانءُ يعني ميلاپ تمام خراب ميلاپ آهي جنهن ۾ عورت کي شراب يا ڪائي اهڙي دوا پياري بيهوش ڪري پوءِ ان سان ميلاپ ڪيو ويندو آهي جيڪو پهرين دور کان اڄ تائين گناهہ عظيم تصور ڪيو ويندو آهي خود بائيبل ۾ ان لاءِ وڏيون وڏيون سزائون مقرر ڪيون ويون آهن پوري انسان ذات جا ڌرمي توڙي سماجي ڪتاب هن ميلاپ جا سخت مخالف آهن. هندو سماج ۾ منو سمرتي کان ٻاهر ٻين ٻن وهائون جو بہ ذڪر آيل آهي جيڪي اتلوم وواهہ ۽ پر تيلوم وواهہ آهن.

9- اتلوم وواهہ: جيئن تہ هندو سماج ۾ ذات پات جو ٻيد ڀاءُ عام آهي. جنهن ۾ هڪڙي ذات وارو ٻي ذات واري سان متي مائٽي ڪرڻ گناهہ عظيم سمجهندو آهي. اِهو رواج سنڌ جي مسلمانن ۾ اڄ تائين شعوري توڙي لاشعور طور مؤجود آهي. پر اتلوم وواهہ جي ڪري

اوچي ذات جو گهوٽ نيچي ذات جي ڪنوار سان شادي (ميلاپ) ڪري سگهي ٿو.

اتلوم وواهه جهڙو روشن خيال وواهه هندو ڪٽر پنٿي سماج ۾ به مؤجود آهي جنهن کي پتيلوم وواهه چيو ويجي ٿو پر هند ۽ سنڌ ۾ اهڙا وهانوَ ڪڏهن ورهين کان بعد ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

10- پتيلوم وواهه: هن قسم جي وهانوَ ۾ اجازت هوندي آهي ته اوچي ذات جي ڪنوار نيچي ذات جي گهوٽ سان شادي ڪري سگهي ٿي پر هندي ۽ سنڌي سماج ۾ هندن توڙي مسلمانن ۾ اهڙو وهانوَ منظر عام تي مشڪل سان نظر آيو آهي جيڪڏهن اِڪا ڏُڪا ڪوئي اهڙو واقعو ٿيو به آهي تڏهن به اُن جا نتيجا ڪي خاص مثبت انداز جا ڪونه ملي سگهيا آهن. باقي تاريخي لحاظ سان مسلمانن ۾ حضرت زيد جو واقعو مؤجود آهي پر ان جي نوبت آخر طلاق تي اچي بيٺي هُئي.

مهاڀارت مؤجب گرو شنڪر آچار يا برهمڻ جي ڌيءَ "ديوياني" جو وهانوَ جڏهن پرت نک جي کتري سمراٽ "ٻياتيءَ" سان ٿيو ته برهمڻن اِن وهانوَ جي سخت مخالفت ڪئي ته اِهو وهانوَ نه ٿئي پر "ديوياني" جي برهمڻ پيءُ سيني برادري وارن جي راءِ کي ٺڪرائيندي هي لفظ چئي وهان وَ ڪري ڇڏيو ته جڏهن ديوياني جي پسند ٻياتي کتري آهي ته پوءِ آءُ ڪوڙين رسمن اڳيان ڌيءَ کي ڇو قربان ڪيان.
ياد رکڻ گهرجي ته جنس فطرت آهي. جتي زندگي آهي اُتي جنس جي بُک ضرور مؤجود آهي "اوشو" چيو خداوند ڪريم رفيع ۽ عظيم آهي جنهن انسان کي سڀن سٺين خصلتن سان ناهيو آهي پر اُهو ئي انسان پنهنجي نيڪ جذبن يعني محبت جو مخالف ٿي بيٺو آهي. ڇو ته محبت جي بنيادي ڪشش ئي جنس ۾ آهي. جنس ئي محبت جو بنيادي نقطو آهي. محبت جي گنگا جي گنگوتري اصل ۾ جنس جي ئي ابتدا آهي. تنهن

ڪري جنس سان دشمني نہ ڪرڻ گهرجي جيتري قدر تي سگهي تہ جنس کي پاڪائي جو رنگ ڏئي پوتر بڻائي ڇڏجي. جيئن جرمن ماڻهو نئين پرڻيل جوڙي کي مبارڪ ڏيندي چوندا آهن، اي ڪنوار خداوند ڪريم توکي ڏهہ ٻار ڏيندو شال يارهون ٻار تنهنجو مڙس بڻجي پوي. ڇو تہ محبت جذهن شهواني جذبن تي غالب پئجي ٿي وڃي تہ اُها محبت مقدس بڻجي وڃي ٿي ۽ جذبن جي تبديلي سان زال خود ماءُ واري ممتا جي ڪردار ۾ اچي وڃي ٿي ۽ محبت هيڪاري حد ۽ لاحد جون حدون ڪراس ڪري وڃي ٿي. اِن ڪري تہ هزارين سال اول هندستان ۾ والدين پنهنجي ڌيءُ کي پيري دربار ۾ ماڻهن جي حجوم مان ساري زندگي گڏ گذارڻ لاءِ پنهنجي پسند جو مڙس چونڊڻ جو اختيار ڏيندا هئا. جنهن کي "سو ويم ور" يا سو ويمبر چيو ويندو هو. جنهن جو تاريخي مثال:

پنچال جي راجا جي ڌيءَ "درو پدي"
راجا جنڪ جي نياڻي "جنڪي عرف سيتا آهي"

قنوج ۽ گواليار جي راجائن جي نياڻين جا سو ويم ور يعني پنهنجا ڪلي عام مڙس چونڊڻ عام آهن. ساڳيو ئي رواج ايران ۾ بہ هيو جو اِن رسم کي تاريخ ۾ "جشن شوهر گيران" جو نالو ڏنو ويو هو.

هندستان ۾ سو ويم ور، ايران ۾ جشن شوهر گران ۽ تبيت ۽ شملا ۾ "زال ڪار" وارا ميلا نسواني آزادي جو ڪمال درجي جو عروج آهن ان بعد سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ مذڪوره ميلا مادر سري نظام جون آخري نشانيون هئا، جنهن ڪان بعد مڙدان سري نظام سگهہ وٺڻ شروع ڪئي آهي، اهي رسمون آهستي آهستي ختم ٿينديون، عورت جي ستي ۽ ڪاري واري تزليل تي اچي بيٺيون آهن، ورنہ هن ڪان اڳ عورت جيڪا ديوي سمان هم بستر، هم رڪاب ۽ هم سفر پڻ هئي اها

مڙداڻي طاقت اڳيان ڪمزور ٿيندي ٿيندي لونڊي، داشته، ڪاري، رنڊي، ڪسبياڻي، سريت ۽ ڪيجري تائين وڃي پهتي.

وڏي ڳالهه ته اها آهي جو اهي سمورا القاب ۽ الزام هڪ طرفا عورت مٿان ٿاڦيا ويا آهن، پيو ته جڏيو پر ستي ۽ ڪاري ٿيڻ ڪنهن عورت خوشيءَ سان نه قبوليو آهي، جڏهن ڪنهن به عورت جو مڙس مري ويندو هو ته اُن کي ذهني طور ڏاڳهه تي چڙهڻ لاءِ اُن جا پنڊت ۽ پروهت تيار ڪندا هئا پر جيڪڏهن عورت انهن نصيحتن تي به نه مڃيندي هئي ته ڪيس زور زبردستي ڀنگ پياري بي هوش ڪري ڏاڳهه تي چڙهڻ لاءِ تيار ڪيو ويندو هو، اگر ڪائي عورت هوش سنڀالي ڏاڳهه تي چڙهڻ کان بچڻ لاءِ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته برهمڻ ۽ پروهت ڀالن برڇين وسيلي اُن جي ڀڄڻ جا سڀ رستا بند ڪري ڏاڳهه طرف وڃڻ لاءِ مجبور ڪندا هئا. هند ۽ سنڌ ۾ ستي ۽ ڪاري، جهڙو بدنما داغ اڃا تائين ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ موجود آهي، البته ستي جو رواج پوين پساهن ۾ آهي باقي ڪاري جو رواج سنڌ اندر پنهنجي عروج تي آهي.

افسوس صرف هن ڳالهه جو آهي ته هندستان جي حڪومت سيڪيولر هوندي به انسان ذات جو هن طرح بي دردي سان موت يعني ستي ٿيڻ واري رسم کي چند سالن اندر هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو.

پر، پاڪستان جيڪو اسلامي جمهوريت جو دعويدار آهي جنهن السلام ۾ ڪنهن به بي گناهه جو قتل گناهه عظيم آهي. اتي اڄ تائين ڪاري ڪري ماريل عورت جو گناهه فرضي رسم غيرت جي نالي ڪوئي گناهه تصور ڪيو نٿو وڃي. غيرت جي نالي وارا قاتل ڪورٽن ۾ قتل جو اقرار ڪندي به مُڇون مهٽيندي آزاد ٿيندا نظر اچن ٿا. پر تازو هينئر صدر مشرف جي دور صدارت ۾ پاڪستان اسيمبلي ۽ سينيٽ هڪ بل پاس ڪري ڪاروڪاري قتل کي گناهه عظيم قرار ڏنو آهي هاڻي ڏسجي ته اُن تي ڪيترو مثبت عمل ٿئي ٿو.

●

# اغلام بازي

هڪ دفعي گرو رجنيش ليڪچر ڏيندي چيو هو تہ جهڙي طرح اسان فطرت سان مذاق ڪريون ٿا تہ فطرت بہ اسان سان گهٽ ڪونہ ٿي ڪري جيڪا ڳالهہ اسان پنهنجي اڻ ڄاڻائي ۽ ناسمجهيءَ جي ڪري پرکي ئي ڪونہ ٿا سگهون. جنس جي ميلاب بابت ڳالهائيندي چيو هئائين تہ هر جاندار وڻن ٻوٽن جيتن ۽ جانورن سميت پنهنجي تخليق جي عمل کي جڏهن جائز نموني استعمال ڪري ٿو تہ هڪ نئين شيءِ سرجي پنهنجي وجود جو اظهار ڪري ٿي پر انسان ئي هڪ اهڙو جاندار آهي جنهن جي جنس بابت فطري تقاضائن کي عقل دانائي جي نئين نالي تڏهن بہ سماجي روايتن جي هٿيارن سان دٻايو ۽ هيسايو ويو آهي جنهن جي رد عمل انسان جي پيدائشي تمنائن جو رُخ مختلف زاوين طرف تيزي سان مڙي ويو آهي جنهن ۾ اغلام بازي بہ هڪ رُخ جو نالو آهي.

اوشو وڏيڪ چيو هو تہ اسان جو سماج اسان جي دنيا اُن وقت تائين بلڪل صاف ۽ صحت مند ٿي نٿي سگهي جيستائين مرد ۽ عورت جي وچ ۾ هيڏو سارو مفاصلو ۽ لوهي ديوار جو وجود موجود آهي. سماج جي انهيءَ سختي واري هٺرادو ديوار جي ڪري انساني وجود اندر ٻرندڙ باهہ اسان کي ساڙيندي ئي رهندي. اها باهہ جيڪا پنهنجي جاءِ تي هڪ غير معمولي سگهہ آهي جنهن جي صحيح استعمال سان وڏيون شخصيتون پيدا ٿي سگهن ٿيون. پر ان جي غلط استعمال سان، ندامت ۽ شرم ساري کان سواءِ ڪجهہ هڙ حاصل ٿي نٿو سگهي ڇو تہ

فطرت ۾ هر جاءِ هڪ گڏيل وحدت موجود هوندي آهي جنهن کي هم آهنگي به چئي سگهجي ٿو. پوءِ جيڪڏهن اُن هم آهنگي يا وحدت کي ٽوڙڻ لاءِ ڪي به ٽڪراءُ تضاد يا رڪاوٽون رکيون وڃن ٿيون ته اُهي مخالفتون حقيقت ۾ اُن سگهه کي اپارڻ جا چئلينج آهن. جو ته فطرت ۾ ڪٿي به ڪهڙي به هنڌ عدم هم آهنگي ڪانه هوندي آهي پر ماڻهو اها ڳالهه گهٽ سوچيندا آهن جنهن جو حاصل ڪج روي ۽ بي راه روي ٿي هوندو آهي ۽ آخر تباهي ۽ بربادي کانسواءِ ڪجهه نه هوندو آهي. اغلام بازي جنس جي به ڪج روي يا بي راهه روي جو ٻيو نالو آهي.

جيڪڏهن اغلام بازيءَ جي اسان تاريخ پڙهنداسون ته سڀ کان اول اهو فعل اسان کي حضرت لوط جي قوم ۾ نظر اچي ٿو. جنهن عمل کي لوطي به نالو ڏنو ويو آهي. جيئن ته حضرت لوط جو تعلق شهر سبدوم سان ڄاڻايو ويو آهي ان ڪري شهر سدوم جي نسبت سان اُهو لفظ انگريزي ۾ سبوم جي بجاءِ سوڊومي (Sodomy) بڻجي ويو آهي. جيستائين پراڻين تاريخن جو تعلق آهي ته مرد سان مرد جو جنسي تعلق دنيا جي هر قوم ۾ نظر اچي ٿو. وچ ايشيا ۾ اُن جو نالو اغلام بازي هند ۽ سنڌ ۾ لونڊي بازي جي نالي سان ۽ ڪٿي ڪٿي ڪتهڙي بازي به چيو ويندو آهي. چين، جاپان ۽ ماليا ۾ پوتڙه يا بونجم Bonges چوڪرا به چيو ويندو آهي.

فرانسيس زيوز جنهن 1549ع ۾ جاپان جي سياحت ڪئي هئي ان جو چوڻ هو ته جاپان ۾ اڪثر مندر جا پوڄاري پنهنجا شاگرد رکندا آهن جن کي هو پنهنجو مذهبي سمورو علم به سيکاريندا آهن پر انهن سان اُنهن جا گرو شهواني تعلقات قائم ڪرڻ ۾ ڪوئي گناهه ڪونه سمجهندا آهن. شمالي آمريڪا جي پيٽن الاسڪا Alaska ۽ Kadiak ۾ نياگا نالي هڪڙو قبيلو رهندو آهي جن ۾ ڪي ڪي مرد اڪثر زنانه ڪپڙا پائيندا آهن ۽ عورتن وانگر مڙس به ڪندا آهن ڪن کي ته ٻه ٻه ٽي ٽي مڙس به هوندا آهن انهن کي اُتان جي مقامي زبان ۾ افنوتشيق

Achnu To chisk چيو ويندو آهي. اهڙا ماڻهو اڪثر بورنيو، ڊياڪ، ڏکڻ سيلي بيز، ڏکڻ آمريڪا جي پاتاگون پيٽن مڊگاسڪر ۽ آفريڪا جي سلطنت ڪانگو ۾ به ملن ٿا. وادي فرات ۽ دجله ۾ آثار قديم جي پيڪاني رسم الخط ۾ جيڪي ڪتبا مليا آهن انهن ۾ به شهنشاهه اشور 800 ق. م ۽ حمورابي جي ٺاهيل قانونن ۾ به اهو شوق مليو آهي. مصر ۾ چار هزار ورهيه اول پڻ اهو شوق ڪثرت سان مليو آهي انهن جي عقيدي ۾ خوبصورت ڇوڪرن سان اهو فعل ڪرڻ گناهه ڪونه سمجهيو ويندو هو پر اڪثر نوخير نوجوان مرداڻو حُسن کي حسن جمال جو پيڪر سمجهيو ويندو هو.

ڊاڪٽر هان (Hohn) جو چوڻ آهي ته البانيا جا ماڻهو هن شوق کي ڪثرت سان استعمال ڪندا هئا ۽ اُتان جا پادري ته گرجائن ۾ هن غير فطري عمل کي برڪتن جون دعائون ڏيندا هئا.

يونان ۾ ته هيءُ عمل تاريخ کان اول جو هيو پر جڏهن ڊورين قوم يونان فتح ڪيو ته انهن هن شوق کي سرڪاري حيثيت ڏئي ڇڏي. ڊورين قوم وارن ته مڙد ڇوڪرن سان باقائده شاديون ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي ۽ مذهبي اڳواڻ انهن جون باقائده رسمون پوريون ڪرڻ ۽ دعائون ڏيڻ لاءِ موجود هوندا هئا. ڊاڪٽر نيڪ جو چوڻ آهي ته خود قسطنطنيه جي حمامن ۾ ساري رات حسين ڇوڪرا انهيءَ ڪم لاءِ موجود هوندا هئا پر تازو اتاترڪ جي انقلاب کان بعد جديد ترقي ۾ اهو عمل مفقود ٿي ويو آهي. ڊاڪٽر موراشي چين جي عصمت فروش ڇوڪرن بابت لکي ٿو ته جن ماڻهن کي چين جي ڪهوه خانن جي خبر آهي ته انهن جا مالڪ عصمت فروش ڇوڪرن جي اڏن جا واقف آهن ۽ ضرورتمندن کي آساني سان ڇوڪرو مهيا ڪري ڏين ٿا. شمالي چين ۽ روسي ترڪستان ۾ ته باقائده عصمت فروش ڇوڪرن جي جماعت هوندي آهي جيڪي تربيت يافته ۽ ماهر موسيقي به هوندي آهي.

شمالي آمريڪا جي الاسڪا ملڪ ۾ ”اڪولا شڪاڪي“ نالي

واري علائقي ۾ ايليوٽ نالي هڪ قبيلو رهندو آهي جن وٽ جڏهن بہ ڪوئي خوبصورت ڇوڪرو ڄمندو آهي تہ اُن جي تربيت ڇوڪرين واري ڪندا آهن ڪيس زنانہ ڪپڙا پارائيندا آهن ۽ عورتن وارا زيور چوڙين سميت پارائڻ شروع ڪندا آهن جڏهن ڇوڪري کي منهن تي وار اچڻ شروع ٿيندا آهن تہ اُهي وار نچڪڻن سان پٽي صاف ڪيا ويندا آهن انهن ڇوڪرن کي پنهنجي زبان ۾ "سيوپان" چوندا آهن.

لوئيسا، فلوريتا، يوقانان ۾ بہ اهڙي طرح خوبصورت ڇوڪرا تيار ڪيا ويندا آهن جن کي "قودينا" يعني "خصي" چيو ويندو آهي. آمريڪا جي شهر واشنگٽن ۽ آس پاس رياست ۾ بہ اِن طرح جا ڇوڪرا تيار ڪيا ويندا آهن جن کي برداش (Burdash) يعني اڌ مرد اڌ عورت چيو ويندو آهي.

جزيره مڊگاسڪر ۾ بہ اهڙي قوم رهندي آهي ٿهيٽي وارن ساموئڊي ٻيٽن تي اهڙي قوم رهندي آهي جنهن جا مرد زالن وارو ڪم ڪرائيندا آهن زالن وانگر سلائي ڪڙهائي جو ڪم ڪندا آهن ۽ زنانا ڪپڙا پائيندا آهن جن کي ڏسڻ سان زائفن ۽ مردن ۾ ڪوئي فرق نظر ڪونہ ايندو آهي اُهي پاڻ کي ماهو چوارائيندا آهن.

آمريڪا جي نيوگن وارا پاپوا ۽ يوگندا وارا اوانيا مويزي ۽ بالائي ڪانگو جا ماڻهو بہ عورت وارو فعل ڪرائيندا آهن. آسٽريليا جي علائقہ (قمبرلي" ۾ جيڪي پراڻا ماڻهو رهن ٿا انهن ۾ روايت آهي تہ جنهن شخص کي زال ملي نٿي سگهي اُهو اهڙو ڪم ڪرائڻ لاءِ بي ميار هوندو آهي.)

انگلستان ۽ اسڪاٽ لينڊ جي غريب مزدور طبقہ جي ڇوڪرن ۾ تہ هيءَ ڳالهہ عام آهي تہ ڏينهن جو ڇوڪرا محنت مزدوري ڪندا آهن ۽ رات جو اهو پيشو ڪرائي پئسا ڪمائيندا آهن.

فرانس ۽ جرمني جي فوجين ۾ تہ هي حرڪت تمام ڪثرت سان ملندي آهي جڏهن ماهرن ان ڳالهہ جي تصديق ۽ تحقيق ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ اڪثر فرانسيسي، هسپانوي ۽ اطالوي نسلن جا فوجي عاشق

هوندا آهن ۽ سوئس ۽ جرمن سپاهي معشوق هوندا آهن.

روم ۾ الڪبرڻ جي شاهنشاهي دور ۾ اڪثر بادشاهہ جن ۾ جوليس قيصر آعسطس، تالبريس، ڪاليڪا، ڪالاڊيوس، نيرو، گالبا، طيطس، ڊوميشن، نراوا، تاجن، هيڊرين، فوموڊوس ۽ هيلو گابالوس جهڙا بادشاهہ ۽ امير زاده ان شوق جا دلاده هئا. جوليس لاءِ تہ ماٿهو ٺوڪ طور چوندا هئا تہ هيءُ مردن جي زال ۽ عورتن جو مڙس آهي. هيڊرين کي تہ پنهنجي غلامہ اطينوس Atinous سان ايترو تہ محبت هئي بقول علامہ نياز فتح پوري جنهن پنهنجي ڪتاب "ترغيبات جنسي يا شهوانيت" ۾ لکيو آهي تہ پوري يورپ ۾ هيءُ ٻئي نالا محمود و اياز جهڙي شهرت رکندا هئا.(18)

۽ بيلوگابلوس تہ ڪپڙا بہ زنانا پائيندو هو ۽ جن مردن سان هن جا ناجائز تعلقات هئا انهن جي خدمت بہ زالن وانگر ڪندو هو.(19)



## وچ ايشيا يورپ ۽ آمريڪا ۾ آواره گردن جو اڪين ڏٺو احوال

هڪ شخص "جوشيا فلنٽ" Josiah Flunt آواره گرد خانہ بدوش فقيرن جي ٽولي سان پنجويهہ سالن تائين گڏ رهيو اِن لاءِ تہ انهن ماڻهن جي حالات زندگي تي ڪوئي ڪتاب لکي سگهي، هو پنهنجي تجربي مان حاصل ڪيل انهن اوباش ماڻهن بابت لکي ٿو تہ آمريڪا ۽ يورپ ۾ ٻن قسمن جا آواره گرد گروهہ مؤجود هوندا آهن: هڪڙا اُهي جيڪي پنهنجي بيروزگاري جي ڪري مجبور هوندا آهن ۽ ٻيا اُهي پيشہ ور فقير جن کي اُتاهون جي اصلاح ۾ هوبو (Hoboes) چيو ويندو آهي انهيءَ گروهہ ۾ هر طبقہ جا ماڻهو شامل هوندا آهن جن ۾ ڪوبہ اهڙو ماڻهو ڪونہ هوندو آهي جيڪو ان مڪروهہ پيشہ کان واقف نہ هوندو آهي. هيءُ ماڻهو پنهنجي شوق ۽ پيشي کي وسعت ڏيڻ لاءِ مختلف طريقن سان خوبصورت ڇوڪرن کي پنهنجي گروهہ ۾ شامل ڪري وٺندا آهن سندن عام طريقو تہ اهو هوندو آهي سفر دوران هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين لڏ پلاڻ ساري زندگي سندن معمول هوندو آهي ڪنهن شهر ۾ رهائش دوران اُتان جي غريب طبقہ جي ماڻهن سان ملڻ جلڻ يا انهن سان گهرو ٿي وڃڻ جو وٽن ڏاڍو ڏانءُ آهي. ڪٿ نہ ڪوئي خوبصورت ڇوڪرو ڪين نظر اچي پوءِ اُن ڇوڪري ۽ ان جي والدين سان اهڙا تہ گهاٽا ٿي ويندا جو وٽي جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. جڏهن اُهو خوبصورت ڇوڪرو ساڻن مانوس ٿي ويندو آهي تہ راتو رات لڏو پٽي رفو چڪر ٿي ويندا آهن ۽ پوءِ اُن خوبصورت نوجوان کي جبرن يا

رضامندن خبر پئجي ويندي هُئي تہ مون کي چا ڪرڻ آهي اهڙي طرح
اُهو خوبصورت ڇوڪرو آهستي آهستي ان بدڪار پيشي سان منسوب
ٿي اُنهن آواره گردن جي گروهہ جو هڪ فرد بڻجي ويندو هو، جنهن کي
هو پنهنجي زبان ۾ ”پروشن“ ۽ اُن جي سنپاليندڙ يا گرو کي ”جاڪر“
يعني گهوڙي سوار چيو ويندو هو جنهن کي خيرات بہ پنرائي ويندي
هئي ۽ زنانو پيشو بہ ڪرايو ويندو هو جيئن هِتِ پنجاب ۾ لوٽي واريون
۽ جيسلمير راجستان ۾ بوتريون ڪم ايندڙيون آهن، جيڪڏهن ڪوئي
ڇوڪرو پنهنجي ”جاڪر“ جو منحرف ٿيندو هو تہ اُن کي سخت سزا
بہ ڏني ويندي هئي.

”شيافلسٽ“ اڳتي هلي لکي ٿو تہ اءُ انهن آواره گرد فقيرن جي
ٽولي سان گڏ ريل ۾ سفر ڪري رهيو هوس تہ هلندي گاڏي هڪ ننڍي
اسٽيشن تي اچي بيٺي جتان هڪ سهڻين اکين وارو خوبصورت حبشي
نسل جو ڇوڪرو بہ اچي اسان جي ريل واري گاڏي ۾ ويٺو جيئن ئي
ريل هلڻ شروع ڪيو ۽ اسٽيشن کي ڇڏيو تہ مون وارا اٺ ڏهہ فقير
ساٿي اُن ڇوڪري مٿان چڙهي ويا ڪيس اهڙو بي وس ڪري ورتائون
جو ٻي اسٽيشن تي اسان سڀئي آرام سان لٿا هليا وياسون ڪنهن
محسوس بہ ڪونہ ڪيو تہ اسان ڪو پرائي ڇوڪري کي اغوا ڪيو ٿا
وڃون. ان ڇوڪري جي ذڪر ڪان بعد ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ دفعي
اسڪاٽ لينڊ جي هڪ ننڍي بندرگاهہ واري شهر ۾ ڪوئي وڏو ميلو
لڳو هو. مون واري سنگت بہ ان ميلي گهمڻ ۽ ڪجهہ ڪمائڻ جي
بهاني اتي پهچي وئي. ڪنهن وڏي داءَ جي تلاش ۾ هڪڙي شراب خانہ
۾ ٻين ماڻهن سا گڏ شراب پي رهيا هئاسون تہ هڪ سارنگي نواز انڌو
فنڪار اندر داخل ٿي ويو پر اُن سان هڪ سورهن سترهن سالن جو
خوبصورت نوجوان بہ گڏ هيو جڏهن اسان سڀني ان نوجوان جي
خوبصورتي تي نظر وڌي تہ سڀني جا ڇڪا ڇُٽي ويا ايڏو خوبصورت
ڇوڪرو ڪم از ڪم آءُ تہ پوري زندگي ۾ ڪونہ ڏٺو هيو. چا تہ ان
جي وضع قطع هُئي سونهري ڍِگها وار سندس ڳلهن کي چُميون ڏئي

رهيا هئا. مٿي تي عورتن جي پراڻي وضع جي ٽوپي ۽ جسم تي ڪارو بخمل زنانوڪوٽ پيل هيس. سندس چهري ۾ ايتري ته جاذبيت هئي جو جنهن ٿي نظر وڌي تنهن ٿي وه واهم ڪئي. ايتري ۾ ڪنهن شرابي رڙ ڪندي چيو غضب ازي! هي ڇوڪرو آهي يا ڇوڪري آهي، ته هو زنانو ڪارو ڪوٽ لاهيندي صفا الف اگهاڙو ٿي بيٺو جنهن تي اُن انڌي سارنگي نواز سارنگي وڄائڻ شروع ڪئي اُن سارنگي جي ڌن تي ايترو ته خوبصورت ناچ ڪيائين جو ساري محفل تي مدهوشي طاري ٿي وئي جنهن جو فائدو وٺندي هن به خوب پئسا داد طور حاصل ڪيا آخر شراب خاني جي مالڪ کان ايتري بي غيرتي برداشت ٿي نه سگهي ۽ سڀ روشنيون وسائي ڇڏيائين. (ڪتاب ترغيبات جنسي تان ترجمو)

مٿي ذڪر ڪيل مهذب توڙي غير مهذب ملڪن ۽ قومن جي مدِنظر اسان کي سنڌي ماڻهن ۾ موهن جي دڙي جي نرتڪي کان وٺي حيدرآباد جي ببلي تائين عورت ئي نچندي يا عشقي خواهشون پوريون ڪندي نظر اچي ٿي. جنهن لاءِ شاهه سائين جون سورميون، مومل، موڪي، سورٺ، سهڻي، سسئي ۽ ليلان ڪو گهٽ ثبوت ڪونه آهي سنڌي شاعري ۾ به مرد جو مرد سان مخاطب اڪثر ڪونه ٿو ملي جيڪڏهن ڪٿي ٿورو ٿڪو ڪوئي مثال آهي به ته اُهو ايران طرف آيل قافلن ۽ شاعري جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. ڇو ته جڏهن ايران جي حاڪم سائرس اعظم سنڌ فتح ڪئي ته ڪي سنڌي جوڌا سائرس اعظم جي لشڪر ۾ شامل ٿي ويا جنهن جو ذڪر هيروڊوٽس به ڪيو آهي ته يونان سان لڙائي وقت سائرس اعظم سان گڏ جيڪو سنڌي ماڻهن جو فوجي جٿو ساڻ هيو انهن سان پين هٿيارن سان گڏ ڪتا به ساڻ هئا جيڪي پهرئين حملي طور دشمن تي ڪڙڪي پوندا هئا پوءِ انهن سنڌي فوجين واپس سنڌ ۾ اچي مڙد سان مخاطب شاعري جو بنياد وڌو هوندو يا واپاري قافلن جي آمد و رفت سبب ٿورو ڪي گهڻو نر ڇوڪرن سان عشق ڪرڻ جي عادت سنڌي ماڻهن ۾ به پئي هوندي.

اهڙي ڳالهه رچرڊ برٽن به ڪئي آهي ته سنڌي ماڻهو عورتن جي مقابلي ۾ نَرَ ڇوڪرن سان عشق ڪرڻ يا جنس خواهش پوري ڪرڻ کي عيب سمجهندا آهن پر افغانستان رستي ايندڙ ايراني قافلا جيڪي واپار سانگي سنڌ ۾ اچن ٿا انهن قافلن ۾ ڪي ڇوڪرا اهڙا به شامل هوندا آهن جيڪي اکين ۾ سرمون پاتل ڳلن تي لالي هٿن پيرن کي ميندي ڪليل زلفون ۽ تيل ڦليل سان سينگاريل سنواريل اٺن تي ويٺل عورتاڻو لباس پاتل نظر ايندا آهن جيڪي ظاهر آهي ته سنڌي ماڻهن کي اغلام بازي طرف مائل ڪرڻ جوئي طريقو آهي. پر تنهن هوندي به 15 صدي عيسوي تائين جيستائين سنڌ ۾ وچ ايشيا جون قومون حاڪم طور نه آيون هيون تيستائين سنڌي ان ڪم کان اڻ واقف هئا. پر جڏهن کان شاه بيگ ارغون سنڌ فتح ڪئي ته وڏا شهر بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽو ۾ خوبصورت ڇوڪرن سان عشق ڪرڻ جو چرچو نظر اچي ٿو ڇو ته فاتح حاڪم توڙي فوجي ارغون ترخان اِن بيماري ۾ ننهن چوٽيءَ تائين ورتل هئا. ٺٽي جو حاڪم عبدالباقي ترخان وٽ ته باڊي گارڊ خان سامان حاضر نوڪر توڙي عيش عشرت لاءِ نوخير ۽ نو عمر ڇوڪرا هر وقت دربار ۾ موجود هوندا هئا. ٻارهين صدي عيسوي کان جيئن ئي تاتارين وچ ايشيا جي ماڻهن کي تاراج ڪرڻ شروع ڪيو ته اُتان جا مختلف قبيلا پاڻ سان اغلام بازي واري عادت به ڪنيون آيا ۽ اِن بدعت کي پوري هند ۽ سنڌ ۾ ڦهلائي ڇڏيائون خاص ڪري هندستان دهلي تي افغان ۽ مغل حاڪمن جي حرمن جا محافظ ئي اهڙا ماڻهو مقرر ڪيا ويا جيڪي ڇائي ڇم کان هيجڙا يا ڪدڙا هئا جنهن جي ڪري ڪدڙن جي عزت پوري هند ۽ سنڌ ۾ وڌي وئي ڇو ته اهي حڪام وقت جي محلن ۾ بي روڪ ٽوڪ اچڻ وڃڻ جا حقدار هئا ان ڪري عوامي سطح وارن گهرن ۾ انهن کي ڪائي روڪ ٽوڪ ڪانه ڪئي ويندي هئي. مغلن ته ڪدڙن جي حوصله افزائي ايتري ڪئي جو بادشاهه هند "شاهجهان" هندستان ۾ هڪ اهڙو شهر "برگ گل" يعني گلاب

جي گل جي پنڪڙين وارو، آباد ڪيو جتي هر ڪاروباري ماڻهو واپار صنعت ۽ زراعت کان وٺي سرڪاري عهدن تائين عورتون مقرر ڪيائين جن کي حفاظت لاءِ ڪدڙن جي پوليس ۽ محافظ دستا پڻ ڏاهي ڏنائين ڪدڙن تي مغلن جي ايڏين مهربانين کان سنڌ به محفوظ رهي ڪونه سگهي ڇو ته گاهي گاهي مغل به سنڌ جا حڪمران ٿي رهندا آيا ۽ ڪڏهن سنڌ آزاد به ٿي ويندي هُئي مگر ثقافتي ۽ ڪلچرل مٽا سٽا جي ڪري ڪدڙا به سنڌ ۾ معتبر ٿي ويا. برٽن پنهنجي ڪتاب الف ليلا جي ترجمي جي آخري مضمون اندر لکيو آهي ته جڏهن سر چارلس نيپيئر 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي ته ڪراچي جي فحبه خانن کان علاوه شهر ۾ ڪدڙن جا عصمت فروشي جا ٿي اڏا به موجود هئا.

هند ۽ سنڌ ۾ عورت بجاءِ نَرَ ڇوڪرن سان عشق ڪرڻ غير سنڌي ماڻهن جي شروعات جو ان کان وڏيڪ ڪهڙو ثبوت آهي ته مغل بادشاهه بابر پنهنجي سوانح حيات جي يادگيرين ۾ لکيو آهي ته آءٌ جڏهن ننڍو هوس ته قافلي وارن سان گڏجي قنڌار آيو هئس، اُتي هندستان کان به هڪ قافلو آيل هيو، جنهن قافلہ ۾ هڪ اهڙو خوبصورت ڇوڪرو هيو جنهن سان منهنجو عشق ٿي ويو هو ليڪن اُن کي حاصل ڪرڻ منهنجي وس جي ڳالهه ڪانه هُئي جو آءٌ خود ڇوڪرو هوس پر پوءِ مون پنهنجي ذهن ۾ اهو پڪو پهه ڪري ڇڏيو هو ته هندستان جنهن جا ماڻهو ايڏا خوبصورت آهن ته اُهو ملڪ ته جنت نظير هوندو. ان ڪري اهڙن سهڻن ماڻهن جو ملڪ وڏو ٿي ضرور فتح ڪندس چاهي مون کي پنهنجي سر جي قرباني ڏيڻي پوي پوءِ واقعي ٿيو به ائين بابر وڏو ٿيڻ بعد حد کان وڏيڪ قربانيون ۽ آگ و خون جا درياءَ ٽپندو نيٺ هندستان کي فتح ڪري حاڪم دهلي بڻجي ويو.



# نَرُ، ناري جي روپ ۾

بنيادي طور اغلام بازي، فعل سنڌي ماڻهن جو قديم جنسي عمل ڪونہ آهي. ان ڪري انهيءَ عمل کي ڪوئي ٺوس سنڌي نالو ڏنل ڪونہ آهي. ٻاهران آيل رسم کي سنڌي ٻولي جي وسيع نظري سبب اُنهن ئي اُچارن ۾ ورجايو ويندو آهي ان ڪري سنڌ ۾ هن عمل جا ڪيئي نالا آهن. ڪٿي اغلام بازي ڪٿي لونڊي بازي ڪٿي مڙداڻي هم جنسي پرستي، ڪٿي زالن وارو ڪم ڪرائيندڙ کي مفعول ۽ ڪٿي ڪتهڙي بازي يا ڇوڪري بازي جو نالو ڏنو ويو آهي. پر گهڻو ڪري اها بيماري سنڌ ۾ اتر جي قومن وٽان ئي آيل ٿي نظر اچي جيڪي گهڻي ڀاڱي سرد علائقن ۾ زمين تي گڏجي سڏجي سمهڻ ڪري منجهن پيدا ٿئي ٿي. اِن بيماري کي سنڌ ۾ ڪٿي ڪٿي (ڇُتون) عادت بہ چيو ويندو آهي. هر فعل ڪرائيندڙ عورت ٺوٺي مرد لاءِ اهو لفظ گڏيل طور استعمال ٿيندو آهي پر لڳندو ائين آهي تہ اهو لفظ سنڌي ٻولي ۾ ايجاد ئي انهن مردن يا ڇوڪرن لاءِ ڪيو ويندو آهي جيڪي غير فطري فعل ڪرائڻ جا عادي هوندا آهن. جيتري قدر جديد دنيا جي تعلق آهي تہ عورتن وارو ڪم مردن کي ڪرائڻ واري عادت تي تحقيق اسلامي دنيا جي ملڪن اندر تہ اڃ تائين ڪانہ ڪئي وئي آهي پر يورپ جنهن جي شروعات ئي اُتان آهي، انهن ملڪن جي ڊاڪٽرن ۽ ماهر نفسيات جي عالمن اِن کي گهڻو ڪجهہ پرکڻ ۽ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ڊاڪٽر سيڊگر (Sedger) مڙدن ۾ ڇتون ٿيڻ جي عادت کي شوق جد نفس (Selferoton) کان پيدا ٿيڻ کي قرار ڏنو آهي، يا

جائي جمر کان اُن ٻار جي تربيت عورتاڻي ماحول ۾ ٿئي ٿي ۽ اُهو ٻار عورتن واريون سڀ عادتون کڻي گهر کان ٻاهر نڪري ٿو، جنهن کي اوباشي ڇوڪرا يا وڏا مڙد آهستي آهستي عورتاڻي عمل طرف راغب ڪري وٺن ٿا جيڪا ان جي ٻوءِ وڏي ٿيڻ تہ ڇا پر ڪراڙپ تائين عادت ٿي وڃي ٿي.

الفريڊ ايڊلر (Alfrededler) جو نظريو بہ اِهو آهي تہ شروعاتي ٻار جي تربيت غلط ماحول ۾ ٿئي ٿي، جنهن ۾ هن کي عورتاڻو ماحول ڪثرت سان ميسر ٿي ملي ٿو پر اصل ۾ ڇوڪرو عورت نہ آهي. وڏي ٿيڻ واري عمر ۾ هو پاڻ کي مڪمل عورت بنائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر عورت ٿي نٿو سگهي. ان ڪري هن کي عورتن کان نفرت پيدا ٿي پوي ٿي. اِن ذلت واري خوف کان هو عورتن کان دوري اختيار ڪري ٿو ۽ پنهنجي شهواني خواهش جي پورائي مردن کان ڪرائڻ ۾ عافيت سمجهي ٿو، جنهن جي ڪري ڏينهون ڏينهن اِن بُري عادت طرف ڌڪيلبوئي وڃي ٿو.

تمام گهڻن حڪيمن جو چوڻ آهي تہ نر ڇوڪرو اڪثر پاڻ جهڙن ٻارن سان راند روند ڪندي ۽ رهندي جيئن اڪثر هاسٽلن ۾ ساڳئي جنس جا ٻار گهڻو وقت گڏ رهڻ ڪري جنس مخالف يعني عورتن کان متنفر ٿي ويندا آهن. اِن ڪري سندن عمر بلوغت تائين پهچندي پهچندي انهيءَ بيماري طرف مائل ٿي ويندي آهي.

حڪمت جي ڪتاب قانون در طب جلد چوٿون ۽ پنجون بو علي سينا مطبوع ايران جي حوالي سان پڌايو تہ مڙد جو ڇِتون هجڻ نہ عادت آهي نہ بيماري، اِها هڪ خود سوزي جهڙي زليل و خوار حصول لذت جي ناڪام ڪوشش آهي، جيڪا علاج ٿيڻ کان وڌيڪ نفسياتي ليڪچرن سان درست ٿِي سگهي ٿي. دوا صرف قوت ارادي وڌائڻ جو وسيلو هوندي آهي ورنہ جسم ۾ مزاحمتي قوت هر انسان ۾ قوي هوندي آهي، جنهن سان جسم جي هر فعل تي ڪنٽرول ڪري سگهجي

نو. باقي جيستائين جسم انساني ۾ شهواني قوت جو تعلق آهي تہ اُهو تہ بقول (اوشو) جي تہ اُن کي تہ ڪنهن جي بہ رهبري جي ضرورت ڪانهي هوندي، جهڙيءَ طرح دريا سمنڊ تائين پنهنجو رستو پاڻ ڳولي ڪيندو آهي.

اهڙي طرح قوت شهواني جڏهن تحرڪ ۾ ايندي آهي تہ اُها پنهنجي نيڪال جو رستو خود بہ خود ڳولي ڪيندي آهي، پوءِ اگر ڪيس جائز رستي يعني مرداڻي يا زناني عضوي ڪان يا ناجائز رستي، يعني پٺئين پاسي ڪان اِها عادت اڪثر مرد ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ شهواني لذت ماڻن لاءِ هڪ جهڙي هوندي آهي، ڇوڪرا تہ مجبور هوندا آهن جو ڪين ڪنهن پرائي مرداڻي عضوي مان لذت ماڻن جو مقعت ڪان سواءِ ڪو ٻيو رستو ڪونہ هوندو آهي، پر گهڻو ڪري ايران يورپ جون ڇوڪريون جتي اڄ ڪلهہ بواءِ فرينڊ ڳولڻ ۽ بوسو ڪنار لاءِ آزادي آهي، اُهي ڇوڪريون بہ نارمل پاسي ڪان پنهنجي بواءِ فرينڊ کي حمل ٿيڻ جي ڊپ ڪان ڪڏهن بہ ويجهو اچڻ ڪونہ ڏينديون آهن باقي غير فطري پاسو... ڪان هو پاڻ يا بواءِ فرينڊ ٻئي مزو ماڻي سگهن ٿيون. تازو 19 مارچ واري ڪاوش اخبار ۾ فارين ڊيسڪ جي حوالي سان هڪ خبر شايع ٿي آهي تہ آفريڪا جي ڏڪار ستيل ماڻهن جي مدد لاءِ دنيا جي چاليهن ملڪن جون رضاڪار تنظيمون ۽ اقوام متحده جا فوجي (سيراليون) ۾ دکي انسانيت جي مدد ڪرڻ جي بهاني اتان جي نو عمر ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي کاڌي خوراڪ جي شين جي فراهمي جي عيوض ڪانئن ناجائز سيڪسي ڪم وٺن ٿا، جنهن جي رپورٽ بي - بي - سي لنڊن تان نشر ٿيڻ کان بعد اقوام متحده جي هڪ ٽيم اِن ڪُڌي ڪرتوت جي انڪواري ڪري رهي آهي تہ بقول حڪيم اعجاز حسين چانڊيو جي تہ نر ڇوڪرن ۾ جيڪا اِها عادت وڌي هوندي بہ انهن ۾ هوندي آهي جيڪي ٻار يا تہ انتهائي غربت ۾ مبتلا هوندا آهن جيڪي پيشہ ور ماڻهن جي مالي سهڪار سان، ننڍپڻ ڪان اِن بُري

عادت ۾ ڦاسي وڃن ٿا يا انتهائي اميرن جا ٻار جن جي لنڊيڻ ڪان پرورش اڻ پڙهيل ۽ غير مهذب مرد نوڪر ڪندا آهن، جيڪي انهن اميرن جي ٻارن ۾ آهستي آهستي غير فطري رستي يعني مقعت ۾ آگر لنگهائي ٻار کي لذت جو احساس ڏياري پوءِ پنهنجو اصل مرداڻو عضوو استعمال ڪندا آهن جنهن سان اميراڻي ٻار ۾ بُري عادت پئجي وڃي ٿي ۽ پوءِ اُهو شرمساري جي پڄ ڪان ڪنهن سان ڳالهه به نٿو ڪري نه وري نفسياتي علاج لاءِ ڪنهن ماهر نفسيات يا حڪيم سان مشورو ڪري ٿو، ان ڪري ساري عمر اِن بُري عادت ۾ مبتلا رهي ڪنهن نه ڪنهن کي راز دان بڻائي مرندو مري وڃي ٿو پر اظهار اصل ڪونه ٿو ڪري. هن ٻڌايو ته مقعت ۾ اندر هڪڙا غدود ٿيندا آهن، جن کي مرداڻي عضوي جي گسائڻ سان جيڪا گرمي پيدا ٿيندي آهي، اُن گرمي جي ڪري اُهي غدود پاڻيٺ خارج ڪرڻ شروع ڪندا آهن، انهن پاڻيٺ خارج ٿيڻ سان مفعول کي ايتري ته لذت ۽ مزو ايندو آهي جو هو بار بار ڪوشش ڪندو آهي ته ان عمل کي وري وري دهرايو وڃي ته بهتر ٿيندو ۽ گهڻي دُهرائڻ سان پوءِ اُهو عمل چڻ ته عادت تي پوندو آهي، پر اصل ۾ ڪابه عادت قوت ارادي اڳيان بلڪل هيچ آهي. مڙدن ۾ چُتون هجڻ واري عادت تي جيئن آءُ اڳ ۾ چئي آيس ته يورپ جا تاريخدان سياح ڊاڪٽر ۽ ماهرِ نفسيات پروفيسر گهڻو ڪُجهه ڪم ڪري آيا آهن، چوته اِها بيماري ايشيا جي گرم ملڪن بجاءِ يورپ جيڪو گهڻي ڀاڱي سرد آهي، انهن ملڪن جي ماڻهن ۾ انفرادي توڻي اجتماعي طور تمام گهڻي آهي.

ڊاڪٽر مول جو چوڻ آهي ته سڄي يورپ ۾ جرمني ئي اهڙو ملڪ آهي جتي نر ڇوڪرا ڪلم ڪلا اِهو ڪم ڪرائن ٿا ۽ هن ڪم تي جيترا ڪتاب جرمني ۾ لکيا ۽ ڇپيا ويا آهن، اوترا پوري يورپ ۾ ڪونه لکيا ۽ ڇپيا آهن. ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو ته صرف برلن ۾ مون ڇهه ست سو ماڻهو اهڙا ڏٺا جن کي اِها نه صرف عادت هُئي پر شوق به بي انتها

هيو. هو ڊاڪٽر شفيلڊ جو حوالو ڏيندي چوي ٿو ته ڇهه سو ماڻهو ته تمام ٿورا آهن پر پوري برلن جي هوٽلن ۾ ڏهه هزار ڇوڪرا اهڙا آهن، جيڪي بيراگيري سان گڏ انهي شوق جا به شائق آهن. جيتوڻيڪ برلن جي پوري پوليس وٽ هرهڪ ڇوڪري جي معلومات موجود آهي، تڏهن به اِن شوق ۾ ڏينهون ڏينهن واڌ آهي پر ڪمي ڪانه آهي. جرمني جا تاريخدان چون ٿا ته قديم ٽيوٽانڪ Teutonick زمانه ۾ اِن عمل تي ڪابه بندش ڪانه هوندي، پر جڏهن ڪان جرمني جي طاقتور قوم "قوط" عيسائي مذهب اختيار ڪيو ۽ ڪليسا زور ورتو ته پهريون دفعو هن ملڪ ۾ اِن عادت ڪي جُرم قرار ڏنو ويو ۽ بادشاهه الاريق دوئم حڪم جاري ڪيو ته اهڙي عادت واري ماڻهوءَ کي جيئرو باهه ۾ ساڙيو وڃي. ستين صدي عيسوي شاه چنداس رند Chindasrind پيو حڪم جاري ڪيو ته اِن ڪم ۾ ملوث فائل ۽ مفعول ٻنهي کيَ خصي ڪري ڇڏيو پر وري ساڳيو ئي جرمني ۾ تيرهين ۽ چوڏهين صدي ۾ قانون پاس ڪرايو ويو ته اهڙو ڪم ڪندڙ ٻنهي کي باهه ۾ جيئرو ساڙيو وڃي. جيئن آءُ اڳ ۾ چيو ته جرمنيءَ ۾ هن عادت انتها ڪري ڇڏي هئي، ارمانيس مار سيسن Araminusmaacellinus لکي ٿو ته سلطنت روم جي آخري ڏينهن ۾ جرمن قبيلن ۾ اِها عادت ايتري ته ڪثرت سان هوندي هئي جو قرون وسطہ تائين جا جرمن خاندان وارا شهزادا به هڪ ٻئي سان "اوٽي موٽي" ڪندا هئا. ٻيا ته ڇڏيو پر جرمني جي مشهور شاعر هينري فان ڪلسٽ Honrichvon Klisst کي پڻ اهو شوق هوندو هو سندس هڪ خاص محبوب ڇوڪر هيو ارنسٽ فان فيوبل Ernstvonfirel جيڪو پوءِ اڳتي هلي "پروشيا" جو وزير جنگ ٿيو هو ان وقت وزير صاحب جي عمر 28 سال هئي اُن کي جيڪو خط سندس عاشق ڪليسٽ 1805ع ۾ لکيو هو ان جو لبِ لباب هن ريت هيو.

اي منهنجا محبوب ارنسٽ فان فيوبل تون ته منهنجي لاءِ

يونانين وارو قديم دور پيدا ڪري ڇڏيو آهي تون ڪٿي ٻه هجين پر منهنجو روح تہ هر وقت توسان ڇنبڙيل آهي جڏهن تون ٿون Thun واري ڍنڍ ۾ ڪپڙا لاهي وهنجندو هئين تہ منهنجون اکيون صرف تنهنجي خُوبصورت جسم ڪي ئي تڪينديون رهنديون هيون اچ جلدي موٽي اچ تہ گڏجي انسپاخ Anspaaoh هلون ۽ اتي عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ڪري ڪي مزا ماڻيو آءُ توکي يقين ٿو ڏياريان تہ مان ڪڏهن بہ شادي نہ ڪندس.

ڪليست جي خط جي سٽ ۾ جيڪو يونان جي قديم دور ڏانهن اشارو آهي. ان لاءِ علامہ نياز فتح پوري پنهنجي ڪتاب "ترغيبات جنسي يا شهوانيت" ۾ افلاطون جي ڪتاب "ضيافت" Banguot بابت 8 ۽ 9 ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو افسوس آهي جو پين فحاشين وانگر هن قسم جي فحاشي بہ مذهب جي ئي جهولي مان پرورش پاتي آهي چو تہ يونان جي قديم مذهبي نسخن ۾ لکيل آهي تہ سڀ کان اول آفرو ديته ديوي Aprodite بغير ماءُ پيءُ جي جنم ورتو. ڇو جو يورينوس ديوتا پاڻ جهڙي ئي جنس جي ديوتا کي پسند ڪيو هو ۽ سندس جذبہ محبت جو ڳلم کلا اظهار مڙداڻو قسم جي ئي جنس سان هيو. جنهن شخص جي دل ۾ مرد جي طرف عشقيہ جذبو هوندو آهي اهو استلذاذ بالمثل جي طرف ئي مائل هوندو آهي. اَن جو جنس مخالف يعني عورت طرف گهٽ ڌيان هوندو آهي. ساڳئي ئي ڳالهہ مشهور يوناني مورخ هيروڊوٽس 550 ق. م سينهن Seytrians قوم جي ڪئي آهي. هو اُنهن بابت لکي ٿو تہ هن قوم ۾ استلذاد بالمثل طرف تمام گهڻو لاڙو هوندو آهي. ايستائين جو هن قوم جا مرد ماڻهو عورتاڻا ويس وڳا ۽ زيور پائيندي فخر محسوس ڪندا هئا. ۽ ٻچپن کان وٺي ڪراڙپ تائين عورتاڻي زندگي گذارڻ کي پسند ڪندا هئا. وٽن عقيدو هيو تہ سندن

ابن ڏاڏن عسقلان وارو وينس ديوي Venus جي مندر ۾ ڏاڙو هڻي آتان مال متاع سون زيور ۽ ٻي ملڪيت ڦر ڪئي هئي. ان ڪري ديوي کين پاراتو ڏنو هو تہ توهان هميشه مردن بجاءِ عورتون ٿي ٻٽيا رهندو ۽ توهان ۾ عورتن واري ٿي عادت هوندي. پر بقراط Hippocrates جيڪو مافوق الفطرت ڳالهين تي عقيدو ۽ اعتبار ڪونہ رکندو هو. سندس چوڻ هيو تہ هيءَ قوم صدين کان تاتارين وانگر گهوڙن جي اگهاڙين پٺين تي سواري ڪندي آئي آهي ۽ اُها بہ رات ڏينهن ان ڪري منجهن تاتارين وانگر مڙداڻي قوت جو رڳون رڳڙجي ناڪاره ٿي ويون آهن اهوئي سبب آهي تہ وٽن قوت تناسل يعني مرداڻي قوت جو فقدان آهي ان ڪري فطرت جي اصول مطابق عارضي طور فطرت کي موڙي تہ سگهجي ٿو پر ٽوڙي نٿو سگهجي واري اصول مطابق مردن جي قوت مڙداني يا قوت شهواني جو رخ سڌي طرح جي بجاءِ ابتي طرح پنهنجو ردِ عمل ظاهر ڪري رهي آهي.

يونان جي ڪن مورخن جو خيال آهي تہ يونان ۾ وڌندڙ آبادي جو بار گهٽ ڪرڻ لاءِ اُتان جي دانشمندن قوم کي صلاح ڏني هُئي تہ شهواني خواهش جي پورائي لاءِ عورت بجاءِ مردن طرف ڌيان ڏنو وڃي يا اهڙو طريقو استعمال ڪجي جنهن سان مرد جا نسل پيدا ڪندڙ جُزا عورت جي ٻچي داني تائين نہ پهچن يعني فطري عمل بجاءِ غير فطري عمل کي ترجيح ڏني وڃي. يونان جو عظيم ڏاهو ۽ سڪندر مقدوني جو استاد جنهن جي علم و دانش فيليڪوس جي پُٽ اليگزينڊر کي دنيا جو فاتح بڻايو ان بہ ماڻهن کي صلاح ڏني هئي تہ خواهشات شهواني جي پورائي لاءِ عورت بجاءِ مردن طرف ڌيان ڏيڻ نيڪ فعال آهي. ٻيا تہ ڇڏيو پر افلاطون جهڙي حڪيم بہ هن فعل کي عمل مستعس ڪري سڏيو هو.

حڪيم سقراط لاءِ مشهور هيو تہ ڪيس ديوتائن عشق محبت جو هڪ روحاني راز ٻڌايو آهي تہ عورت بجاءِ مرد سان عشق ڪرڻ سان خدا تعاليٰ تائين رسائي ۽ منزل ملڻ آسان ٿي پوي ٿي.

تڏهن تہ ديوتيما چيو هو تہ جيڪي مرد خواهش نفساني جا مريد آهن اُهي عورت پويان ٿي ڊوڙندا آهن. پر جيڪي نيڪو ڪاري ۽ روح جي پاڪائي جا قائل هوندا آهن انهن کي گهرجي تہ خوبصورت روح جي تابعداري ڪن جڏهن تہ يونانين وٽ عقيدو هيو تہ خوبصورت روح مردن وٽ ئي هوندو آهي ڇو تہ؟ قديم يوناني مذهب جو مهاديو صنم اڪبر زيوس ساڳئي وقت مرد بہ هيو تہ عورت بہ هيو ۽ منجهن عورتائيون ۽ مردائيون خوبيون بيڪ وقت موجود هونديون هيون ان لاءِ زيوس لاءِ هڪ پڇن جو ترجمون آهي تہ زيوس هوالاول ۽ هوالآخر آهي جيڪو چمڪندڙ بجلين جو مالڪ ۽ تمام مخلوق جو پيدا ڪندڙ آهي.

يونان توڙي يورپ جي علماءَ فضلاء جو خيال آهي تہ يونان ۾ ڇوڪرا پسندي جو رواج تڏهن پيو جڏهن ڊورين قوم يونان تي قبضو ڪيو جن جي اڪثريت جو احترام ڪندي يونان جي ڏاهن افلاطون، سقراط، بقراط ۽ ٻين دانشورن مڙدپرستي ۽ ان سان جنسي لڳ لاڳاپن جي حمايت ڪري ورتي. پر پوءِ ان حمايت يونان ۾ ايترو تہ زور ورتو جو جزيره ڪريتيا ۾ شل نہ ڪنهن يوناني جي گهر ۾ ڪوئي خوبصورت ڇوڪرو پيدا ٿئي پوءِ تہ ان ڇوڪر جي ماءُ پيءُ وٽ اُن ڇوڪر کي خريد ڪري سائس شادي ڪرڻ لاءِ عاشقن جي اڻ ڪٿ قطار ٻڌجي ويندي هئي ۽ واڪن مٿان پيا واڪ وڌندا هئا. ان نر ڇوڪر جي ماءُ پيءُ جا تہ جاوا ٿي ويندا هئا ۽ عاشق کان پنهنجا من پسند شرط ۽ دولت جو واڪ مجرائي ڇوڪرو پرڻائي ڏيندا هئا. ماءُ پيءُ کي خبر هوندي هئي تہ اسان جي پٽ جو خريدار ڪائنس اهوئي ڪم وٺندو جيڪو هڪ عورت کان ٻچا ڄڻائڻ لاءِ ورتو ويندو آهي پر تڏهن بہ ان وقت اها ڪنهن بہ قسم جي ميار يا مهڻو ڪونہ هوندو هو تہ ڪنهنجو پٽ ڪنهنجي زال آهي. 700 کان هڪ هزار ورهيہ ق. م يونان قديم ۾ ڇوڪرا پرستي جورواج ايترو تہ وڌي ويو جو اگر ڪنهن ڇوڪري کي ڪوئي بانڪو بهادر عاشق يا شادي ڪرڻ وارو جوان نہ ملندو هو تہ

اها ڳالهه نہ صرف ان ڇوڪر لاءِ پر اُن جي والدين لاءِ پڻ باعث شرمندگي ۽ حصول ندامت هوندي هئي يونان جي رياستن ڪريٽيا، تيسيا ۽ ٿيريا ۾ تہ نر ڇوڪرن سان شادي ڪرڻ هڪ مذهبي عقيدو بڻجي ويو. ڇو تہ رياست تيسيا ۾ سمنڊ ڪان 70، 80 گزن جي فاصلي تي جيڪو اپالو ديوتا جو مندر هيو ان مندر ۾ هڪ پٿر نسب ٿيل هيو جنهن تي عبارت هن ريت لکيل هئي.

هن مقصد ۾ متبرڪ جڳهہ تي
خداوند زيوس جي پاڇي هيٺان
"بادشاهہ ڪريون"
بائقليس جي پُٽ سان شادي ڪئي.
۽ ان شادي جي اعلان لاءِ هيءُ پٿر
هن پاڪ جڳهہ تي نسب ڪيو وڃي ٿو.

زمانہ قديم ڪان هن پٿر واري جڳهہ اهلِ يونان وارن لاءِ باعث تبرڪ شادي حال بڻجي وئي پوري يونان ۾ جيتريون بہ شاديون نر ڇوڪرن سان ٿينديون هيون تہ هن ئي هنڌ تي ٿينديون هيون جنهن سان مندر کي نظراني طور لکن جي آمدني هر سال ٿيندي رهندي هئي. "ڪراشي نيني ڪاف" Kievw ماڻهن جو حال احوال بيان ڪندي چوي ٿو تہ انهيءَ قوم جا ڇوڪرا بطور حرمِ مڙدن جي گهرن ۾ رهندا هئا. موسيو موصوف بہ اهڙن ماڻهن جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ اهڙا قبيلا علائقہ بحرين جي آس پاس رهندا هئا جن کي "قمچاولہ" ڪري سڏيو ويندو هو جن کي علائقہ جي اصطلاح ۾ قوق بہ چيو ويندو هو. قوق اڪثر زنانو لباس پائيندا هئا گهرن ۾ خانہ داري ۽ عورتن وارو باقي سڀ ڪجهہ پڻ ڪندا هئا.

حضرت عيسيٰ ڪان 700 سَوَ ڪان هڪ هزار ورهيہ اڳ جڏهن ماڻهن جي اڪثر آبادي واري ڌر تي يورپ ۽ ايشيا جي اِتر اولهہ وارن ملڪن ۾ ڇوڪرا پرستي جو رواج حد ڪان وڌي ويو تہ فطرت جيڪا

پنهنجي جاءِ تي اٿل ۽ ٿوس هوندي آهي جنهن ۾ ڪاٻه لچڪ ڪانه هوندي آهي ماڻهن جي ان نرپرستي واري رد عمل ۾ عورتن جو بيڪار ٿي وڃڻ واري رجحان پاڻ ورجائڻ شروع ڪيو ۽ عورتن ۾ هڪ تحريڪ پيدا ٿيڻ شروع ٿي جنهن کي ليزبين Lesban تحرڪ چيو ويجي ٿو. جنهن جي شروعات به يونان جي هڪ رياست ليزبين Lesban کان شروع ٿي جنهن جو سهرو به هڪ خوبصورت عورت سيفو جي سر تي آهي هن تحريڪ کي سيفو عزم به چيو ويندو آهي جنهن پوري دنيا جي عورتن ۾ انقلاب جي صورت اختيار ڪري ورتي ۽ باقي دنيا جي ملڪن ۾ ليزبين Lesban يا سيفو ازم جا آڪاڙا ٺهي ويا جن مان مومل جو ڪاڪ محل به هڪ اهڙي آڪاڙي جو ڏيکُ ڏئي ٿو.



# ليزبين ازم جي باني سيفو

هونئن تہ ليزبين ازم سياسي، سماجي يا ڪنهن مذهبي فرقي جي تحريڪ جو نالو تہ ڪونہ آهي. اُهو تہ فقط هڪ شاعره هڪ عاشق ۽ هڪ سماج مخالف صنف نازڪ محبت ۾ ناڪام عورت جي پيار جي پيگهن واري يومي جو نالو آهي. جهڙي طرح سنڌ ۾ سسئي پنهور، مومل ڪاڪ محل ۽ ليلان لهور شهر سان سجاتي ويندي آهي اهڙي طرح يونان جي ڌرتيءَ تي ليزبين بيٽ جي نالي سان بہ يورپ ۾ هڪ عورت سجاتي وڃي ٿي جنهن جو نالو آهي "سيفو ليزبين".

اصل ۾ سيفو نالو تہ آهي قديم يوناني مذهب جي ٻارهن ديوتائن جي وڏي ڪان وڏي ديوتا زيوس جي ڌيءَ جو. جيڪو زيوس خداوند جي سيني صفتن سان گڏ بادشاهن جو بادشاهہ سمورين ڌرتين آسمانن ۽ جنتن جو وارث، روشنين، اونداهين، هوائن ۽ پاڻين جو قادر مطلق، جيڪو وڏو منتظم، رحمدل، سدي واٽ ڏيکاريندڙ، جهانن ڪي پالينڌڙ دعائون قبول ڪندڙ پڻ هو. ساڳئي وقت وڏو رندي باز عاشق جيئڙو ۽ هر جيوَ ۾ خوبصورتي پرڻ وارو هو. ايستائين جو پنهنجي ڀَڻي "تيمس" ۽ ڀيڻ ڊيميٽر ۾ پيدا ٿيڻ وقت ايتري تہ سونهن ۽ حُسن جي پالوٽ پرڻيائين جو پنهنجي تخليق تي پاڻ عاشق ٿي پيو. بجاءِ ان جي جو اُنهن خوبصورت ديوين سان ڪو ٻيو ديوتا شادي ڪري تنهن ساڙ ڪان سڙندي پنهي يعني ڦڻي تيمس ۽ ڀيڻ "ڊيميٽر" سان پاڻ شاديون ڪري ڇڏيائين اتفاق اهڙو ٿيو جو خداوند زيوس ڪي سندس ڀڻي تيمس مان تہ ڪوئي اولاد ڪونہ ٿيو پر سندس سڳي ڀيڻ "ڊيميٽر" مان ڪيس

هڪ نياڻي "سيفو" نالي پيدا ٿي. جنهن ۾ هن پوري ڪائنات جو حسن ۽ خوبصورتي ڀري ڇڏي جو جيڪو به ڏانهس ڏسندو هو ته خداوند زيوس جي فنڪارانه صلاحيتن جي تعريف ڪرڻ کان رهي ڪونه سگهندو هو.

قديم يوناني مذهب جا ديوتا پنهنجي ديوتائي صلاحيتن سان گڏ ماڻهن واريون صفتون به رکندا هئا. اُن ڪري انسان آخر فاني آهي. يونان جي وڏي کان وڏي شاعر هِيو مر جنهن يونان جي خوبصورت ڇوڪري "هيلن" جي اغوا ۽ واپسي واري "ٽراءِ" جي جنگ جيڪا پورا اٺويهه سال وڙهي وئي اُن جنگ ۽ يوناني مذهب جي عقيدي تي چوويهن جلدن ۾ به ڪتاب ايليئڊ ۽ اوڊيسي لکيا هئا. جنهن ۾ اولمپس جبل تي رهندڙ ٻارهن ئي ديوتائن زيوس ۽ اپالوسميت يونانين جي مدد ڪري فتح حاصل ڪرائي هُئي اُهو هومر جو عقيدو ٽي هزار سالن تائين يونان جو مذهب ٿي رهيو هو جنهن ۾ اها ڳالهه به واضح طور هُئي ته فاني ديوتا هندن جي اُپنشڌ عقيدي موجب واري واري سان يونان ۾ پيدا ٿيندا رهندا ۽ ڏکئي وقت يونانين جي جنگ جي حالت ۾ مدد ۽ فتح به ڪرائيندا رهندا جنهن ۾ سيفو لاءِ به عقيدو هوندو هو ته اهڙي خوبصورت ڇوڪري ڪنهن نه ڪنهن يوناني عورت جي ڪُک مان هر وقت جنم وٺندي رهندي. اِن عقيدي کي مدِنظر رکندي ٽن هزار سالن تائين هرنو مولود ڇوڪري جو نالو سيفو رکيو ويندو هيو اڄ جڏهن ستين صدي ق. م ڌاري يونان جي ايرسوس شهر جي وچولي طبقي جي گهر ۾ "سڪا ماندِرونيمس" جي زال "ڪليئس" کي به ڌيءَ ڄائي هُئي ته اُن تي به سندس ماءُ پيءُ "سيفو" نالو انهيءَ ئي اميد تي رکيو هو ته اسان جو هيءَ اڄ ڇاول ٻارُ سيفو چوويهه سوَ سال اڳ خداوند زيوس ۽ ڊيميٽرس واري ڌيءَ سيفو جهڙي خوبصورت ٿيندي ۽ منجهس ديوين ۽ ديوتائن واريون صفتون ڀرجي ايندييون واقعي ٿيو به ائين 700 ق. م جڏهن سيفو ٻارهن سالن جي ٿي وئي ته سندس سونهن ۾ نکار اچڻ شروع ٿيو ته سونهري وارن ۽ برائون اکين واري سيفو جي هڪ جهلڪ

ڏسڻ خاطر سندس اچڻ وڃڻ وارن رستن تي حسن پرستن جون قطارن جون قطارون بيهجي ويندي‌ون هيون وري جو هن ننڍي عمر ۾ شاعري ڪرڻ شروع ڪئي تہ يونان جا ماڻهو گهٽين، بازارن، چوراهن ۽ چوبارن تي سندس گيت ڳائي مستي ۾ مدهوش ٿي نچڻ شروع ڪندا هئا. سيفو جي سونهن ۽ شاعري جي ذات کان متاثر ٿيندي افلاطون چئي ڏنو هو تہ ماڻهو ڪوڙ ٿا ڳالهائن تہ ميوز جي ڏيئرن جو تعداد نَوَ آهي پر حقيقت ۾ "ڪليتس ۽ سڪا ماندرونيمس" جي ڌيءَ بہ ميوز جي ڏهين ڌيءَ آهي. (زيوس ۽ نموسين جي ڌيئرن کي ميوز جون ڌيئرون چيو ويندو هو. سقراط جهڙو فلسفي ۽ داناءُ حڪيم 700 ق. م واري سيفو جي نالي چوندو هو تہ هن ڇوڪري ۾ تہ ڊيمترس واري سيفو جي حسن جمال ٿمي، ٿمي پريو ويو آهي. سيفو جي جسم جي سونهن ۽ دلڪش مُرڪ تي اُن وقت جا وڏا فيلسوس ۽ شاعر "پلو ٽارچ" ۽ پينيٽس يڪ آواز ٿي چوندا هُئا تہ سيفو جو ڪلام ٽانڊاڻن سان ويڙهيل ڳوڙها آهن جن جي لکڻ ۽ پڍڻ سان ماڻهوءَ جي اندر جي آگ اُڌما ڏئي پڙڪي پوي ٿي ۽ سندس شعرن ۾ سراپا عشق جي باهہ پريل آهي جنهن جي چر ۾ هزارين سال اول واري تيزي جيئن جو تيئن موجود آهي جنهن جو مثال هيءُ گيت آهن

جيئن هنيلو سرڪش طوفان
وڻ وڻ ڏونڏاڙي
پن پن ڇاڻي
پيار بہ منهنجي دل کي
ائين تو ڏونڏاڙي پيو

يا

آءُ اهي نغمان آلاپيندي‌س جيڪي
جيڪي هاڻي نرالي رنگ جا هوندا
ان لاءِ تہ آءُ جن سان پيار ڪريان ٿي.
اُهي منهنجو هيءُ آلاپ ٻڌي خوش ٿين

چو تہ؟ اهي منهنجا هم سفر ساٿي آهن
عشق ۽ حسن جي انوکي راهہ جا پانڌيئڙا
يا
هو ڪاش! اڄي جي خوابن ۾
هڪ پيرو نظر تہ چا ٿي پوي.
آءُ، هيئن چوڻ کان، ڪيئن رهان.
هو چنڊ آهي يا، مُنهن مهتاب
ڪنهن البيلي نار، جوانيءَ جو.
(سيفو)

جي. ڊبليو ميڪائيل پنهنجي مڪالہ ۾ هڪ هنڌ لکيو هو.

"اسين سيفو جي ڪن سادن سودن الفاظن کي جڏهن شعر جي لڙي ۾ پرويل پڙهون ٿا تہ اسان جو مغز چڪرائجي ٿو وڃي ڪويا اسان جي ذهن تي ڪوئي جادو جو اثر معلوم ٿيندو محسوس ٿئي ٿو جيڪو بار بار اسان کي موٽائي ان ڳالهہ لاءِ مجبور ٿو ڪري تہ اسان سيفو جي شعرن کي وري وري پڙهندي ڊاپون ئي نٿا.

يونان جا قدآور شاعر اسچيلوس، پنڊار، سولوڪز، يوري پائيڊر ۽ ارسطفين، جيڪي سيفو کان بعد جي زماني جا شاعر آهن اُهي هڪ ئي آواز چون ٿا تہ سيفو جو ڪلام جڏهن پڙهون ٿا تہ اسان کي ائين ٿو معلوم ٿئي تہ هيءُ ڪلام 712 ق. م سن جي ماءُ پيءُ "ڪلتيس ۽ سڪا ماندرونيمس" جي گهر ۾ چاول چوڪري نہ پر چڻ تہ 3000 ق. م واري ديوتا گهراڻي جي "ايفروڊائيٽ ۽ ايروس جي ڌيءَ جو آهي جن ديوتائڻ جي رهائش ۽ گهر زمين جي مقدس هنڌ اولمپيا جبل تي آهي. يونان جي سرزمين جا مٿي ذڪر ڪيل شاعر ۽ اديب جن 712 ق. م واري پيدا ٿيل سيفو کي 3000 ق.م واري اولمپيائي ديوي افروڊائيٽ ۽ ايروس جي ڌيءَ سڏيو آهي جيڪو دراصل سيفو لاءِ خوبصورتي ۽ شهرت جو وڏن کان وڏو اعزاز آهي. جنهن اعزاز جو مختصر جائزو هن ريت آهي تہ يوناني مذهب جي سيني ديوتائن ۽ ديوين ۾ افروڊائيٽ

وڏي خوبصورت عشق باز ديوي هوندي هُئي جيڪا ديوتائن سان گڏ ماڻهن سان بہ عشق ڪندي هُئي ۽ انهن سان جنسي تعلقات بہ قائم ڪندي هئي. اتفاق اهڙو ٿيو جو سندس شادي "هيراديوي" جي پُٽ "هيفائسٽس" سان ٿي وئي جيڪو شڪل جو ڏاڍو ڪوجهو ۽ هٿن پيرن کان منڊو هو. ڇمڻ مهل سندس ماءُ هيراديوي کيس سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو جو "زيوس" ديوتا جو حرامي ٻار هيو. پر اُن کي زيوس ديوتا سمنڊ ۾ ٻڏڻ کان بچائي آڻي هيراديوي کي پالڻ لاءِ ڏنو:

هيفائسٽس جڏهن وڏو ٿيو تہ سندس شادي سڀني ديوتائن گڏجي افروڊائيٽس سان ڪرائي. پر افروڊائيٽس جيڪا پاڻ خوبصورتي جو شاهڪار هئي اُها تہ هيفائسٽس جهڙي ڪوجهي ديوتا کان پنهنجي اولاد پيدا ڪرڻ لاءِ ٻيجي جا جُزا وٺڻ بہ گناهہ سمجهندي هئي اُن ڪري سندس عشق زوس ديوتا جي خوبصورت پُٽ "ايريز" سان ٿي ويو جنهن سان هر روز زالي مڙسي وارو کيل پئي کيڏندي هُئي. اولمپيس جي هيلوس ديوتا (سج ديوتا) هنن جو سمورو لقاءُ پيو ڏسندو هو. هڪ ڏينهن هيلوس ديوتا (سورج) اها سموري ڳالهہ هيفائسٽس سان ڪري ڇڏي جنهن تي هيفائسٽس تپي باهہ ٿي ويو ۽ هڪ لوهہ جو ڄار ٺاهي لِڪي ويهي رهيو. جيئن ئي هنا تہ هن منڊي مٿن لوهو ڄار اڇلائي ڦاسائي اصل حالت ۾ آڻي سڀن ديوتائن جي ڪچهري ۾ پيش ڪين. جنهن تي ٻنهي کي شرمسار ڪري زيوس جي ڀاءُ پوزيڊون وچ ۾ پئي ايروس تي ڏنڊ وجهي ڪين لوهي ڄار مان آزاد ڪرايو. ايفروڊائيٽ کي "ايروس" مان هارمونيا، فوبوس ۽ ڊيموس وڏا خوبصورت ٻار پيدا ٿيا هئا جن جي سونهن جي شهرت ڌرتين ۽ آسمانن تائين هُئي اُن ڪري يونان جي مذڪوره فيلسوفن اعزاز طور سيفو کي افروڊائيٽ ۽ ايروس جي ڌيءُ چئي مخاطب ڪيو هو.

يونان جي هڪ ٻئي مشهور شاعر "هيسيئيڊ" چيو هو تہ اگر "سيفو" يونان جي سڀ کان خوبصورت ڇوڪري "بلائيٽس" سان

عشق نہ ڪري ها تہ هوند شاعري جي ايڏين بلندين تائين پهچي ڪونہ سگهي ها. جنهن جو ظاهري مثال اِهو آهي تہ يونان جي آسماني اُفق تي "هيومر" کان بعد سندس ئي نالو نظر اچي ٿو.

پر اسان اڄڪلهہ جڏهن سيفو جي زندگي جو مطالعو ٿا ڪريون تہ اسان کي سيفو جي طبيعت وڏي هرجائي نظر اچي ٿي. هوءَ نہ فقط بلائيٽس سان پيار ڪندي هُئي پر سيفو جي معاشقي ۾ آيل ڇوڪرين جي نالن جي لسٽ ڪوريئڙي جي آنڊي وانگر تمام وڏي ۽ اڻ ڳڻ ٿي محسوس ٿئي. جن ۾ بلائيٽس سان گڏ ناسڊڪا، عطيس، نڪطورا، گيگلا، ڊيسا، اٿيٿس ۽ ايرينا کان علاوه ڪيئي خوبصورت دوشيزائون شامل آهن، جن جا نالا وٺي سيفو شاعري ڪئي آهي. سندس شاعري ۾ هوءَ ايرينا سان تہ پيار ڪرڻ وارين حدن کان بہ اڳتي گذري وئي آهي پر ڏسجي ٿو تہ ايرينا سائنس گهڻو وقت ساٿ نڀاهي نہ سگهي آهي ۽ ننڍي وهي ۾ ئي وفات ڪري وئي آهي.

جنهن جي صدمي ۾ سيفو جيڪا بہ شاعري ڪئي آهي اُن ۾ اندر جي باهہ جا جنسي ٽانڊا پئي اوڳاڇيا اٿس، تڏهن تہ "پلوطارڪ" ۽ "پينٽيئس" چيو هو تہ جيڪو ماڻهو سيفو جي شاعري ڳائي ٿو يا پڙهي ٿو تہ هوبهو باهہ اولانبن ۾ وڪوڙجي وڃي ٿو.

عشق ۽ شاعري ۾ باهہ ڀڙڪائڻ واري سيفو جي پڇاڙڪي عمر ائين ٿي محسوس ٿئي تہ هو ارينا جي وفات کان دل شڪستہ ٿي قانون فطرت طرف موٽي اچي ٿي جتي ملڪ جو مشهور شاعر ۽ بهادر "الڪياس" سندس ڌيان حقيقت ڏانهن ڇڪائيندي چوي ٿو تہ فطرت عورت کي مرد سان ۽ مرد کي عورت سان پيار ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي هو سندس ڌيان هن طرح ٿو ڇڪائي:

منڙي مرڪ ۽ بنفشي جي گلن جهڙا.
وار سنواريندڙ معصوم سيفو.
آءُ ڪجهہ چوڻ ٿو چاهيان تو لاءِ.

پر منهنجي چپن ۾ اها جرئت ڪٿي.
۽ ڪٿان آڻيان اهڙا سگهه جيڪا هو.
تنهنجي لاءِ ڪجهه چوڻ جو ست سارن.

الڪياس جو هيءُ لڪيل شعر جڏهن هٿون هٿ سيفو کي مليو تہ هن بہ ڪيس شعر ۾ ئي جواب ڏيندي لکيو هو تہ:

چلولي طبيعت جا مالڪ الڪياس
شايد تنهنجي اندر جي اجرالي ۽
ضمير جي صفائي ۾ کوٽ آهي.
جيڪڏهن تنهنجو من صاف
۽ اندر اجرو هجي ها تہ هوند،
دل جي ڳالهه جبن تي اڻڻ ۾
هرگز دير ڪانہ ڪرين ها.
سب ڪجهه وڏي واڪ
بنا روڪ ٽوڪ چئي ڏئين ها.

سيفو وٽان ايتري بُري ناڪامي کان بعد الڪياس سيفو جي عشق ۾ ديوانو ٿي پيو جو جڏهن ملڪ ۾ جنگ لڳي ۽ هو دشمن سان وڙهڻ وڃي رهيو هو تہ سندس زبان تي قومي گيتن جا سچا ۽ سيفو جي عشق و محبت جا گيت هئا. يونان جو هڪ قلم ڪار "سيٽرو" الڪياس جي عاشق مزاج طبيعت ۽ شاعري بابت لکي ٿو تہ الڪياس جي شاعري سائٽس سيفو سان عشق تہ ڪرائي ڪونہ سگهي مگر سيفو کي ايترو ضرور ڪرايو تہ عشق عورت جو عورت سان نہ بلڪ عورت جو مرد سان ۽ مرد جو مخصوص عورت سان ئي ٿي سگهي ٿو. سيفو جيڪا هم جنسي پرستي واري انڌ جي گهوڙي تي سوار هُئي سندس چوڌاري مومل وانگر خوب کان خوب تر ڇوڪرين جو هلڪو مؤجود هيو اها الڪياس جي ويچارگي کي ڪٿي پئي لفٽ ڪرائي. هن تہ اهڙا ڪيئي عاشق بقول شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي تہ:

مومل ماري مير، آهيڙين تي آڪري
سوڍيءَ گهٽا سڪائيا، ٻڙهيا پٽ پير
هٽي تن ڪي تير، مٽيو جن مٽي ۾
يا
مومل ڪي مجاز جا اکين ۾ انبور
هٽي حاڪمين ڪي ڀَٽِ نهاري پور
گهوٽ ڀهرئين گهور جي وياسي وڍيا.

سياڻا چوندا آهن فطرت اهڙي نابين حسينا آهي جنهن ڪي پنهنجي نڪار جي ڪائي خبر ڪانه هوندي آهي. پر دنيا ته هر دور ۾ حسن ۽ جواني جي تعبدار رهي آهي. ان تابعداري ٿي سيفو تي شايد اهو اثر ڇڏيو جو بعد ۾ "سرڪلس" نالي خوبرو نوجوان هڪ واپاري سان شادي ڪري ورتائين پر الائي ڇو؟ اها شادي گهڻو وقت هلي ڪونه سگهي ۽ سندس ٿي زباني هيءَ قول نوٽ ٿيل ملي ٿو.

خوشي جي رات
شادي جي رات
ڪيڏي حسين رات
ڪن پل ۾ گذري وئي
ڪاش! آءُ ان قابل هجان ها
ته ٻيهر شادي ڪري سگهان ها
ته هوند هڪ گهڙي به دير نه ڪيان ها

سيفو به پنهنجي زندگي ۾ اهڙا اشارا ڏنا آهن جن مان سندس اڪلائي ۽ ڪنوارپ جو احساس ملي ٿو.

ڇا اِهو ممڪن آهي
ته آءُ اجا به ڪنواري هجان
شايد آءُ زندگي ڀر
ڪنواري (اڪيلي) ٿي رهندس

جنهن مان هن ڳالهه جو واضح ثبوت ملي ٿو ته هن جي من اندر

واري اڪيلائي واري مونجهہ ڪڏهن ڪڏهن ظاهر ٿي ڪيس ستائيندي هجي ۽ اُن جي پٺاس هيءُ لفظن جي صورت ۾ جوڙي شعر جي صورت ۾ ظاهر ڪري ڇڏيندي هجي ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن اڪيلائپ ۽ ويڳاڻپ مان بہ سُرور ملندو آهي جنهن لاءِ چوي ٿي:

اي ڪنوارپ او ڪنوارپ
تون مون کي ڇڏي ڪيڏانهن وئين
اي ظالم اي قاتل ڪنوارپ

وري ڪنوارپ ڪان ئي پاڻ کي پنهنجو جواب هن ريت ڏياري ٿي

آءُ وجان ٿي اُن هنڌ
جتان نہ ڪوئي موٽندو آ
آءُ ڪڏهن بہ تون وٽ
موٽي نہ اچٽي آهيان نہ ايندس

ڪنوارپ کي ايترو ياد ڪرڻ ۽ شادي جو گهٽو وقت نباهہ نہ هئڻ، ڪيس صرف هڪ ڏيءُ جو جمڻ اهي سڀ ڳالهيون ظاهر ڪن ٿيون تہ سندس مڙس "سرڪلس" سيفو جي سوچن جي معيار تي پورو نہ لٿو آهي، جنهن ڪري هن پاڻ جي اندر واري مونجهہ جو سهارو وري بہ ڪنوارپ ۽ ڪنوارين ڇوڪرين ۾ ڏٺو آهي جتي پوءِ اچي پناهہ گزين ٿي آهي. تڏهن تہ ڪنوارين ڇوڪرين ۽ ڪنوارپ کي وڌيڪ ترجيح ڏيندي چوي ٿي:

آءُ تہ ازل کان ابد تائين
ڪنواري (اڪيلي) ئي ڪنواري آهيان

پاڻ کي ابدي ڪنواري سڏڻ سيفو جو وقت کان وڏي ۾ وڏو شڪوو ۽ احتجاج آهي ڇو تہ ڪنجستيڊ ماحول ۾ جتي مردن جي مرادنگي عروج تي هوندي آهي اُتي ڪنوارپ عمر جي ڪنهن حصہ لاءِ عذاب هوندي آهي. ستين صدي ق. م کان اڳ يا پوءِ جيڪڏهن يونان جي سماجي ۽ سياسي ماحول تي نظر وجهجي ٿي تہ يونان جي هر

رياست جنگ وَجدال جو مرڪز رهي آهي اُتي امن ڏاڍو مشڪل رهيو آهي. هيرودوٽس ۽ هيرمر جهڙا شاهد پڪ ٿا ڏيارين تہ يوناني جتي عيش وَ طرب جا دلداده رهيا آهن، اتي سڄي عمر ڪڏهن هڪ ٻئي سان تہ ڪڏهن پاڙيسري ملڪن ترڪي، ايران، فونيقيا، شام، اٽلي ۽ روم سان سندن جهيڙو آهي ئي آهي ان ڪري اهڙي بي يقيني واري ڪيفيت واري ملڪ ۾ ذهني طور خوش گذارڻ ڏاڍو مشڪل ڪَم آهي. ليبوس رياست جي حاڪم طرفان ڪيس ملڪ نيڪالي مان سمجهجي ٿو تہ سيفو عورتن جي آزادي جي قائل آهي مگر ليبوس جا قائدا قانون سندس لاءِ ناقابل قبول آهن، تڏهن تہ سسلي هلي وئي ٿي. مگر سسلي ۾ بہ هن کي عورت جي آزادي وارو گهربل ماحول نٿو ملي، اُن ڪري اسپارٽا اچي رهي ٿي پر اسپارٽا بہ ڪيس راس نٿو اچي ان ڪري جزيره ايشيائي ڪوچڪ جي ڪناري ڪان ڏهن ميلن جي پنڌ تي ايگئين سمنڊ جي ٻيٽ "ليزبين" تي اچي رهائش اختيار ڪيائين. جتي عورتن جي آزادي تي ڪابہ بندش ڪانہ هُئي گويا بقول شاهہ سائين جي تہ:

هلو هلو ڪاڪ تڙين، جتي نيهہ اُجل
نہ ڪا جهل نہ پل هرڪو پسي پرينءَ کي.

ڊسمنڊ مورس چيو تہ "ليزبين" ۾ سيفو کي ذهني آزادي جو تمام وسيع نظري وارو موقعو ۽ ماحول ملي ويو هن اُتي هڪ عورتن جو ادارو قائم ڪيو (جهڙو مومل لڊاڻي تي ڪاڪ محل ٺاهيو هو (مصنفہ) جتي ملڪ جي ڪنوارين ڇوڪرين کي راڳ، ناچ، ڪان علاوه خانہ داري جا سليڪا آداب اتوار مطلب تہ سمورن فنون لطيفہ جي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين جنهن اداره جي شهرت ملڪ يونان ڪان نڪري ڏرانهن ملڪن تائين ڦهلجي وئي جتان جون خوبصورت ڇوڪريون پري ڪان ڪهي اچي سندس اداره ۾ داخل ٿيون جن مان ڪن سان هن جون پيار جون پينگهون بہ ٻڌجي ويون جن جو آءُ مٿي ذڪر ڪري آئي آهيان جن تي هن شاعري جا ڪُل نَوَ ڪتاب لکيا ۽ پوري يونان ۾ هومر

ڪان بعد وڏي ۾ وڏي شاعره ليڪجڻ لڳي. هڪڙي شعر ۾ پنهنجي اداره جي ڪنوارين ڇوڪرين جي آزادي تي خوش ٿيندي چوي ٿي:

نرم ۽ نازڪ جسم واريون ڪنواريون
ڪوئل جهڙي منڙي آواز واريون ڪنواريون
مر مرين گوڏن ۾ خوبصورت پنين واريون ڪنواريون
ماڪيءَ ڪان مٺن چپن واريون ڪنواريون
جن جو نہ مٽ نہ ثاني اهڙيون ڪنواريون
جن کي ڏسڻ جي خواهش هرڪو ڪري اهڙيون پياريون ڪنواريون

ايڏي آزادي واري ماحول ۾ اڻ موت ۽ اڻ جهل پيار بہ ڪڏهن ڪڏهن شاهہ لطيف جي ڳالهہ وانگر بي لغام ٿي ويندو آهي تہ چوڻو پوندو آهي تہ:

ڪڏهن ڪڏهن هينئڙا نٿو وٽين تون
سي پيو سجڻ سارئين، جي وس نہ آهن مون
جڏهن ڪڏهن تون، پيو اڻ پڇا آرا ڪرين

ٿيو هينئن تہ ايڏي پرئي ترئي ماحول ۾ هزارن ڇوڪرين هوندي سيفو جو ايٿنس نالي هڪ اهڙي ڇوڪري سان پيار ٿي ويو. جيڪا اڪيلي هلي هن لاءِ عمر ساري جي سورن جو روڳ بڻجي وئي جنهن لاءِ لکي ٿي:

ديوتائن وانگر تو ڦاسي
جيڪو تنهنجو درشن ڪري ٿو
تنهنجي صورت مورت جو
تنهنجي مڌر آوازن جو
تنهنجي ڌمڪن مهڪن جو
ايڏو اثر آهي جو منهنجي
دل ڌڙڪندي ڌڙڪندي

سيني مان ٻاهر نڪري ٿي اچي
جنهن پل توکي آءٌ ڏسان ٿي
چُپي وڃين ٿي منهنجي ڇاتيءَ ۾
منهنجي دل جي ڌڙڪن هڪڙي
ڇڻ تہ وڃي ٿي هڪ زبان ٻٽجي
اُها چوي ٿي تون بن سجني
ڪجھ ڏسڻ ۾ ڪونہ اچي ٿو.
تنهنجي ڏسڻ سان منهنجي انگ انگ
وڏي ٿي گرمي ڊوڙن ٿيون لهرون

اچا بہ ايٿنس سان مخاطب ٿيندي پنهنجي پيار جو عقيدت سان اظهار ڪندي چوي ٿي:

ڪنهن جُڳ ۾ مون پيار ڪيو هو
اُهو پيار بہ ڪيڏو سندر هيو.
جنهن کي گذرئي جُڳ ٿي گذريا
جڏهن جواني ڪومل گل هُئي.
اُها جواني تنهنجي جواني جواني
پوءِ بہ توکي چوندا هئا کي
بي سمجھ ناخوان او ننيڙڙي
پر مون توسان پيار ڪيو هو
ان کي ڪيئي جگ هئا گذريا

چوندا آهن تہ عشق ۽ مشق لڪائي نہ لڪندا آهن سيفو جي اداره جي شهرت ۽ سيفو جو ايٿنس سان عشق ۽ اُن تي شاعري ڪرڻ واري ڳالهين "ميٿيلين" شهر جي صاحب ثروت عورتن کي سيفو خلاف ساز ۾ سڙڻ جا ٻارڻ ٻاري ڇڏيا ۽ هر ڪنهن عورت اهڙي ڪوشش ڪئي تہ ڪوئي اهڙو ئي ادارو کولي سيفو جهڙي شهرت ماڻي سيفو کي شڪست ڏيئي. پر گهڻين ئي عورتن جي ناڪامي جي باوجود "اينڊريو

ميڊا" نالي هڪ عورت ذري گهٽ اڇي سيفو سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملايو هو ۽ سندس ڪاميابي جي وڏي ڪان وڏي اتڪل اها هُئي تہ هن ڳرن معاوضن جي زور تي سيفو جي اداره مان ڇوڪريون ڪڍي پنهنجي اداره ۾ شامل ڪري ورتيون هيون ۽ سيفو کي هميشه ختم ڪرڻ لاءِ اينڊريو ميڊا سيفو جي دادلي محبوب ايٿنس تي بہ ڏورا اڇلڻ شروع ڪيا هئا. ايٿنس جيڪا معصوم عمر ۾ (12 کان چوڏهن ورهين جي عمر ۾) سيفو وٽ پلجي نندڙي ٻوٽي مان وڏي وڻ تي شهرت ماڻي هُئي أها هر حيلي بهاني سيفو کي ڇڏي ايڊريو ميڊا وٽ وڃڻ لاءِتيار ٿي وئي تہ سيفو ڪاوڙ ۾ ٻرجي ساڙ ۾ سڙي اينڊريو ميڊا خلاف ايٿنس کي سمجهائڻ لاءِ هڪ شعر لکيو.

ڏنارن جي اولاد، بي ترتيب لباس پائڻ واري
أها اينڊريو ميڊا جيڪا اندر ٻاهر .گنوار آهي
ان وٽ ڪو سليقو تہ ڪونهي البتہ هن ڏائڻ
تو تي ڪوئي جادو ڪري مون کان ڌار ڪيو آهي
هو تہ اهڙي بي ڍنگي آهي، جو جانورن وانگر
ڪيس پنهنجي چنگهن ڍڪڻ جو سليقو بہ ڪونہ آهي

فطرت انساني بہ عجيب آهي يڪسوئي انساني ذهن ۾ سمائجي ئي ڪونہ سگهندي آهي هو هميشه اورنهين اور سهي جي تلاش ۾ سدائين پريشان ۽ سرگردان رهيو آهي ايٿنس سيفو کي ڏهاڳ ڏئي وٽائنس وڃي هئي سا نيٺ اينڊريو ميڊا ڏانهن هلي وئي. جڏهن سيفو وٽ ايٿنس کي پاڻ وٽ رهائڻ جو ڪوئي حيلو نہ هليو تہ آخر ۾ نصيحت ڪندي چيائينس:

اي ايٿنس، آءُ توکي جڏهن
پنهنجي هن اکين سان ڏسندي هيس
تہ تون مون کي "هرميو" کان هزار دفعا

حسين ۽ خوبصورت ۽ لافاني لڳندي هُئين
چو تہ ڪنهن فاني عورت سان تشبيهہ ڏيڻ
تنهنجي شان ۾ گهٽتائي آهي، تون تہ لافاني آهين
آءُ تہ چوان ٿي تہ توتان پنهنجو سڀ ڪجهہ قربان
ڪري ڇڏيان مال، دولت، حسن، جواني ۽ شهرت
۽ توکي ايترو پوڄيان جو تون ۾ پاڻ کي گمُ ڪري ڇڏيان

اينٿس کي اينڊريو ميڊا ڏانهن وڃڻو هيو سا نيٺ هلي وئي پر ويندي وقت خط ۾ لکيائينس

ڪڙي مٺي اڻ جهل ۽ اڻ موٽ اينٿس
تنهنجي پريم منهنجو انگ انگ لوڏي ڇڏيو آهي
ڇا تون اِهي سڀ ڳالهيون وساري ويهنديئن
جيڪي تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ راز بڻيل هيون
۽ پوءِ بہ منهنجي پيار کي پٺي پويان اڇلائي
سامهون اينڊريو ميڊا سان پاڪر پائي سُتي پئي هونديئن

اينڊريو ميڊا وٽ وڃڻ کان بعد اينٿس هميشہ لاءِ سيفو کي وساري ڇڏيو پر اِن وڇوڙي سيفو جو سنڌ سنڌ سُڪائي ڇڏيو. پر پوءِ بہ سيفو ننڊ ۾ رڙيون ڪندي چوندي هئي:

هاڻي مون کي پيار چو ڪنيو چور ڪري ڇڏيو آهي
ننهن کان چوٽيءَ تائين ٽڙ، ٽر، ٻئي ٽڙڪان
اينٿس جي ڪڙاڻ بہ ماکيءَ جهڙي مٺي ٿي پانيان
سنڌس ڏاڍ بہ پيار جو پرپاءُ ٿي سمجهان
مون هاڻي سمجهيو آهي تہ اينٿس مون کي ڇڏي تہ
وئي آهي پر منهنجو روح تہ هن سان هر وقت گڏ آهي
پلي مون سان ناتا ٽوڙي، جنهن سان وٽيس تنهن سان جوڙي
پر جتي هجي جيئن هجي خوش هجي بهارون سنڌس قدم چمن

پر اينڊريو ميڊا جنهن اينٿس کي سيفو کان ڇني ڌار ڪيو اُن

خلاف نفرت ۽ حقارت جي باھ سندس سيني ۾ ڀڙڪندي رهي هڪ دفعي اينڊريو ميڊا کي پٽون ۽ پاراتا ڏيندي چيائين:

جڏهن تون مري ويندئين اينڊريو ميڊا
نيٺ تہ توکي هڪ ڏينهن مرڻو بہ آهي
تہ پوءِ توکي تنهنجي پٺيان ڪوئي
ياد ڪرڻ وارو ڪوئي ڪونہ هوندو
اِهو اِن ڪري جو تون شاعره ڪونہ آهين
تنهنجو نہ نالو هوندو نہ ڪوئي نشان
تون ۽ تنهنجو روح، موت جي ويران وادين ۾
رُلندي ڀٽڪندي پنندا رهندو
جو ڪوئي ڇڙو وارو بہ ڪونہ هوندو
هينئر تہ تون اينٿس کي اهڙو قابو
ڪري ڇڏيو آهي جو آءُ ان جي جهلڪ بہ ڏسي
ڪونہ ٿي سگهان پوءِ بہ الائي ڪيئن ٿي جيئان

ايڏي وڏي صدمي سيفو جا لاھ پٽي ڇڏيا جيتوڻيڪ سندس عمر ٽيھ سال مس ٿي هئي تڏهن بہ ائين محسوس ٿي رهيو ڄڻ تہ هن جي عمر جو گهڻو حصو جهاڪي آئي آهي، پر چوندا اهن تہ انسان پٿر کان بہ ڏاڍو هوندو آهي. اينٿس جي جدائي برداشت ڪندي ڪندي بہ سندس پيار جا پيچا پنهنجي ئي اداره جي نازڪ اندام ڇوڪري "گونگا نيلا" سان پيچي ويا پر اُهي بہ اهڙا جو بقول هڪ سنڌي شاعر جي تہ:

وسري ويو روضو
نہ رهي ياد نماز مون کي
اڄ مست ڪيو آهي
پرين جي تاز مون کي

گونگا نيلا وري سيفو لاءِ بهارون موٽائي آئي. سندس شاعري

واري ذات وري پاڻ ورجائڻ شروع ڪيو سيفو جي 30 سالن واري ويران عمر ۾ عشق جا نوان گونچ ايرڻ شروع ٿيا. سيفو وٽ ساڳئي سونهن ساڳيو سينگار نوان نوان احساس ڪئي موٽي آيو سيفو گونگا ٽيلا لاءِ شاعري ڪرڻ شروع ڪئي هوءَ هڪ هنڌ گونگا ٽيلا کي مخاطب ٿيندي پيار ڀرئي انداز ۾ چوي ٿي:

آءُ تہ اڄ رات منهنجي پاسي ۾
گونگا ٽيلا، گلاب جي مکڙي
پنهنجا ساز پاڻ سان کنيون اچجائڻ
اوه، تون نٿي چاٺي گونگا ٽيلا
منهنجي بيتابي، ۽ منهنجي بيچيني
تنهنجي سُندر مکڙي چوڏاري
ڏس ڪيئن نہ پئي طواف ڪري
نہ صرف تنهنجي مکڙي جي چوڏاري
پر تنهنجي خوبصورت بدن تي
سهڻي لباس تي بہ خوشي مان پئي جهومي

سيفو جنهن شهر ۾ رهندي هُئي ان شهر جو ماحول جنسيات جي حساب سان ايترو تہ ڇڙواڳ ٿي ويو هو جو هن شهر جون راتيون ڏينهن ۽ ڏينهن راتيون بڻجي چُڪا هُئا يعني ساري رات محفلن ۽ هوٽلن تي راڳ ڊانس جنسي تشنگي اُجهائڻ جا سڀ وسيلا هر وقت موجود هوندا هئا. ايستائين جو ننگيون ڇوڪريون ۽ ننگيون ڊانسون هلندي هلندي راتيون گذري ڏينهن ٿي ويندا هئا پر سيفو جيڪا ڇاڪاڻ جو ڪان مردن سان نفرت ڪندي هُئي اهي سڀ طلسم سندس لاءِ باراٺا ڪيل هوندا هئا. هيءَ پنهنجي جنس سان محبت ڪندي هُئي ان مان ئي جنسي اڃ اُجهائيندي هئي ان ڪري مردن جو رنگين شرابي ڪيٽني محفلون هن جو ڪجهہ بگاڙي نہ سگهيو. وقت وڏو بيرحيم اهي ڪوشش جي باوجود سيفو جي سونهن ر ناين جا پاڇا لڙندا رهيا ۽ واريءَ جي ذرڙن

وانگر نہ چاهيندي بہ سندس سونهن سندس پڪوڙيل مُنهن مان ويهندي رهي. نيٺ سندس عمر وچي پنجونجاهہ سال کي پهتي پر پوءِ بہ جڏهن هار سينگار ڪري ڪٿان گذرندي هُئي تہ هميشه وانگر شرابي سندس پويان سيٽون ۽ هوڪرا ڪرڻ شروع ڪندا هئ. پر الڪياس کي چلولو چوڻ واري "پتاڪوس" کي نيچ ذات چوڻ واري ۽ اينڊريو ميڊيا کي ڳنوار سڏڻ واري جي سوچ ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو پهريون دفعو هن ڪنهن ڇوڪريءَ جي بجاءِ ڪنهن مرد جي حسن لاءِ سوچيو هو اهو هيو "فائون ملاح" جيڪو مڙداڻي حسن جو مثالي شاهڪار هيو پنجونجاهہ سالن جي عمر ۾ جيتوڻيڪ جسم پنهنجي توانائي جو گهڻو حصو ضايع ڪري چُڪو هو، تڏهن بہ سندس جذبا جوان هئا. هن نئين سر "فائون ملاح" لاءِ شعر چوڻ شروع ڪيا. مگر فائون ساڻس ڪجهہ وقت گڏ رهڻ بعد ڪيس اڪيلو ڇڏي سسلي هليو ويو هو، فائون ملاح جي وڃڻ بعد هن فائون ملاح بابت هڪ شعر لکيو.

مون کي اڄ ڪنهن بہ ڇوڪري جي
پيار جي ضرورت ڪانہ آهي
منهنجي نظر ۾ تہ اُها اينٿس بہ ڪانہ آهي
جنهن جي وڇوڙي مون کي ڪيتري ئي وقت
تائين ڦتڪائي ڦتڪائي بيقرار ڪيو هو
نہ وري انهن ڇوڪرين مان ڪائي مون کي
ياد آهي جيڪي مون کي ساهہ کان پياريون هيون
منهنجي تہ پيار جي خزاني جو مالڪ تہ
اهو هڪ آهي جيڪو فائون ملاح آهي

سيفو فائون ملاح لاءِ چرين وانگر ويهي لکندي هئي. هن لکيو:

اي دوست اڪ ڪٺي مون ڏانهن نهاري تہ ڏس

اهڙي طرح جيئن ڪو پيار ڪرڻ وارو پيار ڪرڻ واري کي
ڏسندو آهي

مون تي پنهنجي پيار پري نظر تہ وجهہ
۽ ڏس تہ مون ۾ اهي جلوا موجود آهن يا نہ
تہ پوءِ آءُ بہ خوش ٿيندي تنهنجي سونهن
کي چتائي ڏسڻ جي سگهہ ساري سگهان

ايڏن حيلن بهانن باوجود بہ پڇاڙڪي پهر "فائون ملاح" سيفو کي اينٽس وانگر ڇڏي هليو ويو. پيار جي بُکي بکهياڙي سيفو، سسلي تائين فائون ملاح جو پيڇو ڪيو مگر هڪ دفعو سندس منهن لڳڻ کان اول اهو سوچي نہ متان فائون ملاح مون کي منهنجي ڍليل عمر جو مهڻو ڏئي ڪڏي اهو سوچي جبل تي چڙهي مست سمنڊ جي چولين ۾ ٽپو ڏي پاڻ کي عشق ۾ مومل وانگر امر ڪري ڇڏي ٿي.

سيفو جي هن عمل مان ثابتي ملي ٿي تہ سيفو، جنهن ساري عمر پنهنجي هم جنسن سان محبت ڪئي ۽ پوري حياتي جو ڪارگر حصو يعني جواني وارو سمورو پيرڊ غير فطري عمل ۾ رائگان وڃائي ڇڏيو. باقي ڍلندڙ عمر ۾ جڏهن فطرت جي جوڙيل قانون طرف رجوع ٿي تہ ظاهر آهي هن کي اهو حص حاصل ٿي نہ سگهيو جيڪونو عمر نوخيز ڇوڪريءَ کي مرد وٽان ملندو آهي. "فائون ملاح ۽ اينٽس بہ ڪيس ڇوپيل ڳني وارو ڪوڪو پوپو سمجهي ڪجهہ گهڙيون ساٿس گهارڻ بعد چپ چاپ ۾ رفو چڪر ٿي ويا. جنهن ڪري سيني پاسن کان ناڪامي کان بعد مومل وانگر ڏاگهہ چڙهي خودڪشي ڪري مري وئي.



# هم جنس پرست سنڌياڻي جوڪري
# (بلائيڻس) هڪ نڊڏڪي عورت

ڪاڪي پيرومل چيو هو تہ 2800 ق. م کي ھيڏانئت سنڌي وڻجارا جيڪي پاڻ کي "پڻي لوڪ" چوارائيندا هئا أهي واپار سانگي خليج فارس مان ھيڙا هاڪاري پنهنجو سامان وڪڻڻ لاءِ بحر الڪاهل جي سامونڊي ڪنارن وارن ملڪن لبنان، يونان ۽ يورپ تائين واپار لاءِ سفر ڪندا هئا ڪين ھيءَ ملڪ ۽ آبهوا ايتري وڻي وئي جو سمير، چائلڊ ۽ فونيقيا ۾ پنهنجو بينڪي راڄ قائم ڪري ھين بہ سنڌي ماڻهن کي وڃي أتي آباد ڪيائون جيڪي پوءِ اتان جي مقامي ماڻهن سا مٿيون ماڻيون ڪري اتان جا سميري، چائلڊي، فونيقي ٿي ويا. اهڙي ڳالھہ آثاري قديمہ جي ماهر "مهڪي" بہ ڪئي ۽ يورپ جو تاريخدان هيرو ڊوٽس 550 ق. م هڪ دفعي ٽائر جي شهر ۾ هڪ فوفيقي پير مرد کان پنهنجي ذات بابت حال احوال اوريندي چوي ٿو تہ ان فونيقي ٻڌايو تہ اسان جا وڏا ڏور اوڀر کان ھيڙن رستي هتي اچي آباد ٿيا هئا فونيقياجي ڏور اوڀر ۾ سنڌ ئي اهڙو ملڪ آهي جتي موسم جي موافقت سان انسان ذات جي سڀ کان اول ۽ تيزي سان ترقي ٿي هئي. أن تي ملڪ يعني سنڌ جي ڏرتي ڄاوا جي دعوىٰ ڪندڙ فونيڪين لاءِ "ڊاڪٽر داس" چوي ٿو تہ يوربي عالمن هرون پيرو پراون ڏڳن کي پنهنجا رسا وجھي ڪٽي پنهنجو بڻايو آهي. سندن اها دعوىٰ تہ فونيقي سامي آهن بلڪل ڪوڙ آهي. فونيقيا قبل از تاريخ آباد زمين جو خطو آهي ۽ تهذيب يافتہ ڌرتي آهي، خود يونانين کي بہ عقل ۽ ارڪان فونيقن سيکاريا. سامي

نسل جو دور ته ڪلھ جي ڳالھ آهي. ڊاڪٽر داس چوي ٿو ته سنڌي
پٽي لوڪ ٻيڙين ناهڻ ۽ ٻيڙين هلائڻ ۽ واپار جا شوقين هئا انهن سنڌ
ڪان پوءِ وڏيڪ سرسبز ۽ جاگرافي طور وٽج واپار جي سهوليت لاءِ
جنهن ڌرتي جو انتخاب ڪيو هوندو اُها لبنان ۽ فونيقيا جي ڌرتي هئي
چو ته ان ڌرتيءَ تي ٻيڙين ٺاهڻ جو ڪاٺ عام جام ملندو هو جيڪو
شام عراق ۽ ايران ۾ پيدا ڪونه ٿيندو هو اُن ڪري هنن سنڌ ڪان بعد
هن نئي ملڪ کي پنهنجو ديش ٻٽائي مٽس نالو رکيو پٽي ديش" جيڪو
مختلف ٻولين جي لهجڻ وارين چرخين تي چڙهڻ بعد ڦيريون ڪائيندو
"پٽي ديش" مان اول "ڦٽي ديش" پوءِ ڦنيشيا ۽ آخر فونيقن سڏجڻ
لڳو. هيءُ نئي اهو ملڪ آهي جنهن جي تهذيب ۽ ترقي ۽ وري انهن جي
بربادي لاءِ قرآن شريف ۾ عاد سمود، ارم جي نالن سان سورت فجر ۽
سورت احقاف ۾ اشارا آيل آهن ته اهي ماڻهو وڏا مالدار ۽ سرڪش هئا
۽ آخر ۾ انهن جي بربادي جو به ذڪر ٿيل اهي. ارڙهين صدي جي
شروع ۾ هڪ جرمن پروفيسر جي. ايم. هيم. پورٽ سعيد هاٹوڪي
لبنان ۽ تاريخ ڪان اول پٽي ديش ۽ تاريخ جو فونيشيا يا فونيقن جا
پراڻا ڪندرات گهمڻ ويو. اُتي هن کي هڪ اونهي ڪڏ نظر آئي. جي.
ايم. هيم. انهيءَ ڪڏ ۾ لهي ويو. جتي ڪيس قبر جو هڪ تابوت نهيل
نظر آيو پروفيسر اُن تابوت ۾ اندر لهي ويو ته ان ۾ هن کي ستين صدي
ق. م واري يوناني زبان ۾ ڪي شعر اُڪريل نظر آيا جن کي سهيڙي
سميٽي تابوت مان ٻاهر ڪڍي آيو ۽ انهن شعرن جو ويهي جرمني زبان
۾ ترجمو ڪيائين ۽ پوءِ ڇپرائي ورتائين جن شعرن جرمني ۾ ڇپجڻ ڪان
بعد ايتري ته شهرت ماڻي جو اُنهن شعرن جو ترجمو فرانسيسي، چيڪ
سويڊيش ٻولين ڪان علاوه يورپ جي سڀن زبانن ۾ ٿيو جنهن ڪان بعد
وڃي دنيا کي خبر پئي ته ليزبن عورتن ۾ شهرت ماڻيندڙ نه صرف
هڪ سيفو هئي پر "بلائيٽس فونيشيا (پٽي ديش) به هڪ نالي واري
يوناني شاعره ٿي گذري آهي جنهن جو نالو يوناني زبان جي عورت
شاعرائن ۾ سيفو ڪان بعد ٻئي نمبر تي شمار ڪيو وڃي ٿو.

يوناني زبان جو مشهور شاعر "هيسيئيڊ" ڪليل لفظن ۾ اعتراف ٿو ڪري تہ اگر "بلائيٽس" سيفو سان ايڏو چتو عشق نہ ڪري ها ۽ اُن لاءِ اينتري دردناڪ شاعري نہ ڪري ها تہ هوند سيفو جيڪو هن وقت شاعري ۾ پنهنجو مقام ماٺي چُڪي آهي اُهو هرگز ماڻي ڪونہ سگهي ها. سيفو سان گڏ بلائيٽس جو نالو نہ ڪڻڻ، نہ صرف وقت ساڻن بي انصافي آهي پر فن، ذات ۽ معصوم نازڪ قدرن جي وڏي حق تلفي آهي:

پروفيسر جي. ايم هيم بلائيٽس جي قبر مٿان لڳل ڪتبي واري شعر کي ٽائيٽل طور استعمال ڪندي چوي ٿو بلائيٽس پنهنجو تعارف هن ريت ڪرايو آهي تہ

جنهن ملڪ ۾ بهار جي موسم
سموندن جي ڪَکين مان ڪَرَ ڪٿي
اُيا ڳات ڪري ڌرتي طرف ڊوڙندي آهي.
جتي پوريون پوريون ٽڪريون
اڻ موت ۽ اڻ جهل مستي پريل
معجزن، دريائن کي چٽينديون آهن
اُها ڌرتي اُها مُٿي، منهنجي مٽي.
ماءُ ۽ منهنجي پوتر جنم ڀومي آهي.
منهنجي سُهٽي ماءُ فونيقن آهي
ها! فونيقن جنهن تي مون کي فخر آهي
منهنجو پيءُ "ڊيموفيلوس" آهي
منهنجي امڙ مون کي روزانہ رات جو
"بيلوس" جا خوب صورت گيت سيکاريندي هئي.
جيڪي مون بر زبان ياد ڪري ڇڏيا هئا.
پوءِ مون "ڪيپرس" ۾ ايفروڊائيٽ ديوي جي
ساراهہ ۾ ڪيئي گيت چيا ۽ ڳايا ها!

أهو اِن ڪري تہ ايفرو ڏائيت ديوي.
سيني سهڻن مائهن جي ديوي آهي اِن ڪري پي
تہ عاشقن ۽ معشوقن ڪي ملائڻ واري ديوي آهي.
منهنجي سيفو سان اول چاڻ سڃاڻ ٿي.
پوءِ منهنجو سيفو سان پيار ٿيو. عشق ٿيو ۽ ٿيندو ويو.
عشق بہ اهڙو جو نہ وٽ نہ واند
مون سيفو لاءِ بيشمار گيت لکيا
سيفو بہ مون لا گيت لکيا پر بيشمار
گيت لکيا. جن گيتن سيفو ڪي امر ڪري ڇڏيو
اُن ڪان بعد چا ٿيو، ان ٻڌائڻ لائق آءُ نہ آهيان
أهو تہ سڀ ڪجهہ سيفو ئي ٻڌائي سگهي ٿي
اوَ منهنجي قبر جي پرسان گذرڻ وارا مسافر
تون يقين ڄاڻ آءُ وڏي سگهڙ ڇوڪري هيس.
مون پنهنجي زندگي هرون پرون رائگان ڪانہ گذاري آهي
۽ ان ڪي وڏي سبيتائي سان سانڍيو آهي
هاٺي جڏهن خير سان پنهنجي گهر پهچين
تہ پوءِ منهنجو سلام ۽ منهنجي هيءَ خبر
تون پنهنجي ڏيءُ سان ضرور ڪجائن
جيڪا منهنجي قبر جي ڪتبي تي تون پڙهي آهي
بس اُن ڪي ايترو ضرور چئجائن تہ هن
منهنجي قبر متان ڪاري ٻڪري جي قرباني ڪرڻ نہ اچي.
پر پنهنجي جواني ۽ سونهن ۽ شراب جي صدقي
ڪنهن سوئا ٻڪري جي ڪير جي ٿڻن
جا گوها منهنجي قبر متان هڻڻ ضرور اچي، (بلائيٽس)

بلائيٽس جنهن پنهنجي ماءُ ڪي منيءَ ماءُ، سهڻي ماءُ ۽ فونيشيا ماءُ سڏيو آهي اُن سبب تي ماءُ جي سگهڙ پائي جون ڳالهيون ۽ ننڍپڻ جون يادون تازيون ڪندي چوي ٿي.

منهنجي ماءُ ماٺهن ڪان اولو ڪري
ڪپڙي جو پردو ناهي، سچ ڪان بہ لڪائي
چانو ۾ مون ڪي وهنجاريندي هئي.
۽ پوءِ ڪپڙا پارائي مون ڪي چمڪندڙ سچ جي
روشنيءَ ۾ وني آٿي پاپوهہ مان ويهاريندي هئي
گهر اندر ڪڏهن رات جي اونداهي ڪي
دور ڪري ڏيئو ٻاري مون ڪي ڦٽي ڏيندي هئي
رات هجي توٽي ڏينهن منهنجي امان مونکي
جڏهن ڦٽي ڏيندي هئي تہ وارن ۾ ڳت ضرور ڪندي هئي
منهنجي امان جڏهن مون ڪي ڦٽي ڏيندي هئي تہ
تہ مونسان ڪائي نہ ڪائي سني ڳالهہ ضرور ڪندي هئي
مون ڪي چوندي هئي ”بلائيٽس“ چاندوڪي مون ڪي ڏاڍي وٽندي آهي
ان ڪري مان بہ چاندوڪي سان چاهہ رکان ٿي.

جڏهن آءُ چاندوڪي رات ۾ پاڙي وارن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان گڏ راند ڪرڻ ويندي هيس تہ:

امڙ منهنجي اڳٺ ڪي ٿي چار پڪيون ڳنڍيون ڏئي ڇڏيندي هئي
۽ چوندي هئي ڪنواريون ڇوڪريون ڪنوارين ڇوڪرين
سان راند روند ڪنديون آهن. نڪي نر ڇوڪرن سان
نر ڇوڪرا نالائق آهن اُهي ذيءُ ذاتڻ جا دشمن آهن
اِن ڪري تون ڪڏهن نر ڇوڪرن سان راند نہ ڪجائڻ
هڪڙي دفعي مون ڪي نصيحت ڪندي چيائين
سنيون ڇوڪريون درين مان ليٽا نہ پائينديون آهن
نوجوان ڇوڪرن جي ڏٺن ۽ دلاسن تي ڪڏهن بہ
يلجي ڀروسو نہ ڪجائڻ. اهي قول فعل ۾ ڪوڙا آهن
رنڙ زالون ۽ وڏي عمر واريون مايون
وڏا جنسي درياءُ اُڪري آيون آهن

ان ڪري انهن ڏوتين جي ڳالهين تي ڀروسو بہ نہ ڪجائن
اِهي تہ الهڙ ڇوڪرين کي آڱرين تي نچائي ڦاسائيندڙيون آهن
۽ انهن کي جهٽ پنهنجي راهہ تا ڀٽڪائيندڙيون آهن
اڄا بہ مونکي چوندي هئي هڪ شام اهڙي ايندي
جو توکي ڪوئي پرائو چائو (گهوٽ)
دهلن شرنائين جي گوڙ گمسان ۾
مون کان ڇني ڌار ڪري هليو ويندو
۽ تون بہ خوشي خوشي مون کي
ڏهاڳ ڏيون هلي ويندئين
پوءِ تنهنجو وڇوڙو مونکي
پل پل کن کن ۾ پيو ستائيندو
ماني ڪائڻ ڪپڙا پائڻ ۽ هر عيد تي
تون مون کي ڏاڍو ياد ايندي هوندئين
پر نہ ڪوئي پرائو چائو (گهوٽ) مونکي وٺڻ آيو
نہ ڪوئي شرنائين دهلن گوڙ گمسان ڪيو
مون تہ سيفو ڏني ۽ ان سان پيار ڪيو
مون لاءِ سيفو سڀ ڪجهہ هئي. پر
سيفو لاءِ وري ناسڊڪا سڀ ڪجهہ هئي.

مٿيئن شعر مان ايئن ٿو لڳي تہ بلائيٽس پنهنجي ماءُ جا سڀ احسان ۽ نصيحتون وساري سيفو واري ظاهري چمڪ دمڪ واري اداره ۾ ماءُ جي مرضي خلاف وڃي داخلا ورتي آهي جنهن ۾ سيفو هن کي پيار جو چسڪو ڏئي هن جي زندگي رانديڪو بڻائي هر وقت کيڏيندي رهي آهي جيڪا ڳالهہ بلائٽس جي هر شعر مان پٽ پڌري ٿي پوي ٿي ۽ هڪ هنڌ هوءَ لکي ٿي.

مان پنهنجون اکيون مهٽيان ٿي تہ
مون کي يقين ٿو ٿئي تہ ڏينهن ٿي ويو آهي

منهنجي پاسي ۾ هيءَ ڪير سِتل آهي؟
مان پڪ ڪيان ٿي اُها سيفو آهي.
پو تہ سندس وار رانديگرن وانگر ڪٽيل آهن
مگر سيفو تہ اجا گهري ننڊ پئي آهي
ننڊ ۾ بہ سيفو ڪيڏي نہ خوبصورت ٿي لڳي
شايد ايفروڊائيٽ ۽ ايريز واري سيفو
بي سونهن خداوند زيوس هن ۾ ڀري آهي
اِن ڪري اج ڪلهہ (600 ق. م) واري سيفو جو مَٽ
هن ڌرتي تي پيدا ئي نہ ٿيو آهي
هاءِ! آءُ ڇا ڪريان. سندس جاڳڻ کان اول
تہ مون کي گهر ضرور پهچڻو آهي
امڙ منهنجو انتظار ڪندي هوندي
پر ڇا ڪريان مون پنهنجي محبوب سيفو
سان سُتل آهيان.
مان پنهنجي محبوب سيفو کي
ڪيئن اورانگهي اُٿان
پنهنجي محبوب کي اورانگهڻ
ڪيڏي نہ بي ادبي آهي. مون کان
اهو ڪم ڪيو تہ ڪونہ ٿو پڄي.
اگر ائين ڪيم پي تہ پوءِ آءُ عشق ۾
ڇئبو تہ اجا ڪچي آهيان پار آهيان
او منهنجا خدا هاڻي مان ڪاڏي وڃان
مون کي تہ ڊپ ٿو ٿئي تہ اگر هوءَ جاڳي پيئي
تہ مون کي گهر وڃڻ ڪونہ ڏيندي
جيڪڏهن آءُ مهل سارو گهر نہ پهتس
تہ منهنجي امڙ مون تي ناراض ٿي ويندي

۽ منهنجي سيفو سان عشق ڪرڻ وارين
ڪڇاين ڪي منهنجي ساڙ سڙين پيٽن جي آڏو
ڪولي ڪولي بيان ڪندي ۽ منهنجو پيٽون
اهڙيون حرام زاديون آهن جو پوري شهر
"پمفيلا ۾ مونکي بدنام ۽ خوار خراب ڪنديون
۽ پوءِ مون ڪي سيني اڳيان شرمسار ٿيڻو پوندو
منهنجي خواري ٿيڻ سان "ناسدڪا" ڪي وارو
ملي ويندو ۽ أها سيفو کي برغلائي مونکان ناراض
ڪرائي ڇڏيندي ۽ آءُ اڪيلي رهجي ويندس

مٿي ذڪر ڪيل بلائيٽس جي شعر مان ايئن ٿو لڳي ته هڪ طرف بلائيٽس جو پيٽون ۽ماءُ ڪيس سيفو سان پيار ڪرڻ جي مخالف آهن ته ٻئي طرف سيفو وٽ "ناسدڪا" نالي هڪڙي ڇوڪري موجود آهي جيڪا سيفو ۽ بلائيٽس جو پيار ذهني طور قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه آهي. بلائيٽس جي شعرن مان معلوم ٿئي ٿو ته ناسدڪا جي ورغلائڻ سان سيفو بلائيٽس سان بي وفايون ڪري ٿي جنهن تي بلائيٽس سيفو جو شهر ڇڏي ميٽلين شهر وڃي رهي ٿي، يونان جي ڌرتيءَ تي اُن وقت ميٽلين ۽ ليز باس، اهڙا ڳوڙها ۽ وڏا شهر آهن جتي ڪنهنکي آساني سان ڳولڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. پوءِ انهي شهر ۾ بلائيٽس سيفو کي ساڙ ڏيڻ لاءِ يا ماءُ جي نصيحت تحت ته ڪوئي پرائو چائو (گهوٽ) توکي دهلن ۽ شرنائن جي گوڙ گمسان ۾ مونکان ڌار ڪري ويندو. ان اميد تي هڪڙي نوجوان مرد سان عشق ڪري ٿي جنهن جا اهڃاڻ سندس هن شعر مان ڇٽا ڇٽا نظر اچن ٿا.

ٻئي ڏينهن هو واپس موٽي آيو ته
مان پنهنجو چهرو هن کي ڏسي پنهنجي ٻنهي
هٿن ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ اکيون پوري ڇڏيون
هن ڏاڍي پيار سان منهنجا هٿ ڪوليندي چيو

تہ ٻڄ نہ اسان کي ڪنهن بني بشر ڪونہ ڏنو آهي
مون ڇيو ائين نہ ڇئو رات ۽ چنڊ تہ سڀ ڪجهہ ڏنو آهي
پوءِ چنڊ جڏهن پنهنجو چهرو ڍنڍ ۾ ڏسندو تہ
اسان جي سموري ڳالهہ ڍنڍ سان ڪري ويهندو
ڍنڍ وري اها حقيقت پاڻي سان ڪري ويهندي.
پاڻي ونجهہ کان اهڙو خوبصورت واقعو ڪٿي لڪائي سگهندو
تہ وري ونجهہ پنهنجي ملاح سان ڪٿي ٿو ڪوڙ ڳالهائي سگهي.

ملاح وري اهڙو جوان ٿي نہ آهي جو اها ڳالهہ پنهنجي زال کان ڍڪي سگهي.

زائفان ذات تہ اهڙي ڦسڪڻي آهي جو هن جي ذهن ۾
ڪائي ڳالهہ نہ ٽڪندي آهي نہ ماپندي آهي
ملاح جي زال اُها سموري ڳالهہ وڃي ٻمفيلا ۾ منهنجي ماءُ ۽
ڀينرن کي ٻڌائيندي ۽ پورو ٻمفيلا منهنجي خواري ڪندو
"ناسٻڪا" ۽ سيفو وٽ بہ منهنجي بدنامي ٿيندي
۽ پوءِ آءُ ڪنهن کي مُنهن ڏيکارڻ جي لائق نہ رهنديس
ان ڪري پنهنجو چهرو لڪايو اتم شرمساري ۽
بدنامي جي ڀَوَ کان تہ مون کو ڪَڏو ڪم ڪري ويٺي آهيان.

سياڻا چوندا آهن گهوڙو لغام سان انسان زبان سان سڃاتو ويندو آهي تہ هنن ٻنهي جي اصليت چا آهي. مٿي ذڪر ڪيل سيني شعرن مان ائين ٿو معلوم ٿئي تہ بلائيٽس پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن جي نافرماني ڪندي سيفو جهڙي هم جنس پرست عورت جي چڪر ۾ اچي وئي آهي ۽ اهڙين عورتن جي چڪر جو انتباه سندس ماءُ اڳ ۾ ئي ساڻس ڪيو هو جڏهن بلائيٽس ننڍڙي هُئي ۽ ماڻس وارن کي ڦٽي ڏيندي ڳَتَ ڪندي اها ڳالهہ بہ ڪئي هيس تہ ڪڙپيل ۽ عمر رسيده عورتن يا چالاڪ عورتن جي چڪر ۾ نہ اچجائن پر چوندا آهن جواني ديواني آهي جواني جي انڌ تي بلائيٽس سيفو ۽ ناسٻڪا جي چڪر ۾

جي ڪري پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائڻ بعد سيفو جو شهر ته ڇڏي تي وڃي پر پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن کان به جدا ٿي ميٽلين ۽ ليز باز جهڙن وڏن شهرن ۾ پاڻ کي گم ڪري ٿي ڇڏي جتي ايترو ته ڀٽڪي ٿي وڃي جو سندس لائين ئي تبديل ٿي وڃي ٿي. اُتي هن جي صحبت اوباش مردن سان ٿئي ٿي.

جيڪي سائنس جنسي تعلقات رکڻ لاءِ پنهنجا هٿ ڪنڊا استعمال ڪندا رهن ٿا مثلا واعده، ڏکيا پريم پتر، زندگي ساڻ نڀائڻ جا دستاويزي ثبوت تحريري واعدا جن جي آسرن تي ڀلجي راهه تان اڄان وڏيڪ ڀٽڪي وڃي. هڪ اهڙي پريمي پني جو ذڪر لوڪان لکي هن ريت ڪري ٿي.

افسوس اڄ مون کان پنهنجي پرين جو پريم پتر
الائي ته ڪهڙي هنڌ ڪري پيو آهي
مون ته پنهنجي يار جي خط کي پنهنجي ساهه
واري هنڌ سيني جي گرمي اندر لڪايو هو
جڏهن هيءُ پريم وارو پنو مون کي مليو هو
تڏهن مون کي ڪيڏي نه خوشي حاصل ٿي هئي
مون اِن جي ملڻ جي خوشي ۾ ڪيڏو نه ڏوڙندي
ڏوڙندي تڪڙو گهر پهچڻ جي ڪئي هئي
ته اُتي آرام سان ويهي هن جو هڪ هڪ اکر
سيني سان سانڍي دل جي ورن وڪڙن ۾ لڪائي پڙهان
پر افسوس منهنجي نصيب جي برائي اِهو خط رستي ۾ ڪري پيو
مون پنهنجي پيرن جي نشان تي موٽي ڳوليو مگر مونکي نه مليو
خبر نه آهي اُهو خط ڪنهن کي هٿ اچي ويو آهي
او خدا مان التجا ٿي ڪريان ته تون مون کي بچاءِ
اگر ان خط جي سٽڪ منهنجي ماءُ کي پئجي وئي
ته هوءُ مون کي پنهنجي ساڙ سڙين ڏيئرن اڳيان بي عزت ڪندي
جيڪڏهن ڪنهن عورت کي مليو ته اُها ڏائڻ وري

ناسڏڪا وانگر منهنجي يار ڪي ڏيکاري هيئن چوندي
ڇا ! مان بلائيٽس کان گهٽ سهڻي آهيان؟
جو تون منهنجي بجاءِ بلائيٽس سان ٿو پيار ڪرين
اگر اهو خط ڪنهن مرد کي هٿ اچي ويو ته
هو مون کي اهو پريم پريو پتر ڏيکاري پوءِ
مون کان پنهنجي لاءِ پيار ڪرڻ جو واعدو وٺندو
پوءِ ڇا ٿيندو اهو صرف آءٌ ئي ڄاڻان ٿي
او خدا تون رحم ڪر رحم ڪر رحم ڪر ته
ته اهو خط ڪنهن ماڻهو بجاءِ ڪنهن جانور کي هٿ
اچي وڃي ۽ اهو ان کي ڪائي ڪپائي ڇڏي.

بلائيٽس جيڪا هڪ دفعو راهه راسته کان ڀٽڪي سيفو جي دام ۾ ڦاسي پنهنجي خوبصورت جواني ۽ سونهن اتي وڃائي چوپيل ڳني وانگر اڇلجي وري فطرت جي طرف يعني ماءُ جي چوڻ موجب ڪوئي گهوٽ توڪي شرنائين جي گونج ۾ اچي مون کان ڌار ڪري ويندو اِن آسري تي مردن طرف متوجهه ٿئي ٿي ۽ سيفو جي اداره کان نفرت ڪري ٿي ته عمر اهڙي کي پهتي آهي جنهن کي ڪوبه خوبصورت نوجوان قبولڻ لاءِ تيار ڪونه آهي. هاڻي آءٌ جيڪو بلائيٽس جو شعر پڙهنديس ته ان مان اِها پلي پٽ پروڙ پوي ٿي ته اُن نوجوان جنهن هن کي پريم پتر لکيو آهي اهو به سائنس گڏ ايستائين هليو آهي جيئن سنڌيءَ ۾ هڪ چوٽي عام مشهور آهي ته:

”ڪم لٿو ته ڏکڻ وسريو“

مگر هن لاءِ شرنائين جي گونج واري سفر لاءِ اهو به تيار نه ٿيو آهي. پوءِ بلائيٽس جا پرڪار اسان کي يورپ جي تاريخ جي بابا آدم هيرو ڊوٽس جي لکڻين ۾ نظر اچن ٿا جنهن لکيو هو ته يورپ جي مختلف ملڪن جون نو عمر ڇوڪريون ڊيلفي يا ايفرو ڊائيٽ جي مندرن ۾ هار سينگار ڪري وڃي قطار ٺائي ويهنديون هيون ان اميد تي

تہ ڪوئي نوجوان زيارتي پنهنجي وَني جي تلاش ۾ جڏهن مندر ايندو تہ مون کي پسند ڪري منهنجي جهولي ۾ سڪو اڇلائيندو.

سڪو اڇلائڻ لاءِ هيرو ڊونس وضاحت ڪندي چيو هو تہ جنهن نوجوان کي مندر ۾ ڪائي ڇو ڪري وٺي ويندي هُئي تہ اهو نوجوان ڪو بہ سڪو سندس جهولي ۾ اڇلائيندي چوندو هو تہ ".خدا تنهنجو ڀلو ڪري" جنهن ڪان بعد اُها ڇوڪري ان نوجوان سان گڏ هلي ويندي هئي ۽ پوءِ اُهو نوجوان شرنانين ۽ دهلن جي گوڙ گمسان ۾ اُن نينگري سان شادي ڪري وٺندو هو. هيرو ڊوٽس جنهن لاءِ آءُ اڳ ۾ گهڻو ڪجهہ چئي آئي،آهيان ان جو چوڻ هيو تہ اِن طريقي سان خوبصورت نوجوان ۽ جازب نظر ڇوڪرين کي شادي جي اميد تي مندر ۾ گهڻو وقت ويهڻو ڪونہ پوندو هو ويهڻ شرط ڪوئي نہ ڪوئي نوجوان مندر ۾ ايندي سندن جهولي ۾ سڪو اڇلائي ساڻن شادي ڪري وٺندو هو پر وڏي عمر واريون ڇوڪريون يا ڪوجهيون ڪاريون ڇوڪريون تہ ورهن جا ورهہ مندرن ۾ ويٺيون هونديون هيون ڪين نہ ڪوئي سڪو جهولي ۾ اڇليندو هونہ وري انهن جي شادي ٿيندي هئي. هاڻي ايندڙ بلائيٽس جي شعر مان بہ ائين ٿو لڳي تہ بلائيٽس سيفو جي اُداره مان لتاڙجي ڪني ڪوڙهي ٿي ماءُ جي پراڻي نصيحت کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ تہ اِن آسري تي وَرُ ڳولڻ لاءِ هي ايفرو ڊائيٽ جي مندر ۾ اچي ويهي ٿي مگر اتي ڪيس حد ڪان وڌيڪ ناڪامي جو منهن ڏسڻو پوي ٿو. ڪوئي نوجوان هن طرف نہ ڌيان ڏئي ٿو نہ شادي لاءِ دعا ڪري سڪو سندس جهولي ۾ وجهي ٿو ان ناڪامي کي ڏسندي ايندي ويندي جوان کي شعر ۾ چوي ٿي:

او نوجوان مون ڪان مُنهن پاسيرو ڪري
ايترو پري لنوائي نہ لنگهہ
رات جي اونداهيءَ ۾ آءُ ڏاڍي
خوبصورت لڳندي آهيان ذرا ڏس تہ سهي

تون ذرا غور ڪري سوچي ڏس
منهنجي عمر به ڪا اهڙي وڏي ته ڪانه آهي
اڃا هاڻي ته منهنجي عمر جي بهار
مون کان مس موڪلايو آهي
جيڪا منهنجي عمر جي سرءُ اڃا شروع
به ڪانه ٿي آهي تون غور سان ته ڏس
پوءِ به مون ڪنهن جوانڙي جي بهار واري
عمر جهڙي ته آهيان ٿورو ترسي ويچار ته ڪر
او! واٽ ويندڙ نوجوان ڳڀرو شهزادا
هڪ دفعو منهنجي مُنهن ۾ چٽائي ته ڏس
هيءُ منهنجو اُهو مُنهن اٿئي
جنهن کي سڄي يوناني قوم شدت سان چاهيندي هئي
او ڇريا! هيءُ منهنجو اُهو مُنهن ته آهي
جو جڏهن آءُ سيفو جي سنگت ۾ هيس
ته هر يوناني منهنجي مُنهن جي هڪ جهلڪ
ڏسڻ لاءِ بيقرار ۽ بي تاب هوندو هو
هيءُ منهنجو اُهو منهن ته آهي جنهن تان
سيفو روزانه هزارين چميو پئي وٺندي هئي
او! نوجوان هڪ دفعو منهنجا هيءُ سونهري
وار ته چٽائي اچي ڏسي وڃ
منهنجي انهن سونهري وارن ته سيفو کي
گيت لکڻ لاءِ مجبور ڪيو هو
جن لاءِ سيفو سوين نه بلڪ هزارين گيت لکيا هئا
پوءِ به تون مون کان لنوائي ٿو لنگهين
او! ره گزر مسافر مون کان ڪنڌائيتو ٿي نه گذر

مون تہ تون لاءِ اڄ واري ڏينهن جي
خوشي لاءِ پنهنجي جواني جي هر چيز
سانديي ستوڪي سليقي سان سنڀالي رکي آهي
مون تہ اِن اميد تي اِهي شيون ساهہ کان وڌيڪ
تون لاءِ سانديي رکي ڇڏيون آهن
تون مونسان پيار ڪر هڪ دفعو
محبت جو اقرار ڪر تہ پوءِ مان توکي
"ليگاس شهر" جي نهيل سڀ کان قيمتي
۽ سريلي بانسري توکي ڏئي ڇڏيان
۽ ٻڌ! مون تون لاءِ "ناسڊڪا" جو ڪچو بہ
اڄ ڏينهن لاءِ سانديي. رکيو آهي
صرف تون ايئن ڪر تہ مون کان لنوائي نہ لنگهہ،
۽ هڪ دفعو مون کي پيار ڀرين نظرن سان ڏس.

ليڪن بلائيٽس سيفو جي هم جنس پرست اداره ۾ رهي ڪري ايترو تہ بدنام ٿي چُڪي هئي جو سندس لاءِ پوري يونان جو ڪو ئي نوجوان سندس ماءُ وٽ تہ ان جو رشتو وٺڻ ڪونہ آيو پر پوءِ چاليهن سالن جي عمر ۾ جڏهن ايفرو ڊائيٽ جي مندر ۾ ڪنهن مرد سان شادي ڪرڻ جي ارادي سان قطار ۾ ويني تڏهن بہ ڪنهن نوجوان هن طرف ڪوئي ڌيان نہ ڏنو جيتوڻيڪ سوين نوجوانن کي ايلاز منٿون ۽ لاچون بہ آڇيندي رهي مگر ڪنهن ڏانهس هڪ نظر کڻي نهارڻ بہ گواره نہ ڪيو جنهن نا اميدي جو شڪوو حسن عشق جي ديوي ايفرو ڊائيٽ سان ڪندي آخري دفعي چوي ٿي.

اي بي رحم ايفروڊائيٽ ديوي
ڇا؟ تون واقعي ايڏي بي رحم ٿي وئي آهين
واقعي ان ۾ تنهنجي مرضي شامل آهي
تہ منهنجي سونهن ۽ منهن جي سوڀيا

ايئن بي نام ۽ گم نام گذري وڃي
ڇا منهن جي سونهن ايئن واري جي ذرن
وانگر هڪ هڪ ذرو ٿي اڏامي هلي وڃي.
منهنجا سهڻا وار منهنجا سون ورنا وار
ايئن لاوارث ٿي ختم ٿي وڃن
جن ۾ ڪوئي آڱريون ڦيرائڻ وارو ئي نہ هجي
ڇا؟ آءُ پاڻ جيئري ئي پاڻ کي
مئل محسوس ڪريان جنهن جي لاش کي
ڪوئي چُمي ڏيڻ وارو ئي ڪونہ هجي
اي سنگ دل ايفروڊائيٽ تون هي ڇا ڪيو
مون جهن آئيني ۾ پنهنجو مُنهن ڏسان ٿي تہ
اهو منهنجو چهرو مون کي منهنجو لڳي ئي ڪونہ ٿو
مون کي تہ هڪ اڻ ڄاتل خوف کنيو ٿو وڃي
منهنجي چپن تي تہ اُها مرڪ آهي ئي ڪانہ جنهن تان
سيفو پنهنجا چپ پري ئي نہ ڪندي هُئي
نہ وري منهنجي ڳتن ۽ ڳلن تي رتن جوت
واري لالائي جي ڳاڙهاڻ آهي
مان تہ ڏسان تي جڻ تہ هي چهرو
منهنجو چهرو آهي ئي ڪونہ
جنهن کي سيفو ڳتو ڳتي تي رکيو پيئي هوندي هئي
۽ رات ڏينهن پئي چميون وٺندي هئي
۽ گهڙي ڪن لاءِ بہ پري ڪونہ ويندي هُئي
منهنجي پلا عمر بہ ڪهڙي گذري آهي
جو تون افروڊائيٽ مون کان سڀ ڪجهہ کسي ورتو آهي
اٺ ضرب پنج سو ٽيو چاليهہ
پلا چاليهہ سال بہ ڪا عمر آهي

تنهنجي مرضي آهي هاٿي مونکي ڪوئي
شرنائين جي گونج ۾ وٺڻ ئي ڪونہ ايندو
مون کي ايئن ٿو محسوس ٿئي هاٿي مونسان
ڪوئي پيار ڪرڻ لاءِ ايندو ئي ڪونہ
او! لافاني ڪيپرئيس" اڄ مون پنهنجا
وار نظراني طور توکي پيٽ تي ڏيان
او لافاني ڪيپرس هي بلائيٽس جو آخري گيت بہ
تنهنجي دروازي لاءِ نظرانو آهي.

بلائيٽس جي هن آخري گيت کان بعد ايئن ٿو لڳي تہ هوءَ زندگي کان بيزار ٿي پئي آهي هن گيت کان بعد سندس جو ڪوئي گيت نہ مليو آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ بلائيٽس بہ سيفو وانگر آخر ۾ ناڪامين کان تنگ ٿي خودڪشي ڪئي آهي. بلائيٽس جو لاش تہ ڪنهن نہ ڪنهن کي هٿ اچي ويو آهي جو ڪيس سندس شعري مجموعي سان گڏ تابوت اندر قبر ۾ رکيو ويو آهي پر سيفو جو تہ لاش بہ ڪنهن کي هٿ ڪونہ آيو هو جنهن مان ثابت ٿو ٿئي تہ هٺرادو سيڪي هٿ ڪندا آخر ڪار مرد توڻي عورت لاءِ بربادي ڪانسواءِ ڪجهہ ڪونہ آهي.

سيفو ايندريو ميڊا ۽ بلائيٽس جي غير فطري بي راهہ رويي يعني هم جنس پرستي ۽ سندن ئي آخري انجام کي ڏسي ڪري هر ڪنهن يوناني کي نہ صرف هم جنس پرست عورت کان بلڪہ هر عورت کان نفرت ٿيڻ لڳي ايتري قدر جو ديو مالائي قصن ۾ پنڊورا نالي هڪ عورت ديوي لاءِ تصور ڪيو ويو تہ هر برائي جي جڙ اِها ئي ديوي آهي اِها ديوي انسان ذات جي سيني براين ۽ بربادين جو ڪارڻ آهي. ساڳئي ئي ڳالهہ يهودي عقائد موجب بيبي هوا لاءِ بہ ڪئي وئي تہ اِن حضرت آدم کي ورغلائي ڪڻڪ جو داڻو کائڻ لاءِ آماده ڪيو ۽ اهَو ئي سبب بڻيو حضرت آدم جو جنت مان نيڪالڻ جو.

يونانين عورتن خلاف نفرت جي انداز کي اتي بس تہ ڪونہ ڪرائي پر نقادن تہ هينئين چوڻ بہ شروع ڪيو تہ ڪام ديوي افرو ديتي (Approdite) يونانين جي وڏي ديوتا جي زال هوندي بہ وڌيڪ ٽن بين ديوتائن سان ناجائز تعلقات قائم ڪري ورتا هئا. جنهن جي پيٽ مان محبت جو ديوتا ڪيوپڊ (Cupid) پيدا ٿيو جنهن تہ ماڻهن جا خانا خراب ڪري ڇڏيا. ديوتا جي روپ ۾ سندس مندر فحاشي ۽ زنا جو هڪ مقدس پيشو بڻجي ويو رنڊي جو ڪوٺو يونان جو عبادت گاهہ بڻجي ويو پر چوندا آهن تہ ڪوڙ کي پَرَ تہ آهن پر پير ڪونہ آهن ڪوڙو يا غير فطري ڪو بہ عمل في حال تہ ايڏو اڏامي ويندو آهي جو هر ڪنهن جو توجهہ ان طرف ڇڪجي ويندو آهي پر بقول سياڻن جي ڪوڙو يا غير فطري عمل گهڻو وقت ٽڪاءُ ڪري ڪونہ سگهندو آهي. يونان جي ماڻهن کي انهن فعلن واري عورتن کان نفرت ٿيڻ لڳي عورتن خلاف سختي وارا نوان قائدا ۽ قانون ٺهندا ويا جو بقول "محترم فهميده حسين، تہ بعد ۾ دانائن جي هن ڌرتي (يونان) جا ماڻهو پنهنجي معقوليت پسندي جي باوجود عورت جي باري ۾ اهڙا نفرت آميز خيال پيش ڪرڻ لڳا جو پڙهندي حيرت ٿيو وڃي جو عورت جا قانوني حق تہ رهيا پنهنجي جاءِ تي پر اُٽلو عورت تي انسان هجڻ ۾ بہ شڪ ڪرڻ لڳا پوري يونان ۾ عورتن سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪرڻ لڳا. يوناني عورت جي باري ۾ ايترو نيچ طريقي سان سوچڻ لڳا جو هڪڙو دوست ٻئي دوست کي پنهنجي زال هڪ رات يا ٻہ راتيون اُڌار طور ڏيڻ ۾ بہ عار ڪرڻ نہ لڳو. يا هڪ دوست ٻئي دوست کي پنهنجي زال تحفي ۾ ڏيڻ ۾ بہ عيب سمجهڻ نہ پيو لڳي. يونان ۾ اهڙا بہ قانون پاس ڪرايا ويا جو مڙس جي وفات کان بعد عورت کي نرينہ اولاد نہ هجڻ سبب مڙس جي ملڪيت مان ڪجهہ بہ نہ ڏيڻ جي حقدار ٺهرايو ويو عبدالرزاق سومرو ماهوار الصادق سال 1984 آگسٽ واري شماري ۾ هڪ يونانيءَ جو قول نوٽ ڪندي چوي ٿو.

باهہ جي سڙڻي نانگ جي کاڌي جو علاج ته ي سگهي ٿو
مگر عورت جي فتني کان بچڻ جو علاج ٿي ڪونهي
ساڳئي ئي رسالہ ۾ هڪ يوناني اديب جي هڪ لکئي لکندي پڌائي ٿو تہ:

عورت ٻن موقعن تي مرد لاءِ باعثِ مسرت هوندي آهي.
هڪ شادي جي وقت ٻيو موت جي وقت

467 کان 347 ق. م خود افلاطون پنهنجي ڪتاب Prepulica جمهوريت ۾ هڪ هنڌ لکيو هو تہ دنيا جي هر خرابي جو ڪارڻ عورت آهي ۽ هر فساد جي پاڙ عورت وٽان شروع ٿئي ٿي.



# مُنهَن اَملہَ (مومل)

هن ڌرتيءَ جي خوبصورت چهره مٿان اڄ بہ اُنهن قومن جي قدمن جا نشان روز روشن وانگر نتَ نوان اِن ڪري آهن جو اُنهن پنهنجي لوڪ ورثہ ڪي فنڪارانہ صلاحيتن سان هزارين سال سيني ۾ سانڍڻ جي باوجود ويندي ويندي بہ پنهنجا پيرا اهڙي سهڻي انداز ۾ ڇڏي ويا آهن جو جن تي هر دور جو ماڻهو هلڻ ۽ ڏسڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. پوءِ اُهي فرعون مصر جي اخناطون جا اصلاحي ڪارنامہ هجن توڙي بابل ۽ سمير جي گل گاميش جو ملڪ عدم جي سفر جو داستان يا ڪٿي هومر جي تخيل تان ورتل اولمپڪ جبل جي انسان نما ديوتائن جون ڪهاڻيون ۽ قصا هجن.

هڪ دفعي دنيا جي وڏي ڏاهي "آيون" چارڻ يا قصہ گو سگهڙ سان ڪچهري ڪندي سقراط ڪانئس سوال ڪيو هو تہ.

هيومر ڪي دنيا جو وڏي ڪان وڏو شاعر ڇو ٿو مڃيو وڃي؟ تہ ان جي جواب ۾ "آيون" سگهڙ ٻڌايو هو تہ هيومر دنيا جو وڏي ڪان وڏو شاعر اِن ڪري آهي تہ هن پنهنجي ڌرتيءَ جي ماڻهن جي ڳالهہ ڪئي آهي. انهن جي سونهن، سوڀيا جبلن، پهاڙن، ميدانن ۽ کيتن جي ڳالهہ ڪئي آهي ساڳئي وقت يوناني قوم جي لوڪ ورثہ ڪي امرتا بخشي آهي. ان ڪري هومر دنيا جو وڏي ڪان وڏو شاعر مڃجي ٿو آهي.

جڏهن لوڪ ورثہ جي ڳالهہ ڇڙي آهي تہ پنهنجي ڌرتي (سنڌ ماءُ) جي سيني تي "آيون" جهڙن هزارين ڏاهن راتين جو راتيون جاڳي اوسيئڙا ۽ اوليئڙا ڪاٽي پنهنجي لوڪ ورثہ ڪي جهرن جهنگن وستين ۽

واهڻن تائين نسل در نسل پئي منتقل ڪيو آهي پوءِ اهو بانڪي شاهه بهرام جو قصو هجي، توڙي دودي چنيسر جي ڳالهه سسئي پنهون جو داستان هجي، توڙي مومل راڻو جو رسامون يا سڏونت سارنگا جو معاشقو هجي، توڙي سهڻي ميهار جي ٽريجڊي. هر هڪ داستان کي سنڌ جو داستان گو (سگهڙ) پاڻ ۾ لوچي ۽ پوکي، ڪربناڪ پيرائن ۾ پيڙجي اُن جو حسين ڪان حسين عڪس ڪڍي جڏهن پنهنجي ٻڌندڙن جي اڳيان پيش ڪندو آهي ته هر ماڻهو اُن هڳاءُ ۾ واسجي. پنهنجي حواسن تان ذهن جي گرفت واري تند جي قابو محسوس ڪندي داستان جي طلسماتي مانداڻ ۾ مَنڊجي گُٽنگ موالي وانگر ڪجهه گهڙين لاءِ دنياوي توڙي سماجي پيڙائن کان پاڻ کي وائکو ۽ واندو ٿيڻ محسوس ڪندو آهي. جيڪو ڪيو ڪرتبو سگهڙ فنڪارن جي رت ولوڙ واري زمري ۾ شامل ٿئي ٿو.

هڪ دفعي سنڌي ادب جي ٽيڪاڪار ذوالفقار راشدي چيو هو ته فنڪار ۾ وڏي کان وڏي خوبي اِها هجڻ گهرجي ته فن جي سرجڻ وقت صرف فن ئي نظر اچڻ گهرجي نه ڪِ- فنڪار! جيڪا خوبي سنڌ جي داستان گو (سگهڙن) ۾ ننهن کان چوٽيءَ تائين ٿمي ٿمي پريل آهي. ساڳئي ئي ماجرا مون کي هڪ هزار ق.م جي يوناني ڏند ڪٿائي نانءُ سيفو جي فن ۾ به نظر اچي ٿي جنهن جي شاعري جي فنڪارانه صلاحيتن ڪيس ايتري ته امرتا ڏني آهي جو جنهن خطه زمين (ليزبن) تي ويهي هن پنهنجو فن سرجيو آهي اُن نالي ڪٽڻ سان ذهن جي اسڪرين تي هڪ خوبصورت هم جنس پرست عورت جو عڪس هڪدم ابري اچي ٿو. جنهن کي عرف عام ۾ "ليزبين" عورت چيو وڃي ٿو. اهڙي ئي طرح هند توڙي سنڌ ۾ لفظ "ڪاڪ" اُچارڻ سان ذهن تي خوبصورت نارين جي جُهرمٽ ۾ لُڊائي جي ڪنڌيءَ تي جنت نظير محل ۽ مومل (مُنهن-اَملهه) جو چهرو پنهنجا فنڪارانه ڪرتب (ڊاري راند، جسم جي نمائش وغيره) ڏيکاريندي جرڪندو نظر اچي ٿو. جنهن جي چمڪ

دمق جي تجلن کان کيرا ٿي ڏيهه پرڏيهه کان پروانا پنهنجي قسمت آزمائي جو سامان سهيڙي ميدان ڪارزار (ڪاڪ) پهچن ٿا ۽ چند ڏينهن ۾ سمورو الهه تلهه ڪاڪ محل ۾ لٽائي فقير ٿي بنواس پوڳن ٿا. جنهن لاءِ شاهه صاحب مٿن شاهدي ڏيندي چوي ٿو.

بيڪاريءَ ڪي بر ۾ ويو ڪيف چڙهي
ڳالهيون ڪندي ڪاڪ جون ڳوڙها پيس ڳڙي
ڪا جا انگ اڙي، جيئن چٽا ڦٽ چڙي پيا.



# مومل جو پوتا ميل

بين الاقواميءَ طور هڪ راءِ قائم ٿيل آهي تہ لوڪ ادب قومن جي تاريخ جو بنيادي ٿنڀ آهي. انهيءَ ۾ شڪ جي ڪا بہ گنجائش ڪانہ اهي تہ ڪو سنڌي لوڪ ادب ڪنهن چارڻ، ڪنهن سگهڙ جي خيال جي پيداوار آهي. پر اُهي جيئرا جاڳندا ڪردار پنهنجي وقت ۾ موجود هئا. سنڌي لوڪ ادب جي ڪهاڻين جا هيرا ۽ ڪردار اڄ بہ جيئرا جاڳندا زنده مثال آهن نہ ڪِ يوناني ۽ هندي ڪهاڻين وانگر مافوق الفطرت ۽ اڄ جي جديد دور ۾ ويساهہ ۾ نہ اچڻ وارا ماڻهو آهن جيئن تہ منهنجي مضمون جو موضوع مومل آهي ان لاءِ ايترو عرض ڪندي هلان تہ هن موضوع جي سرجڻ واري پيرڊ ڪان اڄ تائين، سگهڙن، عالمن، شاعرن، ۽ صوفي بزرگن ايترو تہ ڪجهہ ڳايو، لکيو ۽ سنواريو آهي جيڪو خود مومل جي تصور ۾ بہ نہ هوندو تہ منهنجي قوم هزارين ظالمانہ ۽ بي رحمانہ عملن ڪي منهنجي صرف هڪ سچي عمل يعني پيار ۽ محبت ۾ سرخرو ٿيڻ جي سلہ ۾ سڀ ڪجهہ درگذر ڪري مون ڪي ايتري تہ پذيرائي ڏيندي جو منهنجي هر غير سماجي ۽ غير روايتي ڪارنامن جي باوجود بہ شاهہ لطيف جي سورمين مان هڪ تسليم ڪندي. جنهن لاءِ مومل جو روح اڄ بہ شاهہ جو هي بيت وظيفي وانگر هر روز لکين دفعا ورجائيندو هوندو تہ:

منهنجي مداين جي ڪل پريان پيئي
تہ ڪڏهن ڪوسا نہ ٿيا، ڏوراپو ڏيئي
ساجن سيوئي منهنجون ڍڪيو ڍول ڍلائيون.

هونئن به شاهه سائين جي سورمين مان مومل ۽ سهڻي جا ٻرڪار اهڙا ته اڻ وڻندڙ ۽ ناشائستا آهن جيڪي اڄ جي سنڌي سماج ۾ هرگز هرگز فِٽ نٿا ٿين.

هڪڙيءَ جا عمل اِهي آهن جو لڏاڻي جي ڪنڌيءَ تي ڪاڪ محل جو رنگ رچائي خوبصورت ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا ٻيڙائتن ۽ مُسافرن جي عياشي لاءِ دولت جي عيوض مُيسر ڪري ڏئي ٿي. ۽ ٻاڻ وري سيفوءَ وانگر ٻاڻ وٽ پاليل ۽ سيڪاريل ڪاڪين (نيون بالغ ٿيل ڇوڪريون) سان هم جنس پرستي سان گڏ مسافرن جي آسائش لاءِ نوخيز ڪونئرن (نوان سامايل ڇوڪرا) کان جنسي لذت جو مزو به وٺندي رهي ٿي. تڏهن ته سگهڙن راڻي طرفان ڪيس مهڻو ڏيندي چيو هو.

ڪهيون ڪولي ڪنجري، سُتيئن سيتل راءُ
ايڏا غير گهماءُ، تنهنجا ڏولي ڏڪيا.

شاهه سائين جي ٻي سورمي (سهڻي) سماجي يا مذهبي طور ايتري معيوب آهي. جنهن جو اڄ جي سماج ۾ ذڪر ڪرڻ به باعث ندامت آ هڪ طرف ڏم سان نڪاح ٿيل آهي پوءِ به سر عام ميهر سان محبت جوو اظهار ته ڪيائين پر سَسُن، سهيلين، ڏيرياڻين ۽ نٽاڻن جي منع جي باوجود به اڪيلي سرگهڙو ڪڇ ۾ ڪري دهشتناڪ درياءَ جي اونداهي انڌار ۾ محبت ماڻڻ لاءِ نڪري پوي ٿي. پرشاهه سائين هن جي به هر عمل کي پيارجي پاٻوهه جو ثمر سمجهندي ۽ ناپسندي شادي خلاف ردِعمل ڏيکاريندي سڀ ڪجهه معاف ڪندي چوي ٿو.

گهڙي گهڙو هٿ ڪري، چيلهه ٻڌي چوتو،
منهنجو مَن ميهار کي، پار وجي پهتو
گوتي ۾ گوتو، مون کي محب ميهار جو

هڪ وريتي وَٽَ کي پيار لاءِ ايڏو خراج تحسين ملڻ بعد مون کي اوشوءَ جو هي قول ٿو ياد اچي ته:

پيار فطرت آهي، اخلاق ۽ مذهب
فطرت کي عارضي طور موڙي تہ سگهن ٿا
مگر ٽوري نٿا سگهن.

خير! آءُ موٽي پنهنجي موضوع يعني مومل تي اچان ٿي تہ جڏهن لوڪ ورثو قومن جي تاريخ جو سنگ ميل آهي تہ پوءِ ڇو اڄ تائين ڪنهن محقق اِن بنيادي ستون واري تاريخ تي مستند نموني تحقيق نہ ڪئي آهي تہ مومل ۽ ڪاڪ محل جو ٽائيم پيرڊ ڪهڙو هو؟ مومل جي نند نسل ڪٿان جو ۽ ڪاڪ محل جي معنيٰ ڇا آهي؟ هڪ غير اخلاقي عمل لاءِ هڪ وئيشا کي ايترا اختيار ڪنهن ڏنا تہ هر ايري غيري نٿو خيري، جو سامان دولت پنهنجي ۽ پنهنجي پالتو ۽ ڪاڪين اپسرائن جي حسن جي زور تي ڪنهن ڪان ڦري فقير ڪري ڪياڙي تي هٿ ڏئي لوڏي ڏڪاري ڪيڍي ۽ ان ڪان اِن ساري سنسار ۾ پڇڻ وارو بہ ڪونہ آهي.

ملڪ جو نہ راڻو آهي نہ راڻي جيڪو بقول شاهہ جي اهڙي جُٺ ٽيل ماٺهو جي دانهن ورنائي ۽ داد رسي ڪري، ڪاڪ جي هڪ ڦريل سان ڳالهہ ٻولهہ شاهہ سائين هن طرح ڪري ٿو.

آءُ لنگوٽيا لال، ڪنهن پرڏئہ گجرون
آب ارتو اڪئين، لڙڪ وهائين لال
ڏِئہِ جو جمال، سامي ڪوهہ نہ سليئن.

مٿي ذڪر ڪيل ماجرا ۾ آءُ پنهنجي طرفان رندا روڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ اميد ٿي ڪريان تہ هن ڪيتر ۾ مَن ڪوئي سورهيہ پيدا ٿي پوي جو داد رسي ڪندو رهي. سنڌ باد جهازي جهڙن سوين نہ بلڪ هزارين پيڙائتن کي پيو نہ بہ سهي پر پنهنجي ڏيهہ ۽ گهر جو ڏس پتو ڏئي تاريخ جي دڳ تہ لائيندو رهي.



# مومل جو نسب نامون

لوڪ ادب جي پارکن ۽ محافظن سگهڙن، پنن، پانن کان علاوه سنڌجي ليکارين وٽان بہ يقين ٿئي ٿو تہ مومل "راجا نند" جي ڌيءُ آهي، ۽ نند خاندان ئي سندس سڃاڻپ آهي.

سورهين صدي عيسوي جو فارسي زبان ۾ محمد مقيم ٺٽوي جو ڪتاب "ترنمِ عِشقُ" ۾ ڪلهوڙن جي دور جو مير علي شير قانع ڪتاب تحفة الڪرام ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، رحيم داد مولائي شيدائي سميت سيئي صاحب قلم مومل کي راجانند ۽ نند خاندان سان متعارف ڪرائن ٿا. نند لفظ جي معنيٰ جڏهن اسان هند يورپي زبان سنسڪرت کان معلوم ڪنداسون تہ ان جي معنيٰ ٿيندي حسين، خوبصورت ۽ اکين کي ڪيرو (اکين تي جادو اثر) ڪندڙ بيهندي.

پر جڏهن اسان نند خاندان جو چوتڙيو پيرو کڻي هڪ هزار سال ق.م کان بہ اڳتي هليا ويندا سون تہ اسان کي بحر ڪئسپين جي سر سبز ڪنارن تان هجرت ڪندڙ ڪيترن ئي قبيلن جو ڏس پتو ملي ويندو، جن ۾ ساڪيا ۽ سٿيا اوپر يورپ ۾جرمني ۽ يونان تائين ۽ ڏکڻ ايشيا جي وادي سنڌ ۽ ان جي پرتي ڪندڙ ندين جي ڪنارن تي آباد ٿيندا نظر اچن ٿا. ساڪيا قبيلو وارا تہ ڇهين صدي ق.م هندستان جي مگڌ جهڙي عظيم رياست جا حاڪم بہ بنجي ويا هئا. جيڪي نند خاندان جي شهرت سان سڃاتا وڃن پيا، جن مان راجا دين نند ۽ اشوڪ اعظم کي ڪُندائتو ڪري ننڍو سگهجي. ساڪيا يا ساڪا قبيلي ۾ نند خاندان ڪيئن بڻيو ان لاءِ اسان وٽ تاريخي شهادتون ۽ روايتون

موجود آهن ته يوناني تاريخ جو ليکاري استرابو ٻڌائي ٿو ته بحر ڪئسپين جي ڪنارن تان يونان ۾ لڏي آيل قبيلن مان هڪ راجا "سوفيش" پنهنجي سموري قبيلي سميت يعنيٰ ساڪا خاندان کي ساڻ ڪري" تاريخ جي دور کان گهڻو اول يونان مان هجرت ڪري سنڌ جي نهايت ئي سر سبز علائقن تي اچي قبضو ڪري ويٺو. جنهن قبيلي جي رهڻي ڪهڻي عادتون ۽ روايتون اڄ به هوبهو يونانين واريون آهن هنن وٽ نياڻي جي شادي لاءِ شرط هوندو آهي ته گهوٽ نهايت حسين جميل ۽ جسيم نوجوان هجي. ان ڪري هن قبيلي وارن وٽ جيڪو به ٻار ڄمندو آهي ان کي ٻن سالن بعد پنهنجي روايتي ڪسوٽي مان گذاريو ويندو آهي يعني ٻار ۾ جسماني خدو خال ۽ رنگت ۾ ڪا به ڪمي ته ڪانه آهي ته پوءِ ان جي پرورش ۽ پالنا ڪئي ويندي آهي پر جيڪڏهن ڪوئي ٻار ان ڪسوٽي مان گذرڻ بعد ناڪام ٿيندو آهي ته قبيلي جي حڪيم طرفان اُن کي زهر پياريو ويندو آهي ۽ ٻار مري ويندو آهي. استرابو ٻڌائي ٿو ته اول اول هيءَ قبيلو جهلم، چناب ۽ راوي جي سبزه زارن ۾ آباد ٿيو ۽ پوءِ آهستي آهستي پوري هند ۽ سنڌ ۾ ڦهلجي ويا پنجاب ۾ اڄ تائين روايتون موجود آهن ته جهلم جي ڪناري ۾ ڪوهه نمڪ جي تمام ويجهڙائي جي وچ واري خوبصورت پٽي جي ميداني علائقه کي سڪندر مقدوني 326 ق. م جي آمد تائين "نندنا" علائقو سڏيو ويندو هو. روايتن ۾ اختلاف هيءَ آهن ته هن خوبصورت واديءَ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ سبب هن قبيله جي سڃاڻپ "نند خاندان ٻڌجي وئي، يعني خوبصورت سبزه زار جي سڃاڻپ سان قبيلو به خوبصورت سڏيو ويو ڪي روايتون وري چون ٿيون ته هتي سڀ کان اول جيڪي ماڻهو اچي آباد ٿيا هئا. اُهي سموري جا سمورا ڏاڍا خوبصورت هئا ان ڪري مقامي زبان ۾ هن وادي جو نالو خوبصورت ماڻهن جي نسبت سان "نندنا" يعني خوبصورت پئجي ويو. هندو ڌرم جي پراڻن سنسڪرت جي وڏن نندين ڪتابن قصن ۽ ڪهاڻين ۾ خصوصن

مهاڀارت برهاسمت، وار همير ۾ ٻه نند خاندان جو ذڪر پڻ ملندو آيو آهي. جيڪي سيئي حوالا گڏجي هڪ خاندان کي وجود ڏين ٿا يعني نند خاندان.

جيئن ته مومل جي سچاٽپ به نند خاندان جي هڪ فرد سان ٿيل آهي پر مومل جي مانداڻ ۽ ڪاڪ محل جي ڏيساورن تائين ڏاهه ۽ راڻي جي رسامي کي لوڪ فنڪارن توڻي ليکارين سومرن جي صاحبي واري دور ۾ يعني 1051ع کان 1431ع تائين جملہ اٺويهہ حاڪمن جي دورانيہ ۾ ڪنهن' به وقت شمار ڪيو آهي. پر گهڻي ڀاڱي سگهڙن ۽ سالڪن جي ڪثرت سان هڪ جهڙائي واري ڳالهہ حمير سومرو جي دور سان منصوب ڪئي وڃي ٿي. جنهن حمير جو تخت گاه امر ڪوٽ هيو ۽ سندس ٿي وزير هئا.

ڏونر پٽي، سنهڙو ڏماچاٽي ۽ راٺو ميندرو، (ڪاڪ جو فاتح) همير سومرو جي حاڪميت جو ڀٽ (ٿر) ۾ حاڪم هجڻ جو پيرڊ 1400ع کان 1421ع تائين ٻڌايو وڃي ٿو.

آءُ اِن ڳالهہ کي هرگز قبول نہ ٿي ڪريان تہ ڪو ڪاڪ محل وارو ڪرشمو 1400ع کان 1421ع جي حاڪم همير سومرو جي دور ۾ پيش ٿيو هوندو ڇو تہ سومرن جو دور نج اسلامي دور آهي. هن دور ۾ عورت کي هزار پردن ۾ لڪايو وڃي ٿو، نہ صرف سومرن جو دور بلڪ سنڌ ۾ تہ اٺين صدي عيسوي کان ديبل ۽ ملتان جي وچ وارن علائقن جن کي محمد بن قاسم فتح ڪيو هو اُتي باقاعده اسلامي قائدا قانون نافذ ڪيا ويا هئا ۽ سنڌ جي پراڻن ريتن رسمن ۽ روايتن کي فرسودا ۽ دوزخي عمل سمجهي سڀ ڪجهہ دفن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي، اُنهيءَ دور ۾ مومل جهڙي عورت کي ڪاڪ محل جو مانداڻ مچائڻ جي اجازت جو تصور بہ ڪري نٿو سگهجي. وڏي ڳالهہ تہ اِها هئي جو محمود غزنوي جيڪو پاڻ لاءِ بُت شڪن جي خطاب تي فخر ڪندو هو ۽ اسلامي قائدن قانونن کي نافظ ڪرڻ لاءِ پنهنجي تلوار

تان ڪڏهن رت سڪڻ نہ ڏيندو هو اُهو ئي خود ساختہ مرد مومن 1025ع ۾ سومنات تي حملو ڪرڻ لاءِ گجرات وڃي رهيو هو تہ پاڻيءَ جي سهنج خاطر سنڌمان اِهو ئي رستو اختيار ڪيو هئائين جيڪو هاڪڙو ۽ لڏاڻو وارو پاڻيارو گس هيو. خدانا خواستہ جيڪڏهن انهن ڏينهن يعني عربن جي سنڌ ۾ پيڇاڙي ۽ سومرن جي اڳياڙي ۾ ڪٿي بہ ڪاڪ محل جو وجود هجي ها تہ محمود سومنات وڃڻ کان اول اهڙي آڪاڙي جون ڏايون مَحَ ڏار ڪري سِرَ ڪي سِرَ سان وڃائي ڇڏي ها نہ رهائي ها مومل نہ سومل، نہ سنجها، نہ وري سوڍي ۽ نہ ڇڏي ها ڪوئي ڪونئر نہ يونئر نہ شهزادو سيتل راءِ، ان ڪري آءُ يقين سان چوان ٿي تہ مومل ۽ ڪاڪ جو قصو تمام پراڻو آهي. جنهن کي پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ سومرن ۽ سمن جي دور ۾ نئين سر ورجايو ويو هجي ڇو تہ انهن پنهي قبيلن جا حاڪم ڏيهي حاڪم هئا جن پنهنجي لوڪ روايتن جو قدر ڪندي فنڪارن جي حوصلہ افزائي ڪئي هوندي ان حوصلہ افزائي جو قدر ڪندي فنڪارن جانبداري جو ثبوت ڏيندي سموري ڳالهہ 1400ع جي حمير سومرو جي ان نئين وزير راڻو مينڌرو سان منسوب ڪري ڇڏي هجي. حالانڪ ڪاڪ محل جو راڻو مينڌرو، پڪ سان ڪو ٻيو هوندو نالا نالن جهڙا پوندا ۽ ٿيندا آيا آهن جيڪا پڻ پراڻي سنڌي روايت آهي هونئن بہ لوڪ قصا ۽ ڪهاڻيون سرجندا تمام گهڻو وقت اَڳ اهن پر انهن کي جنهن وقت سميٽيو ويندو آهي تہ سمجهڻ ۾ ائين ايندو آهي تہ ڪهاڻي جو سرجڻ ۽ سميٽجڻ هڪ ئي ٽائيم تي ٿيو آهي جيڪو ائين سمجهڻ بلڪل غلط آهي. لوڪ ادب جي سرجڻ ۽ سميٽجڻ جا بہ ڪي اصول هوندا آهن. لوڪ ادب جي ڪهاڻي سرجڻ واقعاتي عمل هوندو آهي ۽ سميٽجڻ لاءِ ماحولياتي اثر ڪار فرمان هوندا آهن مثال طور: سيتا جو راوڻ هٿان اغوا ٿيڻ تقريبن ڏاڍو پراڻو 1500 ق.م جو واقعو آهي پر اُن کي جڏهن ماحول قبول ڪيو تہ "والميڪ رشي" 300 ق.م رامائڻ لکي اُن کي سميٽي هڪ وجود ڏئي ڇڏيو.

هيلن آف ٽراءِ جي اغوا وقت هومر نہ ڄائو ۽ نہ ڪونہ هيو نہ وري ڪيس اکيون ئي هيون جوهيلن جي واپسي واري 19 سالہ جنگ هن اکين سان ڏٺي هجي پر ان جنگ جي منظر نگاري پنهنجي ڪتاب "ايليڊ ۽ اوڊيسي ۾ اهڙي ريت ڪئي اٿس جڻ هومر هر سپاهي هر ديوتا هر هاري ناري سان گڏ هيو. تڏهن تہ يونان جو قومي هيرو ۽ صف اول جو شاعر ليکيو وڃي ٿو.

اها ئي والميڪ ۽ هومر واري صفت سنڌجي شاهہ عنايت، شاهہ ڪريم ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۾ بہ پڙڪو ڪائي جاڳيل نظر اچي ٿي.

مومل جو واقعاتي قصو اڳ ۾ موجود هيو شاهہ عنايت رضوي 1619 کان 1714ع ان کي سمٿيندي اول اول پنهنجي ذات جي ڏانءَ سان هن ۾ هن طرح رنگ ڀريو.

گل بدن جون گجرون آرم اوڊيائون
چوٽا تيل قليل سين، واسينگ ويڙهيائون
مشق محبت پاڻ ۾ لگين لاتائون
ڪوڏا پوتائون، ڪچٽان سيلا سينڌيائون
اهڙي پر عنايت چوي، راٽو راٽيائون

سومو ٿي ڪيئن پاهون،
جو وڃي ڪاڪ ڪڪوريو.
(شاه عنايت)

شاهہ عنايت رضوي کان بعد جڏهن شاهہ عبداللطيف جو وارو آيو تہ هن نہ صرف شاهہ ڪريم ۽ عنايت رضوي 1619ع کان 1714ع کان هڪ وک اڳتي وڌائي پر اٺ وايون اٺ داستان ۽ 133 بيت لکي پوري جو پورو سُر مومل کي اربي ڪيس هميشہ لاءِ امر ڪري ڇڏيو.

امرتا بہ اهڙي جو نہ والميڪ سيتا کي ڏني نہ هومر هيلن کي بخشي، شاهہ سائين مومل جي تعريف ۾ چوي ٿو.

گجر کي گجميل جون تارن ۾ تبرون
هٿي حاڪمين کي زور ڀري زبرون
ڪاڪ ڪنڌيءَ قبرون، پسو پرڏيهن جون

يا

مومل کي مجاز جا اکين منجهه انبور
هٿي حاڪمين کي ڀَٽِ نهاري ڀور
گهوٽ ڀهرئينءَ گهور جي وياسي وڏيا.

جيتوڻيڪ شاهه جي زندگي واري دور ۾ (1679ع کان 1742ع تائين ۾) کُلي عام پيار جو تيئڻ پوري سنڌ ۾ ناممڪن هيو ڇو ته سنڌ جي ڪنڌ ڪڙڇ ۾ اخلاق ۽ مذهب جي نالي سان کُلي عام پيار ڪرڻ تي ترارن جا تَانَ، ٿو ڦاڪُن جا ٽَڪا هُئا جنهن جي باقيات اسان وٽ ڪاروڪاري جي صورت ۾ موجود آهي.

حالانڪ شاهه سُائين کي پاڻ کي خبر به هُئي ته ڪنهن پرائي ڇوڪري کي ڇيچ کان وڻي دعا ڪرڻ لاءِ هيءَ به ٻول ٿا ٻولجن ته:

”جنهن جي ڇيچ سيد جي هٿ ۾
تنهن کي لهر نه لوڏو“

ته نه صرف پاڻ کي ٻر سندس پوري خاندان کي سماج جي عتاب ۾ اچي در در جون ٺوڪرون کائڻيون پون ٿيون. تڏهن به هڪ فنڪار جي حيثيت ۾ هزارين سال پوڻتي موٽي ڪاڪ محل جي ڪردار ۾ گم ٿي چوي ٿو.

هلو هلو ڪاڪ تڙين جتي نيهه اُجل
نڪا جهل نه پل هرڪو پسي پرينءَ کي

يا

هلو هلو ڪاڪ تڙين جتي گهڙجي نيهه
نڪا رات نه ڏينهن هر ڪو پسي پرين کي.

شاهہ سائين جا پير اورانگهڻ جي ڪوشش سچل سائين، يعقوب ڪتي، حفيظ تيوٽو، شيخ ابراهيم ۽ ڪبير شاهہ بہ ڪئي آهي. مگر سيئي شاعر ليڪارين ۽ سگهڙن واري معلومات ڪان اڳتي ڇُري نہ سگهيا آهن سواءِ جاگرافيائي هڪ نڪتہ "لُڏاٿو" ڪان وڌيڪ. يا اڳيرو اِن ڳالهہ جو ڏس پتو تہ شاهہ لطيف بہ ڏنو هو تہ ڪاڪ محل لُڏاٿي جي ڪنڌي تي آهي جيڪا ڳالهہ بہ شاهہ سائين نهايت خوبصورت انداز ۾ هن طرح ڪئي هئي.

جوڳيءَ جاڳائي ماري وڏو مامري
لنئن لُڏاٿيءَ ڪنڌيئن اميو آهي
ويجو جي ڪاهي تہ نڪون پسو نينهن جون
يا
ڪرها ڪاڪ چڙهي ونءُ وٽاهون نڪري
لڏوٺيان، لطيف چئي آيو ڪونہ وري
گهٽا اِت گهڙي وڳ وساري هليا.

شاهہ سائين جي مٿي ڄاڻايل نشاني لڏاٿو جي ڪنڌي وٺي ڪاڪ محل جو پيرو ڳنڌاسون تہ اسان کي لڏاٿو جي وهڪري جي اوج وارو پيرڊ ۽ آس پاس آباد شهر ۽ پتڻ آساني سان ملي ويندا انهن پتڻن ۽ شهرن جي تاريخ، ماحول ۽ تمدن تي نظر ڦيرائڻ سان اِهو سڀ ڪجهہ آساني سان ملي ويندو جيڪو هن وقت تائين ڳجهارت بڻيل هيو ۽ سنڌ جي هڪ منجهيل تاريخ جي ورق ۾ سلجهاءُ اچي ويندو ۽ ڪاڪ محل کي بہ آئيني ۾ پنهنجو عڪس چٽو پٽو نظر اچڻ محسوس ٿيندو.



# لـڊاڻو جي جاگرافيائي بيهڪ

سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ عام چواڻي مشهور آهي تہ،
"جاگرافيءَ جون حدون تبديل ٿينديون رهنديون آهن.
مگر تاريخ هڪ دفعو وجود وٺڻ کان بعد
هميشہ قائم ۽ دائم هوندي آهي"

اهو ئي سبب آهي جو ڪاڪ محل جا سموري جا سمورا ڪردار مومل، سومل، ناتر، سيتل راڻ ۽ لڊاڻو جا نالا ۽ عمل اڄ ڏينهن تائين نوان نڪور جيئن جو تيئن موجود آهن. مگر انهن جا جاگرافي نشان يعني ڪاڪ محل جا ڪنڊرات، هندو مذهب جي راڳ عقل، فهم ۽ دانائي واري ندي "سرسوتي" يا اُن جي وجود جو ٻيو نالو "لڊاڻو" پنهنجي ماڳن کان ناپيد آهن جن جي وجود ڪي انڊو پاڪ جي ٿرجي واري غير معين مدت کان پاڻ ۾ ضم ڪري اهڙي تہ حالت ڪري ڇڏي اهي جو ڪوئي جيالاجيڪل ماهر انهن جي وجو دجي ساڪائتي پڪ ڏياري نٿو سگهي. حالانڪ سرسو تي جي ڪناري سنڌو جي تهذيب وانگر 194 اهڙن دڙن جي تصديق ڪئي وئي آهي جيڪي ڪن دورن ۾ ڪنهن وهندڙ نديءَ جي ڪناري تي آباد خوبصورت شهر ۽ پتڻ هئا. اُن وهندڙ نديءَ جو نالو سرسوتي، يا بعد ۾ لڊاڻو يا هاڪڙو هو ۽ آثار قديمہ جي ماهرن اِها بہ پڪ ڏياري آهي تہ سرسوتي جي تهذيب سنڌو ڪناري جي تهذيب کا گهٽو آڳاٽي آهي. ليڪن پوءِ بہ ٻنهي تهذيبن کي ملائي، سوراشٽر، سووير سنڌو ياسپت سنڌو يعني خوبصورت تهذيب يا "سهڻي ڌرتي" جي نالي سان تاريخ ۾ رقم ڪيو ويو آهي. جيڪا ڌرتي سترهين صدي

واري تاريخ جاگرافي ۽ علم ۽ ادب جي ماهر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي تصوراتي ڌرتي هئي جيڪا وادي ڪشمير کان شروع ٿي ملتان، اُچ، سبي، مهر ڳڙهہ ٽيڪسيلا، موهن جو دڙو، آمري کان ٿيندي اوڀر ۾ سرسوتي جي ڪناري، احمد آباد جي لوٿل، راجستان جي ڪالي بنگان، پنجاب جي روپڙ، بيڪانير جي گگهر، ۽ وٽ ڀايا پتڻ يا صادق آباد پرسان پتڻ منارا، جا نشان ۽ ڏکڻ ۾ ڪڇ ڀڄ سورت ۽ دُوارڪا تائين ڦهليل هئي تڏهن تہ ڀاڻ فرمايو هئائين.

موٽي مانڊاڻن جي واري ڪيائين وار
وڄون وسڻ آئيون. چوڏس ٿي چوڌار
ڪي آتي ويون استنبول ڏي، ڪي مٿيون مغرب پار
ڪي چمڪن پيون چين تي ڪي لهن سمر قندين سار
ڪي رمي ويون روم ڏي ڪي قابل ڪي قندار
ڪي دهليءَ ڪي دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار
ڪن جنبي جيسلمير تي ڏنا بيڪار نير بڪار
ڪنين ڀُڄ ڀڃائيو ڪنين ڍٽ مٿي ڪئي ڍار
ڪن اچي امرڪوٽ تي وسايا ولهار
سائيم سدائين ڪرين مٿي سنڌسڪار
دوست! مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

يا

ڍٽ ڍِري ڀَٽِ پيون آيون ڪاهي ڪا ماري
وٺا ڀَٽ ڀُراڻ جا، وٺيون ساماري
ڪکر منجهہ ڪاري، وڄڙين پسو ويس ڪيا.

شاهہ لطيف جي تصوراتي توڙي مُشاهداتي سنڌ ڌرتي بابت ڏيهي پرڏيهي عالمن تہ گهڻو ڪجهہ ڳالهايو آهي پر جديد جيالاجيڪل ماهر ڊاڪٽر رفيق مغل سال 77-1974ع ۾ صرف بهاولپور ڊويزن ۾ حضرت عيسيٰ کان اول چار هزار ورهيہ اڳ جا آباد شهر جيڪي سرسوتي،

لڏاڻي هاڪڙي جي ڪنڌي تي هُئا جملہ چار سوڪن تصديق سان هٿيڪا سچاتا آهن.

پرڏيهي عالم سرمار ٽيمر وهيلر بہ 24-1923 وارين کوٽاين وقت پڪ ڏياري هئي تہ هڙاپا موهن جي دڙي جي وچ اوپر وارا ملندڙ آثار سرسوتي يا هاڪڙي جا آثار ٿي سگهن ٿا.

هاڻي اچون ٿا هاڪڙو سرسوتي ۽ لڏاڻي جي انهن موجوده شهرن ۽ آبادين طرف جيڪي اڄ ڪلهہ موهن جي دڙي جي آس پاس وانگر لاڙڪاڻو ڏوڪري ۽ بادِهہ جي نالي سان سڃاتا وڃن ٿا اهڙي طرح لڏاڻو هاڪڙو يا سرسوتي جو مٺو پاڻي اڄ جي بلوچستان جي اوڙ ماڙا، گوادر پسني، سورت، دوارڪا جي کاري پاڻي سان گودرو، پالنپور، بناس، ڪانو، راڄ پيپلو، ميساڻو، سانور ڪاڻو، احمدآباد، کيڙو، بڙودو، پنج محل، پروچ، پاڻونگر، چام نگر، جهونا ڳڙهہ، راڄڪوٽ، سريندر نگر، ڪنڊلا، گانڌي ڏام، ڀُڄ، پاهڙ مير، پاري نگر، لکپت، سنڌڙي، رحمڪي، ڪارونجهر جون وسنديون، جيسلمير، جوڌپور، پرت پور، الور، سوائي، ماڌي پور، پيل واڙو، بانس واڙو، ڪوٽو، بوندي، چتور ڳڙهہ، جالور، جهالا واڙو، دوسا، ناگور، پالي، ڏونگر پور، اجمير شريف تائين جا قديم رهواسي سڌي يا اڻ سڌي طرح سرسوتيءَ جي مٺي پاڻيءَ وسيلي کاري جي کاهوڙ سان دنيا جي وچ اوپر ۽ اولهہ سان سُنيپرائي رکندا هئا. جنهن پاڻي جي سيني تي ڏيهي پرڏيهي پيڙائٽ پنهنجون دنگيون هڪالي بجاج اناج ۽ وکر وٺجي چين کان آفريڪا ۽ يورپ تائين ڦيرا پائيندا وتندا هئا. هوڏانهن عقل دانائي ۽ دولت، جي ديوي سرسوتي جڏهن هماليہ جبل جي سوالڪ جبل مان پنهنجو وهڪرو نروار ڪري مک ڏيکاري نکري ٿي تہ اُتي سندس نالو سرسوتي يعني، راڳ عقل، دانائي جي ديوي آهي.

انبالہ، ٿمانير، ڪوروڪيتر، ڪرنال ۽ پٽيالہ تائين سندس اهو نالو برقرار آهي. پرپٽالہ کان ٿورو اڳيرو جڏهن ساٽس گهاگهرا درياءَ ملي ٿو تہ ان کان اڳتي سندس نالو مٽجي گهاگهرا ٿئي ٿو. اُنهن پنهي ندين

جي ميلاپ وارو هنڌ هندستان جو هنوقاٽن ڳڙهه آهي. پر جڏهن هي ندي پاڪستان جي حدن ۾ فورٽ عباس وٽ ضلع بهاول نگر ۾ داخل ٿئي ٿي ته هتان ستلج يا سنڌوءَ جي ڪنهن ٻئي مددي درياءَ جي ملڻ سان سندس نالو به مٽجي ٿو ويجي ۽ هڪ وهڪري جي بجاءِ به وهڪرا وجود وٺي سمنڊ طرف روانه ٿين ٿا جن مان الهندي وهڪري جو نالو هاڪڙو، ريٽي يا ايرندو نارو ٿئي ٿو ۽ ايرندو وهڪرو جيڪو شاهه لطيف جي سڄاڻپ موجب لڏاڻو آهي. جيڪو بيڪانير جيسلمير. جوڌپور ۽مٿي ذڪر ڪيل نون شهرن جي پراڻن کي سيراب ڪندو ويجي ڪڇ جي نار هندستان جي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. پرڏيهي بيڙائيت جيڪي اتر هندستان لڏاخ دهلي، شمله يا تبت آسام ۽ ڀوٽان ۽ مگڌ سان واپار ڪندا هئا انهن کي سنڌوءَ سان سفر ڪرڻ بجاءِ سرسوتي جي وهڪري لڏاڻو سان سفر ڪرڻ آسان لڳندو هو ڇوته سنڌو سمنڊ ڪان اٽڪ تائين ٻيڙي جي سفر ۾ تيرهن سو ميل ور وڪڙن سان سفر ڪرائيندي هئي پر سرسوتي لڏاڻو جي رستي صرف اٺ سو ميل هماليه جي وادين تائين سمنڊ جو فاصلو رکندي هئي ان ڪري غير ملڪي واپاري توڙي ڏيهي ملاح سنڌو بجاءِ سرسوتي کي سفر لاءِ وڌيڪ پسند ڪندا هئا ان ڪري لڏاڻو اتر هندستان سنڌ توڙي ساموندي سفر جي هڪ عظيم شاهراهه هئي. جتي باقي دنيا وانگر ڪاري توڙي مٺي پاڻي جي ڪناري، يونان جي ليزبن بندر وانگر مسافرن وڻجارن ۽ ٻيڙائن جي سک ۽ سهنج لاءِ سيفو ۽ ناسڊڪا جهڙين هوشيار عورتن جا آکاڙا ٺهيل هئا. جتي هر قسم جو سک سهنج عيش آرام ۽ ٻيون سهوليتون موجود هونديون هيون.

جيڪي سهوليتون وڻجارا ۽ مسافر پنهنجي حيثيت آهر خريد ڪري وقت گذاري ساهي پٽي پنهنجي پنهنجي منزل طرف روانه ٿي ويندا هئا ته منهنجي خيال ۾ مومل جو ڪاڪ محل به لڏاڻو جي ڪنڌيءَ تي ٻيڙائن جي سهنج لاءِ هڪ اهڙو آکاڙو هيو جتي هر قسم جي سهوليت سان گڏ خوبصورت ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا به ميسر ڪري ڏنا ويندا هئا. جن جي نشاندهي شاه لطيف پاڻ به ڪئي آهي●

## ڪاڪ محل جو ڪاڪيون

شاهہ سائين ڪاڪ محل جي آکاڙي ۾ مومل ڪانسواءِ ٻين خوبصورت ڇوڪرين جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي.

سون ورنيون سوڍيون رہي رانديون ڪن،
اگر اوطاقن تي، ڪتوريون تہ ڪتن
اوتيائون عنبير جا، مٿي طاق تڙن
پاٽن، پيلون پڌيون پسيو سونهن سڙن
ٿيا لاهوتي لطيف چئي پسڻ لئہ پرين
اجهي ٿا تہ اڃن ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي.

هن بيت ۾ تہ شاهہ سائين بلڪل واضح ڪيو آهي تہ ڪاڪ محل ۾ سون جي رنگ جهڙيون خوبصورت ڇوڪريون ڳلي عام منهن ڪولي دولت سان ڪيڏي رهيون آهن جيڪا بلڪل مغلن ۽ انگريزن جي دور وارن ڇڪلن جي منظر نگاري آهي. جنهن ۾ نوجوان عاشق هٿ هٿ ۾ ڏئي گهمي ڦري پسند نا پسند جو ارادو ڪري رهيا آهن تہ ڪهڙي ڪنهن ڪان سونهن ۾ سرس آهي تہ ان کي خريد ڪجي.

مٿي وضاحت ڪيل بيت جي حمايت ۾ مثال طور ٻہ چار بيت پيش ڪرڻ مناسب سمجهان ٿي.

جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿن ويس
چوٽاتيل چنبيليا. ها ها هو! هميشہ
پسيو سونهن سيد چوي، نيهن اڇن نيش
لالن جي لبيس، آتڻ اکر نہ اجهي

هتي لبيس جي معنيٰ ٿيندي ڳالهائڻ جو محبوبانہ انداز ۽ هو جڏهن ان سان پنهنجي خريدار سان ڳالهائن ٿيون تہ خريدار جا هوش حواس ختم ٿي وڃن ٿا. نہ پنهنجو بچاءُ ڪري سگهي ٿو نہ پنهنجي دولت ۽ مال ملڪيت جو. اڳتي هلي ڪاڪ محل ۾ صنفِ نازڪ جي ڪثرت هن طرح بيان ٿئي.

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي موهيا نہ محلن
ٻاين (بيگمات) ۽ ٻانهين جي ٻنڌڻ ڪين ٻَجهن
لکين لاهوتن، اهڙيون اوريان ڇڏيون.

ڪاڪ محل ۾ هر قسم جي صنفِ نازڪ جي جنس جي موجودگي جو ذڪر ڪندي شاهہ سائين چوي ٿو.

ڪاڪِ نہ جهليا ڪاپڙي موهيا ڪنهن نہ مال
سوڍيون سِجهائي ويا، ڀھڙا جنين حال
جي ڇورين (ننڍي عمر جون ڇوڪريون) ڏنا ڇال
تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

ڪاڪ محل ۾ عورتن جي ڪثرت سان موجودگي جو ذڪر شاعرن سگهڙن ڪان علاوه ليکارين بہ ڪيو آهي جن ۾ مولائي شيدائي تہ گهڻن جا نالا بہ ڏنا آهن پر چيو اٿس تہ اهي سڀ مومل جون ڀينرون هيون ڪن سگهڙن وري مومل جي هڪ ڀيڻ سومل جو ذڪر ڪيو آهي. بهرحال ڪير بہ آهن ڀينرون آهن توڻي سهيليون مگر پيشو سيني جو ساڳيو آهي شاهہ سائين انهن ڪي نالا ڏيڻ بدران صرف سهيليون بيان ڪيو آهي.

ڪاڪيان وڃڻ ڪڏهين راڻا تون نہ رهاءِ
سنمر ساهيڙين جا طعنا تون هي لاءِ
يا
سوڍي بنا سرتيون پيو پتين ۾ پنگ
اباڻجي اچ- ويو راڻا تون ريءَ رنگ

يا

راڻو ڪا رات ويو ڳجهي ڳالهہ ڪري
سوڍي رڻ سرتيون هڏ نہ ساهہ سري.

آخر ۾ آءُ بقول مولائي شيدائي جي اُهي نَوَ نالا پيش ڪريان ٿي جيڪي مومل جون هر پيشہ ۽ هر راض آهن.

1- مومل (منهن املهہ)

2- سومل (جيڪو سنسڪرت زبان جو لفظ آهي)
سو + املهہ يعني سو معنيٰ خوبصورت چنڊ
+ املهہ معنيٰ جنهن جو ملهہ ڪٿي نہ سگهجي
جيڪا "سومل" لفظ جي معنيٰ ٿيءُ بيهندي
"اهڙي سونهن جنهن جو ملهہ ڪٿي نہ سگهجي.

3- ساجان (سنجها)

4- سوڍي

5- مرم

6- مُرادان

7- ڪوڏ

8- ڪَنداهي

9- مرڪي، اصل ۾ هيءُ لفظ بہ سنسڪرت جو آهي جنهن جي ويجهڙائي پهلوي زبان سان قريب قريب آهي لفظ جو بنيادي ڌاتو، مهہ+ رُخي آهي.

مهہ معنيٰ چنڊ+ رُخ معنيٰ منهن يعني
چنڊ جي مُنهن جهڙي.

جيڪو لفظ زبانن ۾ لهجن جي چرخيءَ تي ڦري ڦري "مهہ رُخي" جي بدران مرڪي يا موڪي ٿي ويو آهي.

سُگهڙ لڏو مينگهواڙ مومل وٽ رهندڙ عورتن ۾ ٻن نالن جو اضافو ڪندي چوي ٿو تہ سُگهڙ ۽ سوڍي بہ مومل جي سهيلين ۾ شمار ڪيون ويندڙيون هيون.

هيءَ دنيا بہ انڌلٺ وانگر ڪيترن ئي رنگن سان رنگيل آهي جنهنجو هر هڪ رنگ هزارين حسرتن ۽ حيرتن کان خالي ڪونہ آهي. منهنجو هيءَ چوڻ تہ مومل وٽ لڊاڻي جي ڪنڌي تي پيڙائتن جي سهنج لاءِ ڪاڪ محل ۾ عورتن ۽ ڇوڪرين کان علاوه خوبصورت نو عمر ڇوڪرا بہ موجود هئا تہ اهو منهنجو نہ مغالبو هوندو نہ وڌاءَ ڇو تہ؟

جڏهن کان انسان هوش سنڀاليو آهي تہ سيڪس جي بنياد تي هن ڪڏهن بہ رک رکاءُ کان ڪم ڪونہ ورتو آهي جنهن جا مثال اڳ ۾ هن ئي ڪتاب جي صفحن تي ڏئي آئي آهيان جڏهن تہ حضرت لوط عليہ سلام جهڙي خدا تعاليٰ جي نبي جي پوري جي پوري قوم عورتن بجاءِ نوخيز ڇوڪرا پسند ڪري ٿي، روم جو فاتح جوليس سيزر جنهن لاءِ مشهور آهي تہ سيزر عورتن جو مرد ۽ مردن جي زال آهي.

وري دنيا جو وڏي کان وڏو ڊڪٽيٽر هٽلر لاءِ اوٽي موٽي جو ڪتاب شايع ٿي چڪو آهي. يونان جي ڏاهي افلاطون چئي ڏنو هو تہ:

”لونڊي باز ماڻهو وڏا بهادر ٿيندا آهن“

تہ پوءِ تہ جڻ اُن وقت جي پوري دنيا ڪي نوجوان ۽ نوخيز ڇوڪرا پالڻ ۽ انهن کان عورتاڻو هر قسم جو ڪم وٺڻ هڪ فيشن بڻجي ويو هو. جيڪو هڪ هزار ق. م جي وچ وارو دور آهي ڊاڪٽر نيڪ جي لکڻي موجب قسطنطنيہ جي بندرگاهن تي جيڪي مسافرن جي وهنجڻ لاءِ حمام هئا انهن جا نگران خوبصورت ڇوڪرا هوندا هئا. جيڪي مسافرن ۽ پيڙائتن کي هر قسم جو سک ۽ سهولت ميسر ڪندا هئا.

چين ۾ اڄ بہ قديم يونانين جي طرز مطابق امير ماڻهن جي وندر خاطر هوٽلن ۾ خوبصورت ۽لاسرات ڇوڪرا موجود هوندا آهن خاص ڪري چين جي ”اقوالاشيڪا“ علائقہ ۾ ٻاهريون ماڻهو اهو فرق ڳولي نہ سگهندو تہ خدمت ڪندڙ ڇوڪرو آهي يا ڇوڪري آهي. چيني ٻولي ۾ انهن ڇوڪرن کي ”سيڪوپان“ چيو ويندو آهي.

الاسڪا جي قوم جو راس بيرو، لوئيسا، فلوريٽا، يونان، برازيل، امريڪا جي ڏکڻ ۾ اتر علائقن، مونتانا، واشنگٽن، جزيره ٽاهتي، جزيره مڊگاسڪر.

آفريڪا جي ملڪن يوگنڊا، اوئينا، مونيري، جزيره نيوگني ۾ انگلستان ۾ ته اڪثر پبلڪ پارڪن ۾ جتي مسافرن جي آمد ۽ رش آهي، اتي ڪهوه خانن ۽ مسافر خانن ۾ نو عمر ۽ نوخيز ڇوڪرا ڀرتي ڪيا ويندا هئا جيڪا رسم اڃا تائين جاري وساري آهي.

برازيل ۾ اهڙن ڇوڪرن کي "ڪوڊينا"

مانتان ۾ بوٽي Boti

جزيره ٽهيٽي ۾ ماهو Mahoo

جزيره مڊگاسڪر ۾ "سقاتره" Saktra

هندستان ۾ هيجڙا ۽ سنڌ ۾ "ڪتهڙا" يعني خوبصورت ۽ سنهڙا، جيڪو لفظ بعد ۾ ڦرندو ڦرندو "ڪتهڙا مان ڪدڙا" ٿي ويو آهي.

ترڪي جا بادشاه ته خوبصورت ملڪن جي خوبصورت ننڍڙن ڪتهڙن کي غلامن جي منڊيءَ مان خريد ڪري انهن جي شاهي محل اندر باقاعده تربيت ۽ تعليم ڪرائيندا هئا. جيڪي ڇوڪرا اڳتي هلي شاهي محل ۽ بادشاهه جي محافظ دستي جا نگران ٿيندا هئا. جيئن ته آءٌ اڳ ۾ چئي آئي آهيان ته مومل نند خاندان مان هُئي نند خاندان جا وڏا ڪئسپين جي ڪنارن کان هجرت ڪري ترڪي يونان ۽ وچ ايشيا جي رستي سان ساڪا نسل جي سڄاڻپ سان سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا.

۽ ساڪايا نند خاندان هندستان جي مگڌ جي گادي واري هنڌ تي حاڪم ٿيڻ باوجود به مادر سري نظام رکندا هئا. ان ڪري ڪنهن به سرندي واري عورت کي. پنهنجي ڪمن ڪارين لاءِ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ملازم رکڻ ڪوئي عيب ڪونه هيو. هيءَ ته هئي پوري دنيا جي ڳالهه جتان آءٌ مختصر طور گهمي ڦري اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اڪثر انهن ماڻهن کي جيڪي پنهنجي گهرن ۾

عورتن کان پري گذارن ٿا اُنهن جي سک سهنج لاءِ هنڌ هنڌ عورتن ۽ لاسرات ڪتهڙن جي سخت ضرورت هُئي ۽ موجود ڪري به ڏني ويندي هئي پر اسان کهڙي ثبوت سان هيءَ دعويٰ ڪريون ٿا ته مومل وٽ ڪاڪ محل ۾ مسافرن جي سهنج لاءِ عورتن ۽ لاسرات ڪتهڙن جي سخت ضرورت هُئي ۽ موجود ڪري به ڏني ويندي هُئي. صرف نند خاندان يا ساڪا نسل جو هجڻ واضح ثبوت ڪونہ آهي ته ڪو ڪاڪ محل ۾ ڇوڪرين سان گڏ ڇوڪرا به موجود هئا. جنهن لاءِ عرض ڪنديس ته شاهہ عبداللطيف ڀٽائي وڏي دانائي سان ۽ مبهم لفظن ۾ ڪاڪ محل ۾ نوخيز ڇوڪرن جو ذڪر به تڙ تڪڙ ۾ ڪري ورتو آهي جنهن کي ته صرف ٻوليءَ جا ڪاهوڙي ئي کولي سگهن ٿا. ليڪن آءٌ پنهنجي وس آهر رنڊا روڙڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي آهي. ان اميد تي ته پڙهندڙ منهنجي هن ڪاوش کي قبول ڪن يا وري ان ڏس ۾ ڪوئي وڏيڪ ثبوت پيش ڪري سگهن ۽ منهنجي مدد ڪن.



## سمجھو ڪي- سمجھن!

شاھ لطيف جڏھن ھومر ۽ والميڪ وانگر پنھنجي ڌرتي جي ھڪ الميہ "مومل راڻو" جي داستان کي پنھنجي فنڪارانہ صلاحيتن سان سميٽيو ھوندو تہ اُھو دور سنڌ ۾ ڪلھوڙن جو دور ھيو جيڪو نھايت ئي ڪٽر مذھبي دور ھيو. جو تہ ڪلھوڙن کي حڪومت ئي ھڪ مذھبي فرقہ "ميان وال" تحريڪ جي زور تي پيري مريدي سان ملي ھُئي. اُن ڪري غير مذھبي يا غير شرعي ڳالھہ ڪرڻ وارو بہ حڪومتي عتاب ۾ پيسجي ٿي ويو. شاھ سائين شاھ عنايت جھوڪ واري) سان رياستي انتقامي منظر ضرور ڏٺو ۽ ڏٺو ھوندو. تڏھن بہ ذات واري آنڌ مانڌ ڪيس ويھڻ ڪونہ ڏنو ھوندو. ھن سنڌ جي لوڪ ادب جي انھن ڪردارن جي زباني پنھنجي پيغام رسائي جو انتظام ڪيو. جيڪي ظاھر تہ غير شرعي ڪم ھئا مگر اصل ۾ ھڪ مظلوم ڌر يعني عورت جو آواز ھئا. ڪلھوڙن جي دور ۾ سنڌ جي عورت بي حس وبي وس جنس ھُئي اِن ڪري سيد! سھڻي، مومل، سورٺ، سسئي ۽ مارئي جو پاسو ڪٺي سنڌي قوم کي ثابت ڪري ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انسان جي جنھن جنس کي ناڪارہ ۽ اڻ ٽيٽي ڇيو وڃي ٿو اگر اُن کي موقعو ڏنو وڃي تہ اُن ۾ سڀ ڪجھہ صلاحيتون موجود آھن جيڪي انسان جي ٻي جنس مرد ۾ آھن. مثال بھادري ايثار، قرباني، سچائي، وفاداري، پيار، محبت وغيرہ وغيرہ ھيءَ ھڪ مڃيل اصول آھي تہ رياست جڏھن خلق خدا جو آواز گھٽڻ جي ڪوشش ڪندي آھي تہ اُن خلق مان ھڪ فرد ازخود پيدا ٿيندو آھي جيڪو پوري قوم جي جذبن جو

ترجمان بڻجي پنهنجي ذات ۽ ذاتوَ سان اُهو آواز هڪ هنڌ ڪان پئي هنڌ پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جنهن کي آسان زبان ۾ شاعر چيو ويندو آهي. ”چيڪ ڪيروبي“ چيو هو ته شاعر ۽ سياستدان ۾ اهو فرق آهي ته جيڪا ڳالهه سياستدان ڏهه هزار لفظن ۾ سمجهائڻ جي ڪندو آهي ته شاعر اُها ڳالهه صرف ٻن ٽن لفظن ۾ آساني سان سمجهائي ويندو آهي تڏهن ته آءُ چوان ٿي ته شاهه سائين صرف هڪ ٻن لفظن ۾ تمام باريڪ انداز سان ڪاڪ محل ۾ ڇوڪرين سان گڏ لاسراٽ ڇوڪرن جو ذڪر به ڪيو آهي. شاهه سائين جو هن انداز ۾محتاط ڳالهائڻ به مصلحت کان خالي نه آهي ڇو ته اول ته سنڌ جا ماڻهو هزارن سالن کان هم جنس پرستي کان گهٽي ياڳي ناواقف هئا. وٽن هم جنس پرستي جو ارغونن ۽ ترخان ۽ مغلن جو سنڌ ۾ اچڻ کان اول تصور به ڪونه هيو. جيتوڻيڪ ارغونن جو سنڌ ۾ اچڻ کان بعد ميان عبدالباقي جا هم جنس پرستي وارا ڪڌا ڪرتوت سندن سماعت تي گذرندا به هئا تڏهن به پنهنجي ڪنن جون پاپڙيون پڪڙي توبه توبهه ڪندا آيي کان ٻاهر نڪري ويندا هئا ته ڪو هينئن به ٿيندو آهي شاهه سائين کي ته خبر هئي ته لڏاڻو ۽ سرسوتي تي سفر ڪندڙ ٻيڙائت اڪثر اتر ايشيا ڏکڻ يورپ، ترڪي يونان ۽ ڪئسپين جي آس پاس آباد اُهي قومون آهن مثلا: هنگرين، يوناني، روسين ۽ جرمنين سميت سپين جا سڀ مرد هم جنس ۽ اوتي موتي جا ماهر آهن ان ڪري سفر ۾ ساٿن ڪوئي نه ڪوئي ڇوڪرو ساڻ ئي ساڻ ضرور هوندو. ڇو ته سالن جي سفر ۾ عورت جي مقابلي ۾ مرد ڇوڪري جو ساڻ هجڻ وڌيڪ آسان هيو. ان ڪري مومل ڪاڪ محل ۾ ٻيڙائتن جي سهنج خاطر ڇوڪرين سان گڏ ڇوڪرن جو به انتظام ڪري ڇڏيو هوندو. پر جيئن ته سنڌي ماڻهن لاءِ اها ڳالهه اڻ ٿيڻي هئي. ان ڪري تمام مخفي انداز ۾ شاهه سائين سڀ ڪجهه چئي ويو هيو. ان لاءِ ته متان اڳتي هلي سچ لڪائڻ جي ميار ڪوئي مست ملنگ ڏئي نه ڇڏي اِها ميار لاهڻ لاءِ شاهه سائين هڪ هنڌ راڻو جي اُٺ سان ڳالهائيندي چوي ٿو.

ڪرها ڪارڻ ڪاه، توکي ڏٺين ڌاريو
ساريو ڌيج سيد چوي لڏاڻي تان لاهه
مقابلو مومل سين، ٽيندو سنجهه صباح
سوڍي جي صلاح، ڪونر چرندين ڪاڪ جا.

هن بيت ۾ هي ڳالهه بلڪل تسليم ڪرڻي پوي ٿي ته شاه سائين راڻي جي اُن کي صلاح ٿو ڏئي ته تون خوشي خوشي لڏاڻي جي ڪپ تي ڪاڪ طرف وڏندو هل. جڏهن راڻو جو مومل سان ميل ٿيو ۽ راڻي جي فتح ٿي ته پوءِ ڪاڪ محل جا ڪونئرا ڪونئرا وڻن جا گونچ ڪائڻ تون لاءِ مباح آهن.

پر ساڳئي ئي سُر ۾ شاهه صاحب راڻي جي اُن کي هيئنئن به چوي ٿو.

آکون ڏاکون سرڪنڊ شاخون، جت چوڪاچندن ڪَوُنرَ
مبي سيئي ماڻيا جت نه پرن پونرَ
ڪنواريون ۽ ڪَونرَ. ڪاهه ته پسون ڪاڪ جا.

هن بيت ۾ شاهه سائين ڪونر لفظ به دفعا پنهنجي هڪ ئي بيت ۾ جدا جدا جملن جي استعمال ۾ آندو آهي هڪ ته آکون ڏاکون سرڪنڊ شاخون جت چوڪا چند ڪونر:

جنهن ڪونر جي معني ٿيندي سرڪنڊن چندن ۽ انگورن جا تازا گونچ پر آخري سِٽ ۾ جيڪو لفظ ڪَوُنرَ استعمال ڪيو آهي. اهو وڻن جي گونچن يا تازن گلن لاءِ نه آهي. پر اُهو راجستاني زبان جي انهن لاسرات چوڪرن لاءِ آهي جنهن جي جسم تي غير ضروري وار يعني ڏاڙهي مڇون، اره ۽ بغلن جا وار نه ڦٽا هجن ان انساني نسل جي نوخير نو عمر مرد کي راجستاني لهجي ۾ ڪونر چيو ويندو آهي. آءُ اُها سِٽَ جنسي طور پيش ڪريان ٿي.

آکون ڏاکون سرڪنڊ شاخون جت چوڪا چندن ڪَوُنر
مبي سبي ماڻيا جت نه پرن پونر

ڪنواريون ۽ ڪونرَ ڪاھ تہ پسون ڪاڪ جا.

منهنجي هيتري ساري ڊيگهہ جو مطلب بہ اِهو آهي جيڪا سِٽ هن بيت جي آخري سِٽ آهي يعني:

"ڪنواريون ۽ ڪَونَر، ڪاھ تہ پسون ڪاڪ جا"

تہ اِن ڳالهہ جي ثبوت لاءِ عرض ڪنديس تہ سنڌي ٻولي جي مالا مال ذخيري ۾ ڪي اهڙا ٻتا متشابہ ضدن وارا لفظ بہ موجود آهن جن مان ڪنهن بہ هڪ کي اُچارڻ سان ٻيو لفظ پاڻ مرادو اُچارجڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. مثال اوير، سوير

گهوٽ، ڪنوار

ڄج، مڄ

ڪک، ڪهچر

ڪنواريون، ڪونَر وغيره وغيره.

تہ بيت جي آخري سٽ ۾ ڪنوارين سان ڪوَنرَن جو اشارو وٽن جي گونچن ۽ ٻوٽن لاءِ نہ پر اُنهن خوبصورت لاسراٽ ڇوڪرن لاءِ آهي. جن جي سحَاڻپ آءُ اڳ ۾ پيش ڪري آئي آهيان. حقيقت ۾ ڪوُنر لفظ راجستاني مارواڙي ۽ ڪڇي زبان جي لهجي ۾ ڪونَر نہ بلڪ ڪاف تي زبر جي بجاءِ پيشُ آهي يعني ڪَوُنَرَ جي بجاءِ ڪُنوُنرُ آهي. جيڪو ٻولين جي دستور موُجب غلط العام ۾ درست سمجهيو ويندو آهي. جيئن ڪلياڻ آڏواڻي حيدرآبادي عامل هئڻ واري ناتي سان راجستاني زبان جو لفظ ڪوُنئر جي بجاءِ ڪَونر استعمال ڪيو آهي جيئن عربي ٻولي جو لفظ بصل، اسان وٽ بصر ۽ لفظ فوم، اسان وٽ ٿوم ٿي ويو آهي. اتراڏي لهجي ۾ چنڊ، کي چندر ۽ لاڙي لهجي ۾ چنڊ چيو ويندو آهي. اهڙي طرح شاھ صاحب جو هن بيت ۾ ڪنواريون ۽ ڪُونرَ پسڻ جو اشارو خوبصورت ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ آهي. آءُ هن معاملہ ۾ وڏيڪ دليل ڏيندي چونديس تہ ٻولين ۾ تمام گهڻا الفاظ جملہ ۾ استعمال سان پنهنجي معنيٰ جدا جدا ڏيکاريندا آهن جيئن س ۽ ر جي

ملائڻ سان هڪ لفظ ٺهي پوي ٿو سُر" پر جڏهن اُن کي ساڳين زيرن ۽ زبرن سان جدا جدا جملن ۾ پيش ڪجي ٿو تہ اُن جي معنيٰ بہ جدا جدا ٿهي پوي ٿي.

ڪنهن کي چئجي پاءُ ٿورو اڳتي "سُر" تہ ان جي معنيٰ ٿيندي اڳتي وَڌ.

اگر ڪنهن ڳائڻي کي چئجي تہ "هاڻي ڪهڙو "سُر" ٻڌائيندو تہ اُن سُر جي معنيٰ ٿيندي ڪائي راڳڻي يا ڪافي، اهڙي طرح شاهہ سائين جو ڪنواريون ۽ ڪونرَ جملہ ۾ گڏ چوڻ راجستاني زبان جي نوجوان ڇوڪرن طرف ئي اشارو آهي. جيڪي نوخيز ۽ نوان ساماڻل ڇوڪرا آهن. اگر ڪنهن پڙهندڙن کي منهنجا اِهي دليل دل سان نہ ٺهڪن تہ آءُ شاهہ سائين جي زباني بہ چوان ٿي تہ هِتي شاهہ سائين ڪونَر لفظ لاسراٽ نوجوان لاءِ استعمال ڪيو آهي.

سر ڪيڏارو جي داستان ڇهون بيت نمبر 9 ۾ شاهہ سائين هن طرح نو عمر لاسراٽ کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو.

• ڳجهن ويني ڳاڙيا. ڏجها ڏک گهٽا
تنگي لٽن توڻ جي، سورهيہ ساماٽا
ڪندارا ماٽا ڪَوَنرَ قلع کو ڏيا.
يا
چارترارريون چيلهہ سين ٻڌي بہ پاڳون
اڳين جون آڳون ڪَونرَ قلع موڪيون
يا
ڪونَر قلع جا ڪوڏيا، جا نڪي تائين جيءُ
متان آڙن اُسري، رُڪ پيالو پيءُ
ڳاهہ ڳجهن جو ٿيءُ، ويني جنين ورهيہ ٿيا.

شاهہ سائين کان علاوه ٻين شاعرن بہ ڪُونَر لفظ کي ڪنهن انساني نو عمر نوجوان ڇوڪر لاءِ استعمال ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ

جي پراڻن شاعرن ماموئي فقيرن جي بيت نمبر 15 تي آيو آهي ته.

ڪُونَر وڪڻندا ڪانيون
۽ راءِ وڪڻندا گاهہ.

سنڌ جي شاعرن کان علاوه هندستان جي تاريخدانن بہ راجپوت نسل جي نو عمر جوان کي ڪُونَر لفظ ڪري لکيو آهي.

996 هہ ۾ اڪبر نامہ جي مصنف موجب ڪابل جي يوسف زئي قبيلي جي بغاوت کي روڪڻ لاءِ شهنشاهہ اڪبر طرفان جيڪي جرنيل اِن ڪم لاءِ منتخب ڪيا ويا هئا اُنهن ۾ اسماعيل قلي، مير ابوالقاسم، ماڌو سنگهہ، سعيد خان گگهر، ڀگونتداس ۽ راجا مانسنگهہ سرفهرست هئا. پر ڪتاب جو مصنف راجا مانسنگهہ کي عزت ڏيڻ ۽ راجپوت نسل جي ناطہ سان " ڪُونَر مانسنگهہ ڪري لکي ٿو.

استاد منگهارام اوجها پنهنجي ڪتاب پراڻو پارڪر ۾ ڪڇ جي اُڏو چارڻ ۽ ڪنري جي هوٿل ڀائي جي معاشقي ۾ جڏهن هوٿل ڀائي کان سوال ٿو ڪرائي تہ اي اُڏا چارڻ تنهنجي وطن جون ڪهڙيون ڪهڙيون شيون مشهور آهن؟ تہ ان سوال جي جواب ۾ اُڏو چارڻ نظم ۾ پنهنجي ڌرتي جي ڳالهہ هن ريت ڪري ٿو.

ونڪا ڪُونرَ، مڪڻ پڙ
ونڪا واڇڙ ئي وَڇ
ونڪا ڪُونَر تون ٿئين
پاڻي پيئين جي ڪڇ!

يعنيٰ اي هوٿل ڀائي، ڪڇ ملڪ جا ڳڀرو ڏاڍا خوبصورت ۽ سگهہ وارا آهن ڪڇ ملڪ جا گهوڙا تمام تکا ۽ ڏاند ڏاڍا متارا آهن.

ڪڇ جو پاڻي ايترو تہ سُٺو آهي جيڪڏهن اُهو پاڻي تون پيئين تہ هوند تون بہ هڪ ڳڀرو نوجوان ڇوڪرو ٿي پوين.

انهن سڀني ڳالهين جي باوجود بہ اسان کي سگهڙن ۽ ليکارين

وٺان هڪ نو عمر جوان جو نالو مليو ٿو. اهو آهي "سيتل راءِ" هاڻي "سيتل راءِ" لاءِ تصديق وري ڊاڪٽر فهميده حسين پنهنجي ڪتاب "شاهه لطيف ڪي شاعري ۾ عورت ڪاروپ" لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪان سندس ئي ڪتاب "مشهور سنڌي قصا مان هن ريت ٿي ڪرائي.

کهيون ڪولي ڪنجري (بلائوز) ستيئن سيتل راءِ
ايڏا غير گمان، تنهنجا ڏولي ڏکيا.

ڊاڪٽر فهميده حسين مومل جي مزاج تي شڪ ڪندي، شاهدي طور سگهڙ جي زباني چو ٿي:

پٽ ڏنائين پہ چٽا. تڏهن گهوٽ وڏو پيو گهاءُ
مرد هو يا زال هئي. تنهن جي ڄاڻي ڄاڻ الله
حق رسي پيو حق سان، وچ وڏو پيو واءُ.

آخر ۾ مومل جي چلولي ۽ هرجائي طبيعت تي ڄڻ تہ سگهڙ جي بيان ۾ ڏوراپو ڏيندي چوي ٿي:

مومل مزمانن جا، هيئن نہ پيچن حق
هڪ اوجاڳا اکين ڪي، ٻيا لتاڙيم ڪي لڪ
مٿان چادر پائي ڪٽ، ستيئن سيتل راءُ سان

وري راڻو ميندرو سان تعلقات سڌا ڪرڻ جي باوجود پنهنجي پراڻي عادت يعني جنس پرستي ۽ هم جنس پرستي واري عمل تي راڻي طرفان ڏوراپو ڏيندي حفيظ تيوڻو مومل ڪي هيئن ٿو چوي.

آيس تون انجام تي ڪرهو ڪڏائي
ستيئن سيتل راءُ سان پيچ وڏا پائي
هيڪر رچيم هليو وڃا، ڪنون ڪنوائي
تہ خواري وڙنہ خانن جو ايءُ جوڙ نہ جڳائي،
ڳڻي ڏنم ڳالهڙي، دل ۾ ڊوڙائي
پوءِ ڄاڻي ڄمائي، ڪام رکي مانئن ڪڇ ۾

حفيظ تيوٽو ڪان علاوه لڏو ميگهواڙ ٽنڊو محمد خان وارو سگهڙ مڙس به مومل جي جنس ۽ هم جنس پرستي جو ذڪر ڪندي مومل وٽ نوجوان ڇوڪرن جي تصديق ڪندي چوي ٿو.

مومل ڏيءُ نند جي آهي سيتل جنهن جو يار
اڄ جنهن جا ڇچو ٽا پار سا تہ اٿو طرف اوڀر جي.

هاڻي هن ڪان وڏيڪ آءُ ڪجهہ بہ چئي نٿي سگهان فيصلو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي تہ مومل وٽ ڪاڪ محل ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سميت عياشي جا سڀ گر موجود هئا. جيڪو چندر گپت موريا ۽ پنڊت چانڪا جي دور حڪومت وارو پيرڊ آهي 315 ق. م جنهن ۾ وئيشائن کي ڪاروبار ڪرڻ جي اجازت هئي.



## ڪاڪ محل ڪٿي هيو؟

اسان سنڌي ماڻهن جي نيچر بہ عجيب قسم جي آهي. شل نہ ڪوئي نانءُ اسان جي ذهن جي اينٽ تي چڙهي اچي. پوءِ ڪَڏائي ڪَڏائي ان جي جيستائين پاڙ نہ پٽيندا سون يا پاڻ نہ ٿڪباسون تيستائين اُن نالي جي پچر ڪونہ ڇڏينداسون. تڏهن تہ سنڌ جو هر پراڻو دڙو اسان لاءِ دلوراءَ جو دڙو آهي ۽ هر ڳاڙهين سِرن جو ٺيڪرائو اسان لاءِ مومل جي ماڙي آهي.

ڦتي ڪر تڏهن بہ اوباوڙو گهوٽڪي کان وٺي امر ڪوٽ رحمڪي ۽ جاتيءَ جي پُراڻي وهڪري مٿان چار پنج مومل جي ماڙي واري نالي سان ماڳ ملي ويندا. ساڳيئي طرح راجستان ۾ ٽن چئن هنڌن تي مومل جي ماڙي جو ڏس آهي هاڻي جيڪڏهن عقل کان ڪم وٺون تڏهن بہ ڪراچي کان حيدرآباد جي سپر هاءِ وي شاهہ راه تي ڪٿي ڪوئي چند گهڙين جي آسائشن لاءِ ڪوئي هوٽل آهي تہ ان هوٽل جي چورس ايراضي ستر هزار کان هڪ لک ويهہ هزار فوٽن کان گهٽ ڪونہ آهي. مومل جو ڪاڪ محل جيڪو دريائي ۽ سامونڊي رستي تي پوري هند سنڌ ايشيا آفريڪا ۽ يورپ سان پاڻي ۽ خشڪي رستي ڳنڍيل هيو اُهو ڪاڪ محل صرف بہ اڍائي سو چورس فوٽن تي ڪيئن آباد ڪيو ويو هوندو! هن کوج لاءِ اسان جڏهن هند ۽ سنڌ جي پراڻن اتهاسن تي نظر ٿا ڪريون تہ مهاڀارت مطابق هڪ هزار ق. م. ۾ سرسوتي پنهنجي ماڻهن جي ڪَڌن ڪرتوتن جي ڪري پنهنجو رخ بدلائي وئي آهي اُن جي پراڻن تي هاڪڙو ۽ لڏاڻو ساڳيو سرسوتي وارو عمل جاري رکندا رهيا آهن.

هوبهو اهڙي ڳالهہ جين مت جي ڌرمي پستڪ ”پرتيشور ڀهوبلي ورتي“ ۽ جين ساهتيہ ليک ”سمگره“ جي مطالعي ۾ بہ ملي ٿي. جنهن جو مختصر لبِ لباب هن طرح آهي تہ سوراشٽر (سهٽي ڌرتي) جنهن ۾ ڪڇ گجرات ڪاٺياواڙ سنڌ راجستان ڪشمير ۽ سبي قلات سميت سورهن رياستون اچي وڃن ٿيون انهن سڀني رياستن تي هڪ مهربان راجا ”اُدئين“ نالي سان راڄ ڪندو هو. جنهن مالوا اُجين جي راجا چيٽڪ جي ڌيءَ ”پرڀاوتي“ سان شادي ڪري ورتي هئي.

راجا اُدئين ارڙهن سالن جي عمر ۾ تخت و تاج جو مالڪ بڻيو سندس تاجپوشي جو سال ”ساهتيہ ليک سمگره“ مطابق 566 ق. م آهي. جنهن جو راڄ ڏاڍي شهر ڪئي ميلن ۾ پکڙيل هيو. آبادي جو تناسب سوا لک نفوس کان متي ٻڌايو ويو آهي. راجا ادئين جي راڄڌاني وارو شهر ڪيترن ئي درِيائن جي سنگم تي ٻڌل هيو. جنهن کي ”وت ڀايا پتڻ“ (يعنيٰ هر هر وڻندڙ ۽ خوبصورت پتڻ) جي نالي سان ياد ڪيو ويندو هو راڄ ڏاڍي دريائي ۽ خشڪي رستن وسيلي پنهنجي ملڪ جي 363 شهرن سان مليل هُئي جيڪي شهر پڻ سونهن ۽ دولت سان مقابلہ جي حام راڄ ڏاڍي سان هٿڻ ۾ ڪين گسندا هئا.

انهن ئي ڏينهن ۾ ”مهاوير سوامي“ 600 ق. م جين مت جي پرچارڪ جي دعويٰ ڪئي ۽ اُن جا ڪي مبلغ سوراشٽر طرف ”وت ڀايا پتڻ آيا. جن جي تبليغ سان ”مهاراجا ادئين“ جين مت مذهب ۾ شامل ٿي ڪري سمورو راڄ ڀاڳ پنهنجي ڀائٽي ”ڪيشي ڪمار“ حوالي ڪري پاڻ بنواس ٿي ويو. راجا ڪيشي ڪمار“ وڏو بي مروت ۽ ظالم حاڪم ثابت ٿيو پنهنجي بُرن عملن تي پردو رکڻ لاءِ تہ متان مظلومن جون داهون ڪوڪون مهربان راجا ”اُدئين“ تائين پهچن ۽ هو موٽي اچي راڄ ڀاڳ سنڀالي اِن ڊپ کان هن جهنگل ۾ ئي راجا کي لسيءَ ۾ زهر ملائي مارڻ جي ڪوشش ڪئي جڏهن اِها سار راجا کي پئي تہ هن ڪيشي ڪمار کي پاراتو ڏنو.

جنهن پاراتي سان ملڪ ۾ زلزلو اچي ويو سمورو تاج ۽ تخت پاڻي ۾ دٻجي ختم ٿي ويو.

گجرات ۽ جيسلمير جي اتهاسن ۾ مسٽر ٽاڊ پنهنجي راءِ ڏني آهي ته اهو زلزلو 536 ق. م ۾ آيو هو جنهن سان سرسوتي جا وهڪرا لڏاڻو ۽ هاڪڙو کي ٻرتي ڪندڙ درياءَ پنهنجو رُخ تبديل ڪري ويا هئا جنهن جي ڪري گجرات ۽ جيسلمير جا ساوا ستابا سرسبز علائقا ويران ٿي ويا.

بقول مسٽر ٽاڊ جي ته اِن ڪان بعد اگر برساتيون جام پونديون هيون ته پنجاب مان اُڪرندڙ درياءَ اُٿل ڪائي پراڻن وهڪرن سان وهندا هئا جن کي ملائي جُلائي "مهراڻ" چيو ويندو هو. پر پوءِ 962ع ۾ وري هڪ اهڙو زلزلو آيو جنهن مهراڻ جا پيرا به ڊاهي ڇڏيا.

سنڌ ۾ ٽيون وڏو زلزلو 1819ع ۾ آيو جنهن سان سنڌو پنهنجو رُخ بدلائي نصرپور جي بجاءِ ڇام شورو ڪان وهڻ شروع ڪيو.

مٿي ذڪر ڪيل سموري وارتا مان اندازو لڳائجي ٿو ته راجا ادئين واري تخت گاه "وٽ پايا پتڻ" سان ملندڙ جلندڙ نالي ۽ جاگرافي ٻيهڪ سان مشابهت ڪائيندڙ غرق ٿيل شهر جيڪو رحيم يار ۽ صادق آباد جي وچ تي "پتڻ منارا" جي نالي سان اڄ به موجود آهي جنهن جي ايراضي جو نيڪرانو هڪ سو چورس ميلن ڪان مٿي آهي. اهو ئي راجا ادئين جو غرق ٿيل شهر وٽ پايا پتڻ آهي جنهن لاءِ به روايتون آهن ته ڪنهن جي پاراتي سان هيءُ شهر غرق ٿيو هو. هن ئي شهر سان همير سومرو جون روايتون منسوب ٿيل آهن. اُتان جي مقامي ماڻهن جي چوڻ موجب همير سومرو وڏو ظالم بادشاهه هيو جنهن جي ڏمر ۽ ڏاڍ تي قادر مطلق جو سومرن مٿان قهر نازل ٿيو. ان ڪري باقي سومرن پنهنجي ذات ئي مٽائي ڇڏي ۽ پاڻ کي بلوچن ۾ شمار ڪرائي سڃاڻپ ڪرائڻ لڳا.

پتڻ منارا جي کوٽائي مان پڌ ڏرم جو هڪ ٽي منزله "وهار"

مليو آهي جنهن جي مٿيئن منزل تہ ڊهي وئي هئي باقي آخري ٻن منزلن مان هڪ سر هٿ آئي آهي جنهن تي سِرَ جي جڙڻ جو سال 300 ق. م سنسڪرت ۾ لکيل مليو آهي. هن سِرَ جي ملڻ کان بعد اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ "جين ساهتيہ ليک سمگره" مطابق ڪيشي ڪمار جي ظلمن ۽ مقامي آبادي جي چوڻ مطابق حمير سومرو جي حماقتن جي ڪري هيءُ شهر 536 ق. م واري زلزلي کان بعد 300 ق. م ۾ وري ٻيهر آباد ٿيو آهي جنهن جي ڪري "وهار" جي تعمير جو بندوبست ڪيو ويو آهي ۽ وهار واري سِر، سڪندر کان 23 سال اڳ ٺهي آهي.

جو تہ 323 ق.م سڪندر مقدوني جڏهن سنڌ جي ڏکڻ طرف وڃي رهيو هو تہ ٻن دريائن جي وچ تي هن ٺي هنڌ جي پرسان "سوڪڙيان جو محل" فتح ڪندي اڳتي روانو ٿيو هو. يوناني تاريخدان "سوڪڙيان جي محل" ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن شهر جو ذڪر ڪونہ ٿا ڪن. جنهن مان سمجهجي ٿو تہ 536 ق .م واري زلزلہ کان بعد پٽڻ مُنارا شهر يا وٽ ڀايا پٽڻ ٻيهر آباد ڪونہ ٿيو آهي مگر اُتي سوڪڙيان جو محل ايڏو طاقتور ۽ سگهارو آهي جنهن تي دست رس حاصل ڪرڻ کي سڪندر جا تاريخدان فتح سان تعبير ڪن ٿا. منهنجي خيال مطابق هيءُ "سوڪڙيان جو محل" ئي مومل جو ڪاڪ محل آهي جتي بقول بدر ابڙو مقامي آبادي جا ماڻهو پٽڻ منارا جي بربادي جو ڪارڻ همير سومرو جا ظلم ٿا بيان ڪن. (پٽڻ منارا لاءِ پڙهو بدر ابڙو جو ڪتاب سنڌوءَ جو سفر) آءُ سوڪڙيان محل کي ڪاڪ محل هن گمان سان ميجان ٿي تہ پنجابي زبان ۾ سوڪڙيان ڀاڄن کي چيو ويندو آهي پر ڪاڪ محل جا ڏٺي ان کي پلي ساڱئي نالي سان اُچاريندا رهن مگر علائقائي تاثراتي نالو مٽس سوڪڙيان محل پئجي ويو هوندو جو تہ هن محل ۾ هر قسم جي عيش عشرت شراب ۽ شباب سميت سڀ ڪجهہ ملي ويندو هو. ان ڪري اورپار جا امير توڙي صاحب ثروت ڇڪجي هن محل ۾ ايندا هئا ۽ اچڻ بعد پنهنجو گهر ٻار زالون ۽ زر ڪپائي ٺلها هٿ

ڪٽي واپس ٿيندا هئا ۽ اُن ڪري نفرت وچان مقامي آبادي وارا دل جلندي ڪان هن محل کي "سوڪڙيان محل" يعني پهاڇن جو محلات چوندا هئا. جيڪي پوري جڳ جون پهاچون هيون، ڪنين وريتين جا ور ڪسيون ويئيون هيون ۽ ڪيئي راڻا ريجهايون ويئيون هونديون هيون پوءِ اهًا به ان محل کي "سوڪڙيان محل" يعني پهاڇن جو محل نہ چئجي. تڏهن تہ شاهہ سائين چئي ڏنو هو.

ڪِ. ر تائين لاک ٻر؟ ڪِ. ر تائين پانَنَ پِڪَ
سنديءَ سو ڍِلِ سِڪَ، ڪَپَرَ ڪورُون جَهلِيون



## ڪاڪ محل جو ڪجھ چٽو

جيڪڏهن رک رکاءُ کا مُبرا تي ڪاڪ محل جي ڪنوارين ڪاڪين ۾ ڪونرن تي مومل سميت ويھي ويچارجي تہ شاعرن ۾ شاھہ لطيف کان حفيظ تيوٽو تائين، قلم ڪارن ۾ محمد مقيم ٺٽوي کان ڊاڪٽر بلوچ تائين، ۽ سگھڙن ۾ ڪبير شاھہ کان يعقوب ڪٽي تائين ڪوبہ ساھتڪار، پنھنجي فن ۽ ذات جي ڏانوَ سان اِن آکاڙي جي ڪنھن بہ ماٺھوءَ کي "ڪانيڪا" يا وئيشا، جي پيشي کان ٻاھر ڪڍي ڪونہ سگھيو آھي. جيڪڏھن واقعي اھو سڀ ڪجھہ سچ آھي تہ اڄو تہ اڄ کان پوڻتي ستاويھہ اٺاويھہ سو ورهين يا ٽي هزار سال اڳ جي لکيل تاريخن ۾ ڏسون تہ آخر هڪ ڪانيڪا کي ايتري ڇوٽ ڇو ڏني وئي هئي جو بقول شاھہ سائين جي.

مومل ماري مير، آ هيڙين تي آکري
سوڍيءَ گھٽا سَڪايا (ڪنبايا) پڙهيل پٽ پير
هٽي تن کي تير، مٽيو جن مَٽن ۾.

سوراشٽر جنھن جو آءُ اڳين پيجن ۾ ذڪر ڪري آئي آھيان تہ اُھو سوراشٽر سبي ۽ قلات کان علاوه دُوارڪا کان مٿرا دهلي تائين تاريخ کان اول يا دراوڙي نسل جي دراوڙي حاڪم ڪرشن مھاراج جي سلطنت ۾ شامل هيو. (سبي اروڙ ۽ قلات جو حاڪم جنہ درٽ ڪوروئن جو پيٽيوو ۽ ڪرشن جو دشمن هيو) اڄ اُھو دور ڪونہ آھي تہ هر ڪو "پدرم سلطان بود" جي رسيءَ سان پاڻ کي سلھاڙيون وتي.

اڄ تہ تاريخ جو اگھاڙو سچ پڌرو پوندو تہ، ڪرشن جي صاحبي ۾ ڪانيڪا پيشي کي وڏي چوٽ هئي ۽ رياست طرفان کين تحفظ بہ حاصل هيو.

بقول "اوشو" جي تہ ڪرشن مهراج جنس جي معاملہ ۾ هزارين نارين کان اڳتي نڪتل هيو.

بادشاهہ ۽ اوتار جي حيثيت هوندي شادي شده عورتن سان انهن جي مڙسن سامهون پيو پيار جو پينگهون لڏائيندو هو. راڌا جنهن سان ڪرشن جو عشق آسمانن تائين پهتل هيو. اها شادي شده ڇوڪري هئي ۽ سندس مڙس جو نالو "آيانا گهوش" هيو. ڪرشن مهراج کي جيڪا ڇوڪري وڻندي هئي ان جي حاصلات لاءِ اگر ڇوڪري جا مالڪ انڪار ڪندا هئا تہ زبردستي بہ ڪٽائي ڇوڪري حاصل ڪري وٺندو هو. ايستائين جو ڪنهن راج محل جي راجائي جي بہ پرواهہ نہ ڪندو هو. راجا ڀيسم جي ڌيءُ "رُڪمڻي" ونواه مان زوري ڪٽائي ورتي هئائين. گويين کي تہ اگهاڙو ڪري هٽ هٽ ۾ ڏئي ناچ ڪندو هو. جنهن ملڪ جو حاڪم ۽ پيشوا جنس مطلعق اڳتي نڪتل هيو ان ملڪ ۾ ڪانيڪا يا وئشا جو آمدني وارو پيشو ڪوئي عيب ڪائي ندامت ڪونہ هيو. صرف سبي قلات ۽ اروڙ واريون رياستون ئي اِن عمل کان بچيل هيون.

وري جڏهن آرين اتر سنڌ جي ڪشمير ٽيڪسلا ۽ پنجن دريائن جي ڌرتيءَ تي دهلي تائين قبضو ڪري ورتو تہ هنن باقاعده پنهنجي مذهب ۾ ترميم ڪئي تہ غير آريائي يا غير برهمڻ عورت ڪنهن بہ آريو يا برهمڻ سان جنسي تعلقات قائم ڪندي تہ هن جو اهو عمل عبادت ۾ شمار ڪيو ويندو. جنهن قانون کان بہ مذڪوره رياستون بچيل هيون.

ان ڪري ڪانيڪائن جي دولت واري ريل پيل ۽ چمڪ دمڪ برهمڻ جي عورتن ڏني تہ اهي بہ نالو ذات مٽائي باقاعده اڏن تي ڪم

ڪرڻ لڳيون ڇهين صدي ق. م جڏهن منو پڳوان آرين جي ڌرم جو ٻارهون اوتار بڻجي آيو تہ هن زندگي گذارڻ جو هڪ باقائده قانون ٺاهي ملڪ اندر پيش ڪيو جنهن کي ”منو سمرتي“ چيو وڃي ٿو. جنهن ۾ هن واضح ڪيو تہ ڪا بہ اوچي ذات (برهمڻ) عورت نالو ذات متائي وئيشا جي اڏه تي ڪم ڪري ٿي تہ ڀلي ڪري. پر ڪنهن بہ نيچي ذات سان پڇي وڃي شادي نہ ڪري. اگر ڪنهن اوچي ذات جي عورت ان قانون جي ڀڃڪڙي ڪئي تہ ان جي مُڪتي ڪروڙن جنمن کان بعد بہ نہ ٿيندي.

مگر فطرت تہ پنهنجو ڪم ڪندي رهي ڪئي اوچي ذات جون عورتون نيچي ذات جي علائقائي مردن سان جنسي تعلقات قائم ڪندي ساڻن شاديون ڪنديون رهيون. مالڪن ۽ مذهب کان فرار ٿينديون رهيون. سڪندر مقدوني جي اچڻ 326 ق. م تائين وڏن شهرن وڏين شاهہ راهن، دريائي بندرن تي سوڪڙيان، محل، ڪاڪيان محل، ڪاڪيون، ٻين ڪيترن ئي نالن سان عياشين جا اڏا پنهنجو ڪاروبار چمڪائيندا ۽ ترقي ڪندا رهيا. 323 ق. م جڏهن سڪندر واپس ٿيو ۽ فتح ٿيل علائقن تي پنهنجا گورنر ۽ جرنيل مقرر ڪري ويو تہ مقامي ماڻهن چندر گپت موريا، پنڊت چانڪا جي صلاح سان غير ملڪي حاڪمن کي ڀڄائڻ ۽ حڪومت تي قبضو ڪرڻ لاءِ هڪ گوريلا تنظيم ”گپت شاهينگ“ قائم ڪري ورتي. جنهن جو ڪم هيو اوچتو يونانين کي مارڻ ۽ حراسان ڪرڻ جنهن تنظيم جي هڪ ليڊيزونگ هنن پوري ملڪ جي عياشي وارن اڏن تي بہ تربيت ڏئي مقرر ڪري ڇڏي. جن ۾ خوبصورت ڇوڪرا بہ هئا تہ حسين کان حسين ڇوڪريون بہ هيون. جن جو ڪم هو عياشي جي اڏن تي اينڊڙ سولجر، جرنيل ۽ سپاهين کي پنهنجي سونهن ۽ تربيت جي زور تي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪري شراب ۾ مست ڪري ڪاڏي جي شين ۾ زهر ملائي ڪارائي راتورات زمين حوالي ڪرڻ.

310 ق. م جڏهن ملڪ مان يونانين جو صفايو ٿي ويو قنڌار جو آخري گورنر "پيٿان" ٻه ڀڄي ويو تہ چندر گپت موريا، باقائده پنهنجي حڪومت جو اعلان ڪري ورتو. اُنهن ئي ڏينهن ۾ "پنڊت چاڻڪيا" حڪومت هلائڻ لاءِ هڪ ڪتاب لکي ورتو. جنهن جو نالو هيو "ارٿ شاستر".

ارٿ شاستر چئُ تہ موريا سلطنت جو هڪ قانوني ڪتاب هيو. جنهن جي پيروي ڪندي موريا حڪومت هلائي پئي وئي.

ارٿ شاستر ۾ عياشي وارن اڏن کي بہ ڪم ڪرڻ جي اجازت هئي مگر اُنهن تي بہ ڪم لازمي مقرر ڪيا ويا.

1- يونانين خلاف هلايل تحريڪ جا هنري گرَ، پيچ ۽ داءَ هر اڏي تي ڪم ڪندڙ عورت لاءِ سکڻ لازمي قرار ڏنا ويا.

2- ارٿ شاستر مطابق سيڪاريل جوئا جي سکيا ۽ حڪومت طرفان اجازت جي ڪري اڏن جي آمدني وڌڻ لڳي اُن آمدني مان حڪومت جو ڪاروبار هلائڻ لاءِ مقرره ٽيڪس جي ادائگي لازمي قرار ڏني وئي.

پنڊت چاڻڪيا جي حڪمت عملي مطابق هر وئيشا لاءِ اڏي تي ويهڻ جي اجازت تڏهن ڏني ويندي هئي جڏهن هو هيٺ ڄاڻايل تربيت مڪمل ڪري گذرندي هئي.

- وئشيا جو خوبصورت ۽ نوجوان هجڻ لازمي هيو.
- عياشي واري اڏي تي ڪم ڪندڙ عورت ناچ، گانو، ۽ موسيقي جي ڄاڻو هجي.
- جسماني صفائي سٿائي، گراهڪ جي نفسيات جي ڄاڻ تمام ضروري هئي.
- هر ڪانيڪا لاءِ پرت پرڻ، گل جهاپا سڳيون بازو بند وغيره ٺاهڻ لازمي هئا ۽ ان سان گڏ جڙين ٻوٽين مان هڪ قسم جو زهر ٺاهي ضرورت وقت، اگر گراهڪ کي مارڻو هجي تہ پنهنجي ڳلن ۽ ڪنڌ تي هڻڻ جو طريقو تہ جيئن چُمي ڏيڻ سان زهر گراهڪ جي پيٽ ۾ هليو

وجي ۽ مري وڃي. (راجا پورس کي به چانڪا هڪ اهڙي تربيت يافته ڇوڪري جي زهر سان مارايو هو.)

- واعدي وفائي جو انداز سکڻ ضرورت وقت ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ دوکو ڪرڻ جي سکيا هجڻ.

- هر قسم جي خوشبو ۽ عطر ٺاهڻ جا نمونا ڄاڻڻ.

- خوشبوئن کي وقت سارو استعمال ڪرڻ ۽ محفل کي معطر ڪرڻ جي ڄاڻ.

- خوبصورت لباس جو انتخاب ڪرڻ، لباس سبڻ ۽ لباس پائڻ جو سليقو سکڻ ۽ هر ڪنهن داءُ پيچ سان گراهڪ کي قابو ڪرڻ.

- ٽوري گهٽي جادوگري ۽ هٿ نات ۽ هيرا ڦيري ڪرڻ

- فلبدي شاعري ڪرڻ، ڳجهارتون ٺاهڻ ۽ پڇڻ جو هنر سکڻ

- معمه بازي جي ٺاهڻ جو هنر، زبان جي ٽوڙ مروڙ جو هنر ڄاڻڻ

- هر آڪاڙو اهڙي هٽرادو ٻولي ٺاهي جنهنکي پنهنجن ممبرن کانسواءِ ڪوئي سمجهي نه سگهي.

- هر آڪاڙي کي پنهنجي اهڙي لپي هجي جنهن کي ٻيو ڪوئي پڙهي نه سگهي

- تلوار بازي، لٺ هلائڻ جا داءُ پيچ سکڻ ۽ تير اندازي ۾ مهارت رکڻ

- هر قسم جي جسماني راند ۽ ان جا داءُ پيچ سکڻ

- هر قسم جي ذهني راند ۾ مهارت ۽ اٽڪل بازي ۾ ماهر ٿيڻ

مثلا: شترنج راند، ڍاري راند، نوٽڻ راند ۽ هر قسم جي جوئا کيڏڻ وارن دائن پيچن کي ڄاڻڻ.

- ڪڪڙ، تتر، ڪبوتر، باز پالڻ انهن جي تربيت ڪرڻ ۽ انهن کي ويڙهائڻ ۽شوقينن کي ڦاسائڻ جا ڦندا سکڻ.

- گهيٽا ڏارڻ ۽ انهن کي ويڙهائڻ جي تربيت ڏيڻ.

- طوطا ۽ مينائون ڏارڻ انهن کي گراهڪ لاءِ سلام آداب ۽ سنو منو ڳالهائڻ سيکارڻ.

- هٿرادو گل يا نقلي گل ناهڻ، مٿيءَ مان ٽانوَ ۽ گل دستا ناهڻ.
- گراهڪ سان گفتگو جو انداز ۽ اُن جي دل واري ڳالهه اڳواٽ سمجهي وٺڻ واري نفسيات جو ماهر ٿيڻ
- هر قسم جا شربت ۽ هر نموني جا ڪاڏا تيار ڪرڻ
- هر حالت ۾ پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ پوءِ چاهي اُن ۾ جسماني اوگهڙ ڇو نه ڏيکارڻي پوي.

پنڊت چانڪا جي ايجاد ڪيل هنن هنرن جي ڪري هر عياشي واري اڏي تان ڪافي آمدني وڏڻ لڳي ۽ ملڪي ٽيڪس ۾ اضافو ٿي ويو ۽ حڪومت مالا مال ٿي وئي ۽ وئيشا جو ڪاروبار چوٽ چڙهي ويو ۽ مومل جو ڪاڪ محل به ان وقت جي ملڪي قانون مطابق جائز هوندو.

هاڻي اچون ٿا اُن وقت جي لکيل تاريخ جي طرف جيڪا ڪشمير جي تاريخ "راج ترنجني" نالي سان سنسڪرت مان ترجمون ٿيندي ٿيندي اسان تائين پهتي آهي جنهن جي پڙهڻ سان مٿي ذڪر ڪيل وارتائن جي تصديق ٿئي ٿي. تاريخ ترنجني جو مصنف "ڪُهانا" ته:

اڄ کان اڍائي هزار سال اول يعني 500 ق. م وئيشائن بابت لکي ٿو. جنهن زمين تي پنج درياءَ ۽ ڇهون سنڌو درياءُ جبلن مان نڪري ميدان تي وهن ٿا اُتان جي رهندڙ ماڻهن کي "ٻڪو" چيو ويندو آهي. جيڪو لفظ سنڌي زبان ۾ پيٽو آهي.

راست بازي ته هنن ماڻهن جو پاسو ڏئي به ڪا نه گذري آهي. سندن سماجي حالت ته اهڙي خراب آهي جو ڪوئي برهمڻ ته هوند هڪ ڏينهن به هتي گذاري نه سگهي. شڪر ٿيو جو آسماني دريائن. گنگا، جمنا ۽ سرسوتي هنن کي اسان ڏانهن اچڻ کان روڪي رکيو آهي.

سندن عورتن جي اِها حالت آهي، جو سڄو ڏينهن هار سينگار ڪيون خوشبوئون لڳائي قيمتي زيور پائي وتن ٿيون گهمنديون ڦرنديون ۽ ناچ گانا ڳائينديون شراب ته اينرو ٿيون واپرائن جنهن جو اندازو ڪري نٿو سگهجي. ڪشمير جي تاريخ "راج ترنجني" جو

مصنف پنجن دريائن جي ڌرتي پنجاب رحيم يار خان ۽ جيسلمير کان موٽي قنڌار جو رخ ڪري پنهنجي برهمڻن بابت لکي ٿو.

گنهگارن جا پروهت گنڌارا (قنڌار) جا برهمڻ به گنهگارن سان گڏ رهي ڪري پاڻ به وڏا گنهگار بڻجي ويا آهن جو اُتي بغير ڊل وارين زمينن تي قبضي جي لالچ ۾ بدڪار ۽ مليڇ بڻجي ويا آهن.

بي حيائن جي راڄ ۾ رهي ڪري هيءَ (برهمڻ) به اهڙا ته بي حياءُ ٿي ويا آهن جو پنهنجي پينرن، ڌيئرن ۽ نُنهن سان به مُنهن ڪارو ڪرڻ کان ڪونه ٿا ٽرن.

زلالت جي ڪا نه ڪا حد هوندي آهي گنڌارا (قنڌار) جا برهمڻ اُها حد به اُڪري ويا آهن ايستائين زلت ۾ ڪري پيا آهن جو پنهنجون زالون ۽ نوجوان نينگريون پراون ماڻهن کي ڪرايہ تي ڏيڻ کان به ڪين ٿا گسن ائين ٿو محسوس ٿئي ته اِهي سندن گهر جون رشتيدار عورتون نہ پر ويڪائو مال آهن يا ڪرايي جون شيون آهن جو اڄ هڪڙي کي ٿا ڏين ته سڀاڻي ٻئي کي.

مٿي ذڪر ڪيل سماجي ۽ تاريخي شاهدين کي سامهون رکندي آءٌ هن نتيجي تي پهتي آهيان ته سنڌي شاعرن ليکارين ۽ سگهڙن جي ڳالهين مان هيءُ ڳالهہ بلڪل واضح آهي ته مومل راڻو ڪاڪ محل جو واقعو ڪوئي ويجهڙائي واري سنہ جو آهي ئي ڪونہ! اهو واقعو عيسوي سن کان ٿي چار سو سالن کان هڪ هزار سالن کان به آڳاٽو آهي، باقي رهيو سوال ته مينڌرو نالو به ڪوئي ويجهڙائي جو نالو ڪونہ آهي. جڏهن ته اسان ماڻهو سنڌ جي تاريخ کي ڇاڻو ئي ڪونہ ٿا اگر ڪائي ٿوري ٿڪي ڇاڻ اسان کي ڌارين فاتحن ۽ پنهنجي سگهڙن ۽ چارڻن وٽان ملي آهي اُن ۾ به تاريخ جو بيدردي سان چهرو مسخ ڪيو ويو آهي جو نہ نالن جو اُچار صحيح ملي سگهيو آهي نہ وري ماڳن مڪانن جو.

پندرهين صدي جي شروعاتي دور جي حاڪم همير سومرو جي وزير مينڌرا جو نالو تاريخ ۾ اسان کي عيسوي سن کان به ٻہ ٽي سئو

سال سنڌ جي حاڪم ڏارين جي ڪتابن مان ملي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته أهو مينڌرا حاڪم جو دور ۽ موريا خاندان جو دور تقريبن هڪ ٻئي سان ويجهڙائي وارو دور آهي گمان غالب آهي اصل مينڌرا به أهو هجي ۽ سگهڙن نالو نالي جهڙو جي عادت کان مجبور ٿي اِهو سمورو قصو همير سومرو جي وزير مينڌرو سان منسوب ڪري ڇڏيو هجي ڇو ته سومرن جي دور ۾ مومل ۽ ڪاڪ جو مانداڻ آءَ اڳ ۾ ڇئي آئي آهيان ته ٿي نٿو سگهي.



# مددي مواد ۽ حوالا


**باب پهريون: انت بحر دي ڪل نہ ڪائي...!**

1- End of the Chapter "The Great Pyramids' its divine message" (1924)

2- ناسٽروڊيمس کي پيشن گوئيان (ليکڪ: فهيم احمد صديقي، جنگ مڊ ويڪ 4 نومبر 2001ع)

3- انسان ۽ ارتقا جي ڪهاڻي (ليکڪ: ڊاڪٽر سڪندر مغل)

4- ماڻهو (ليکڪ: بدر ابڙو 1998ع)

5- The story of Civilization by Will Durant, 1994-2 -6

6- ڪائونٽيس ايلزبيٿ (تاريخ جون بدنام عورتون) 2001ع، ترجمو ۽ ترتيب: علي اظهار

**باب ٻيو: ٻہ پيري جا پيرا**

1- The last two million years (Readers digest)

2- Race (National Geographic Society English)

3- ڌرتي ماتا (2001ع) ماڻهو انسان ڪيئن ٿيو ص-166. ليکڪ: اشتياق انصاري

4- سڪندر اعظم، ليکڪ ڊاڪٽر شاهد مختيار.

5- انسان جي تاريخ، نئين زندگي جون (2001ع)، ليکڪ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

**باب ٽيون: فطرت جي اک ٻوٽ**

1- Histories of Herodotus ، مترجم: ياسر جواد

2- Indian Mythology "living religious of the World" by Ahmed Abdullah Almadoosi

3- ڌرتي تي برفاٿا دور، ص-33، (ڪتاب: ماڻهو) 1998ع.

4- پاڪستان مين تهذيب کي ارتقا (ليکڪ: سبط حسن 1977ع)

5- انسان بڙا کيسي بنا.

**باب چوٿون: ڏوڙ بنا ڏولا ڪانهي سايجاهه سونهن**

1- اشوک کا حسب و نسب اور خاندان (ص 7) موريہ خاندان کا نظام سلطنت (ص-9)، ڪتاب: اشوک اعظم (2001ع)، مصنف: ڊاڪٽر حفيظ سيد
2- تهذيب ڪي تقاضي (ص -5) ۽ تهذيبي معاشي عوامل (ص-11) ڪتاب: انساني تهذيب ڪي ارتقا (1999ع) ليکڪ: ول ڊيورانٽ، مترجم: تنوير جهان
3- ورثو (1999ع) ليکڪ: مائيڪل ووڊ، مترجم: اسلم خواجہ
4- رگ ويد
5- مهاڀارت (دروپديء جو دل ڏاريندڙ ڏک (ص-122) ليکڪ: چڪر ورتي راج گوپال آچاري، سنڌيڪار: تاراچند ڳاجرا
6- An Introduction on to the history of Sociology (1958) By Harry Elmer Barner
7- سماجيات جا اصول (1989) ليکڪ: تنوير جوڻيجو

**باب پنجون: زرعي وسنديون ۽ مادر سري نظام**

1- The Creation of Patrichy by Lerner Gerda, Oxford University Press.
A Short Story of Civilization by Anwar Hashmi, Karachi Book Centre Karachi.
The Origion of Family Private and State by Fredric Engles
4- پدري ادوار اور ڪلاسيڪي ايام قديم (ص-127)، ڪتاب: جنس ڪي تاريخ ليکڪ: سيمون ڊي بووا، مترجم: ياسر جواد
5- مائيتو سماج، عورت ۽ زراعت (ص- 92-91) ڪتاب ڌرتي ماتا (2001) ليکڪ: اشتياق انصاري
6- شاهہ جي شاعري ۾ عورت جو روپ (1996) ليکڪ: ڊاڪٽر فهميده حسين

**باب ڇهون: زندگي جو گيت**

1- ماضي ڪي مزار (1996) ليکڪ: سبط حسن
2- حق موجود تاريخ جو ڪيڏارو (1996) ليکڪ: يوسف شاهين
3- يوناني ڏند ڪٿائون (1997) ليکڪ: يوسف شاهين
4- انسان نوع ڪي ڪهاني (2002ع) ليکڪ: پنڊرڪ وان لون
5- مذاهب عالم ڪا انسائيڪلوپيڊيا (2003ع)، ليکڪ: ليوس مور، ترجمو: سعديہ جواد، ياسر جواد

**باب ستون: افزائش نسل ۽ لذت هڪ فطري عمل**

1- جنسيت (ص-16) ڪتاب: جنسي بدعنوانيان، مصنف: خالد چوڌري

2- اسرار النقاح (1822) ليڪڪ: حڪيم مولوي محمد باقر

Sex: A Man's Guide by Bechtel, Stefan, Stains Lawrence Roy -3

4- قلمي نسخو "ضياءُ الابصار في باهه" مليل حڪيم اعجاز علي چانڊيو. ڳوٺ ماڏو تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعو دادو.

5- ترغيبات جنسي يا شهوانيت. مصنف: نياز فتحپور (آواز اشاعت گهر)

6- گرو رجنيش ليڪچرز

Tantira by Aishlay Thalibee 1998 -7

Understanding Human Sexuality by Janet Hyde Shibbley -8

**باب اٺون: خودزني**

The Problem of Masturbation and Inpotence P-52 and Fridgity P-157, -1
Book: Sex Perfection by Rudolf Vonurban M.D

Unofficial Guide to Conquering Impotency by Bruce, Fulghun -2
H.H.M

The Hite Report on Male Sexuality by Hite, Shere -3

4- خود جنسي لذت (ص-171 کان 183 تائين) ڪتاب: فحاشي ڪي تاريخ، ليڪڪ: نياز فتح پوري، مترجم: علي اظهار

The Koka Shastera translated by Alex Comfort (2002) -5

6- مشت زني (خود لذتي) صفحو 209. ڪتاب: رهبر ازدواج (1988) ليڪڪ: ڊاڪٽر اير ذاڪر مولوي

7- خود لذتي (ص-129) ڪتاب: جنسي بدعنوانيان. مصنف: خالد چوڌري

**باب نائون: جنس**

1- خواتين اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، ابوالفضل نور احمد (2002ع)، پبلشر: اسلامڪ فائونڊيشن

2- رسوم هند (2002ع) ليڪڪ: راءِ بهادر ماسٽر پياري لعل آشوب دهلوي، ڪپتان ڊبليو آر.ايم. هالرائيڊ

The Origion of Family, private and state by Fredric Engles -4

**باب ڏهون: تخليق جو سيڪسي ڊرامو**

Creative Mythology (The Masks of God) by Joseph Campbell -1

Chinese Mythology by Dereck Walters -2

3- فاتحين ڪي دنيا (1992ع) ليکڪ: يوسف شاهين

4- موسيٰ سي مارڪس تڪ

5- ماضي ڪي مزار (1996ع) ليکڪ: سبط حسن

6- يوناني ڏند ڪٿائون. ليکڪ: يوسف شاهين (1997ع)

**باب يارهون: سينا زوري**

1- عورت اور شادي (ص-104)، عورت اور تاري خ. ليکڪ: ڊاڪٽر مبارڪ علي

2- حقائق القرآن (1999ع)، جلد پهريون: تاريخ ارض القرآن، ليکڪ: ڊاڪٽر عبدالرئوف سومرو

3- وڏن ماڻهن جو عشق، مترجم: شاهه محمد بلوچ (گلشن پبليڪيشن حيدرآباد)

History of Civilization by Will Durant -4

**باب ٻارهون: نيلا عروس**

1- خريداري عروس (ص-17) گرفتاري عروس (ص-15) ڪتاب: ترغيبات جنسي يا شهوانيات، ليکڪ: نياز فتح پوري

2- سفر ابن بطوط (1996ع) مترجم: مولوي محمد حسن

3- برنيئر ڪا سفرنامه هند (2002)، ڊاڪٽر فرانس برنيئر

Sociatal Settings for marriage and family marital roles and conjugal -4 option (Chapter -2, Sex Perfection, by Rudolf Vonurban M.D)

**باب تيرهون: عورتائو ۽ مڙدائو طوهر**

1- زناني ختني (ص-77) ۽ ختني (ص-160) ڪتاب: عورت، مرد اور تاريخ، ليکڪ: ڊيسمنڊ مورس، ترجمو: ارشد رازي

2- حقائق القرآن (1999) ليکڪ: ڊاڪٽر عبدالرزاق سومرو

3- سنڌو جي ساجاهه (جلد پهريون) ليکڪ جي.ايم.سيد.

Princess by Jean Sausan -4

Everything you always wanted to know about Sex by David Revben -5 M.D

**باب چوڏهون: عورت پٽو يا رت روئڻو**
1- انساني تهذيب ڪي ارتقا (1993ع) مترجم: تنوير جهان
2- حيض يا نفاست (ص-78) ڪتاب: عورت مرد اور تاريخ. ليکڪ: ڊيسمنڊ مورس (2001ع)
3- عورت، محبت، جنسي تعلقات، مترجم: ايم. راجا
4- دنيا ڪي قديم ترين تاريخ (2001ع) ليکڪ: هيروڊوٽس، مترجم: ياسر جواد
5- ع عورت م مرد ليکڪ: جان گري، ترجمو نازيہ بٽ (2004)
6- Common Sexual Problems, Solutions by Parkash Kothari, MBBS, Ph.D

**باب پندرهون: پرده بڪار ۽ انساني عقيدا**
1- مقدس مباشرت (ص-80)
2- تين ممنوعہ راتين (ص-88) ڪتاب: ترغيبات جنسي يا شهوانيات، ليکڪ: نياز فتح پوري
3- پرده بڪارت (ص-45)، ڪنوارپن ڪي خطرات (ص-46)، ڊيسمنڊ مورس (2001)
4- شادي ۽ ازدواجي تعلقات جو فن (1990ع) مصنف: عبدالنبي درس
5- عورت جنس اور جذبات، ليکڪ: ڊاڪٽر سليم احمد
6- Sexual Deviation by Anthony Storr

**باب سورهون: جانورن سان انساني سنجوڳ**
1- Princess, Jean P. Sasson published by Bayton Books
2- ويدن وارا برهمڻ (ص-62)، ڪتاب: الموسم، مصنف: ميڪڊانلڊا ايم.ڊي
3- Lectures of Guru Rajnesh
4- دنيا ڪي قديم ترين تاريخ، ليکڪ: هيروڊوٽس

**باب سترهون: خواهشات شهواني ۽ خيال**
1- مهاڀارت
2- جنسي تعلقات جون شوخيون، ترجمو ۽ ڇپائي نيو بوڪ ڊپو حيدرآباد.
3- ڪاوش اخبار 10 فيبروري 2002ع.
4- جنسي بدعنوانيان، ليکڪ: خالد جوڏري، (شاهہ پبليڪيشنز).

How to overcome premature ejuculation by Kaplan, Helln Singh, -5
Ph.D

**باب ارڙهون: نسل انساني ۽ وهانوَ جي اصل حقيقت**

1- منو ڌرم شاستر. ليکڪ: منو. ترجمو: ارشد رازي
2- هندو صنيمات (2002ع) ليکڪ: ڊاڪٽر مهر عبدالحق
3- ڪاروڪاري (2000) مرتب: ستار وسطڙو
4- ڪاما سوترا. مصنف رچرڊ برٽن ترجمو: سليم خان (2004)

**باب اڻويهون: اغلام بازي**

1- حقائق القرآن (ص-104)
Intermarriage Among Primitive Folk by Edward Carpainter -2
Sex in Religion by B-Z Gold Berg -3
4- هم جنس پرستي (ص 120 کان 146). ڪتاب: فحاشي ڪي تاريخ. ليکڪ: نياز فتح پوري
From Sodom to Homo Sexnality detailed article by Desmond Moris -5
Sexual Health by Geddes and Grosset -6

**باب ويهون: وچ ايشيا آمريڪا ۾ آوارگردن جو اکين ڏٺو احوال**

1- تاريخ طاهري (1998ع) مصنف: سيد طاهر محمد نسياني ٺٽوي. مترجم: نياز همايوني
2- تزڪِ بابري. (سوانح حياتِ بابر)
3- " ڪٿي تہ پڄبو ٽڪ مسافر" ليکڪ شيخ اياز

**باب ايڪيهون: نرناريءَ جي روپ**

1- قانون در طب (جلد پهريون ۽ پنجون) نيکڪ: بو علي سينا
2- دنيا ڪي قديم تاريخ (2001) هيرودوٽس. مترجم: ياسر جواد

**باب ٻاويهون: ليزبين ازم جي باني سيفو**

1- سيفو تي لکيل عزيز پٽي جو مقالو. ڇپيل ڪينجهر پبليڪيشن (1987)
2- يوناني ڏند ڪٿا. ليکڪ يوسف شاهين
3- سيفو. ليکڪ: ميري برنارڊ. مترجم: پرويز اختر خالد ارمان

**باب ٽيويهون: هم جنس پرست سنڌياڻي ڇوڪري بلائيٽس**
1- قديم سنڌ. ليکڪ: ڪاڪو ڀيرو مل
2- ڪينجهر پبليڪيشن ۾ ڇپيل مضمون "بلائيٽس ۽ سندس شاعري".
3- سيفو جا ڇپيل خط

**باب چوويهون: مومل**

**باب پنجويهون: مومل جو پوتا ميل**
1- پدمڻي (سهڻي بابت ويچار) ليکڪ: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (ڇپيل ڪينجهر تحقيقي جرنل)

**باب ڇويهون: مومل جو نسب نامو**
1- جنت السنڌ. ليکڪ: رحيم داد مولائي شيدائي
2- اشوڪ اعظم (2001ع) مصنف: ڊاڪٽر حفيظ سيد
3- چندرگپت موريا
4- ايي اياريام (داستان مومل راڻو) ليکڪ: الهنواز رُڪڻائي

**باب ستاويهون: لُڊاڻي جي جاگرافيائي بيهڪ**
1- مومل راڻو. ماهوار نئين زندگي 2003ع.
2- سنڌ جو مهراڻ (1995ع). مترجم: عطا محمد ڀنڀرو
3- سر مومل راڻي جا ماڳ. ليکڪ: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي
4- سنڌ جا قديم آثار. ليکڪ: هينري ڪزنس. مترجم: عطا محمد ڀنڀرو
5- مومل راڻي داستان جي راجستاني روايت. ليکڪ: پريتم پياسي

**باب اٺاويهون: ڪاڪ محل جون ڪاڪيون**
1- جنت السنڌ. ليکڪ: رحيم داد مولائي شيدائي
2- تمدن سنڌ. ليکڪ: رحيم داد مولائي شيدائي

**باب اٺيهون: سمجهو ڪي سمجهن**
1- شاهه جو رسالو. پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي
2- History and Culture of Indian People by Dr. Nalinakshadutt, Vol: iv

3- پراڻو پارڪر، ليکڪ: استاد منگهارام اوجها
سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، حيدرآباد.
The age of imperial Kanacy by R.C. Majundar Bombay -4
5- سير ريگستان (1976) ليکڪ: محمد اسماعيل عرساڻي

**باب ٽيهون: ڪاڪ محل ڪٿي هيو؟**

1- سنڌو ۽ جو سفر (1989ع) ليکڪ: بدر ابڙو
2- تاريخ ترنجني
3- ارٿ شاستر، ليکڪ: پنڊت چاڻڪيا
4- سَر مومل راڻي جا ماڳ، ليکڪ: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

ليڪڪا جو اڳ ۾
خشونت سنگهہ جي
***Women & Man in My Life***
جو ترجمو ڪيل
ڪتاب نئون نياپو پبليڪيشن پاران ڇپايل
## منهنجي زندگيءَ ۾ آيل عورتون ۽ مرد
مارڪيٽ ۾ موجود



**رفيعہ ملاح** جهڙي Dashing ۽ Bold writer خاتون سان پهرين ملاقات منهنجي سندس ترجمي ڪيل هڪ اخباري ڪالم ذريعي ٿي ۽ گهڻو گهڻو پوءِ، هوءَ جڏهن پهريون دفعو اوچتو منهنجي سامهون آئي، تڏهين حيرت انگيز طور تي، سندس Sharp سارون کي ڏسندي، خوشونت سنگهہ جي سعديہ دهلويءَ بابت ۽ رفيعہ جي ئي ترجمي ڪيل، هڪڙي ڪالم جا هي جملا، چپن تي چڙهي آيا هئم، توهين ايڏيون خوبصورت ڇو آهيو!؟ ۽ ان تعارفي ملاقات کان پوءِ رفيعہ کي جڏهين جڏهين ۽ جنهن جنهن ادبي محفل ۾ مون ڏٺو ۽ ڏٺو: پاسندو هئم اکين ۾ من ۾ تازگي پرجي وئي اٿم. ننڍي ڪنڌ جي برڙ باڪاس ۽ وات ڦاٽوڙي ڪالمسٽ، خوشونت سنگهہ جي ڪتاب Women and Men in my life جو رفيعہ ڇا تہ خوبصورت ڍنگ سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ۽ سندس ان ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ... جنهن جنهن سندس تحرير ۽ ترجمي تي منهنجي نگاهہ پئي، هن قلمڪار خاتون جي Boldness هميشہ ئي مون کي ڇرڪايو ۽ منهنجي انهي ڇرڪ جي continuity ۾ سندس لکيل هن اينٽرا پالا جيڪل اسٽڏي تي ئي ڪٽي نظر وجهي ڏسو..... هم جنس پرستي، غلام بازي، خود زني، عورتن جا طوهر.... ۽ ملاحظہ فرمايو تہ ڪيڏي نہ بهادري، بي پرواهي ۽ بي خوفي سان هو انهن انوکن موضوعن جي تهہ ۾ لهندي ۽ سهج سياءُ هر وشيہ کي Analayses ڪندي ويئي آهي. content جي لحاظ کان آئون پانئيان ٿو تہ، رفيعہ عورت اسڪالر جي حيثيت ۾، پهريون دفعو تحقيق جي ميدان ۾ هي انوکي آگ دکائي آهي ۽ سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جي قدامت پسند حلقن ۾ جيڪڏهن هڪ خاتون ليکڪا جي هنن efforts کي خوش قسمتي سان قبوليت جو شرف ملي ٿو وڃي تہ پائيندس، منهنجي پيڻ رفيعہ ملاح جي هي Boldness اجائي نہ وئي.

**نصير مرزا**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)